# ماڻهو مٽيادار

(پير الاهي بخش تي عالمن، اديبن ۽ سياسي شخصيتن
جون لکيل تحريرون)

مرتب:
**سيد زوار نقوي**
ڀاڱهن ڀيلي:
**دين محمد ڪلهوڙو**



**سنڌي ادبي بورڊ**
ڄام شورو، سنڌ
2012ع

ڇاپو پهريون سال 2010ع تعداد هڪ هزار
ڇاپو ٻيو سال 2012ع تعداد هڪ هزار



قيمت: چار سؤ روپيا
[Price: Rs. 400-00]

خريداريءَ لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هي ڪتاب ميسرز ذڪي پريس ڪراچيءَ مان الهڏتو وگهيو سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

## English Section



قائد عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽو



جناب پير مظهرالحق صاحب، جناب پيرالاهي بخش صاحب جن جو پوٽو



پيرَ صاحب جي خاندان سان هڪ يادگار تصوير

بيٺلن ۾: (کابي کان) جناب پير محمد نواز ۽ جناب پير شاهنواز.
ويٺلن ۾: جناب پير واحد بخش ۽ جناب پير الاهي بخش
پٽ تي ويٺلن ۾: ننڍيا فرزند جناب پير عبدالمجيد ۽ جناب پير عبدالحميد



جناب مير غلام علي خان ٽالپر، جناب پير الاهي بخش صاحب ۽
جناب پير سيد عبدالجبار شاهه جيلاني صاحب

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي قائم ٿيڻ کان وٺي سنڌ جي علم ۽ ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي سا عالمِ آشڪار آهي. ان سلسلي ۾ مشاهير سنڌ جي حوالي سان بہ قابل قدر ڪم ٿيو آهي. سنڌ جي مردم خيز سرزمين لکين عالم ۽ قابل ماڻهن کي پنهنجي ڪُک مان جنم ڏنو آهي. انهن شخصيتن جي متعلق وقت بوقت ڪتابن جي اشاعت سان سنڌ جي نون نسلن کي آگاهي ملندي رهي آهي.

پاڪستان تحريڪ جي اڳواڻن ۽ جديد سنڌ جي معمارن ۾ جناب پير الاهي بخش صاحب جو نالو ڪنهن کان بہ ڳجهو ڪونهي. خاص طور تي ون يونٽ جي خلاف پير صاحب جون خدمتون تہ ڪڏهن بہ وسارڻ جهڙيون ناهن. پنهنجي دور جي هن يگاني سياسي، سماجي ۽ علمي شخصيت کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ، گڏوگڏ سنڌ جي نئين ٽهيءَ کي سنڌ جي هڪ خدمتگار بابت مستند ڄاڻ ۽ تحقيقي مواد فراهم ڪرڻ خاطر هي ڪتاب ”ماڻهو مٽيادار“ پهريون ڀيرو سال 2010ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي پاران شايع ڪيو ويو هو، جنهن کي سنڌ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ بيحد مڃتا ملي. هينئر ان جو ٻيو ايڊيشن ڇاپي ان کي مليل مقبوليت جي تسلسل کي جاري رکي رهيا آهيون. اسان کي توقع آهي تہ سنڌ جا موجوده نسلُ سنڌ جي مشاهير جي حياتين مان ڀرپور لاڀ حاصل ڪري نئين سنڌ جي اڏڻ ۾ پنهنجو سگهارو ڪردار ادا ڪري سگهندا.

الهڏنو وگهيو
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# مهاڳ

هڪ ’سچي ۽ صالح انسان‘ جي سڃاڻپ، اُن (انسان) ۾، ’شرافت ۽ ماٺيپي واري ڳُڻ‘ وارين خصوصيتن جو هجڻ ضروري آهي. هن دنيا ۾ ’ماڻهو‘ تہ هرهنڌ، ۽ گهڻا ئي پيا ڏسبا آهن، پر صحيح ۽ صالح ماڻهو ان کي چئي سگهجي ٿو، جنهن ۾ ’ماٺيپي وارا ڳُڻ ۽ اهڙيون ٻيون خاصيتون‘ نمايان هجن، جيڪو ظاهر ظهور ’شريف النفس انسان‘ هجي، ۽ اهڙن ڳُڻن ۽ خاصيتن واري ماڻهوءَ کي ئي ’صحيح، سچو ۽ صالح انسان‘ سڏي سگهبو آهي؛ پر اهڙو فيصلو ڪندو ڪير؟ منهنجي نظر ۾ اهڙو فيصلو اُهي ماڻهو ئي ڪري سگهن ٿا جن کي الله سائينءَ اهڙيءَ ’پرک ڪرڻ وارين خوبين ۽ خصوصيتن‘ سان نوازيو هجي.

’ماڻهو مڻيادار‘ عنوان واري هن ڪتاب ۾، اهڙا تہ املھ مضمون، ۽ اهڙو تہ تاريخي پرک ڪندڙ ’ڪسوٽيءَ‘ جهڙو مواد شامل ڪيو ويو آهي، جنهن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ: ’مرحوم پير الاهي بخش صاحب‘ نہ فقط سنڌ جي هڪ تاريخي ۽ مثالي شخصيت جو مالڪ هو، پر پير صاحب مرحوم، انهن سيني خوبين ۽ خصوصيتن وارو، ۽ هڪ وڏو ڳُڻوان شخص ۽ قداور انسان هو جنهن کي وڏي ادب ۽ احترام سان، ’مڻيادار ماڻهو‘ سڏڻ ۾ سنڌ وارا فخر حاصل ڪري سگهن ٿا، بلڪ ڪين اهڙن لفظن سان ياد ڪرڻ ۾ سنڌي ادبي بورڊ يقيناً ڪيرون لهڻي.

هڪ دفعي، قبليٰ مخدوم محمد زمان ’طالب المولىٰ‘ سائينءَ جن جي هي جهان ڇڏڻ کان پوءِ، ڪراچيءَ ۾، سندن ياد ۾، هڪ جلسو ڪوٺايو ويو هو. اُن جلسي ۾ ڪيترن ئي سڄڻن، قبليٰ سائينءَ جن جي شخصيت جي باري ۾، پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو هو. اُن جلسي ۾، قبليٰ سائينءَ جن جي شخصيت جي باري ۾ ڪجھ عرض ڪرڻ لاءِ مون کي بہ اسٽيج تي سڏيو ويو. مون اُن جلسي ۾، پنهنجيءَ تقرير ۾ عرض ڪيو تہ: ”سنڌ ۾ ماڻهو مڻيادار تہ گهڻا ئي ٿي گذريا آهن، پر جيڪڏهن ڪو دوست مون کان

پيچي تہ تنهنجيءَ سانپر ۾ تو اهڙو کو 'گڻوان'، 'شريف النفس' ۽ 'غريب پرور' ماڻهو ڏٺو جنهن کي هڪ سچو، صحيح ۽ صالح انسان چئي سگهجي؛ تہ آءٌ اُن ماڻهوءَ کي پنهنجي پختي ايمان ۽ يقين سان ائين چوڻ ۾ ڪابہ هبڪ محسوس نہ ڪندس تہ منهنجيءَ سانپر ۾ جيڪڏهن ڪو شريف النفس، اڪيچار گڻن سان ڀريل ۽ غريب پرور انسان مون ڏٺو تہ اهو قبلي مرحوم مخدوم 'طالب المولىٰ' سائين ئي هو"؛ بلڪل ساڳيءَ طرح، ساڳين خوبين، خصلتن ۽ انسانيت وارين خوبين ۽ گڻن سان ڀريل جيڪڏهن ڪو ٻيو ماڻهو مون ڏٺو، جنهن منهنجي ذاتي زندگيءَ ۾، مادر وطن سنڌ جي صحيح معنيٰ ۾، ۽ خلوص نيت سان خدمت ڪرڻ لاءِ مون کي ڪا صحيح راهہ ڏيکاري، ۽ مون کي هميشہ، ۽ ياد رکڻ جهڙو، هڪ اهم درس ڏنو تہ اهو 'نيڪ ۽ شريف النفس انسان'، ۽ 'منهنجو اخلاقي راهنما'، عالي جناب مرحوم پير الاهي بخش صاحب ئي هو.

سنڌ جي هن نيڪ ۽ صالح سپوت طرفان، سنڌ جي ماڻهن، ۽ سنڌ ۾ جديد تعليم ۽ تدريس جي ميدان ۾ ڪيل خدمتن کان، سنڌ جو نئون نسل تہ يقيناً واقف نہ آهي ڇاڪاڻ تہ سندن سڀ همعصر گهٽو ڪري، هيءُ جهان ڇڏي، راهہ رباني وٺي ويا، ۽ سندن زندگيءَ ۾ يا سندن رحلت کان پوءِ، جن جن ماڻهن، سندن طرفان تعليم جي ميدان ۾ ڪيل خدمتن يا سندن طرفان قائم ڪيل ادارن مان وڏا فائدا حاصل ڪيا، انهن ماڻهن مان ڪنهن بہ، ههڙي نيڪ دل انسان جي ياد ۾، ڪتي بہ، ڪا سر بہ ڪانہ لڳرائي، يا ڪو ڪتبو بہ ڪونہ هٽايو. آءٌ يقين سان چوان ٿو تہ اڄوڪي دور ۾، ڪٿي بہ، ۽ ڪنهن بہ ڳوٺ يا شهر ۾، جيڪڏهن اڄ مرحوم پير الاهي بخش کي ياد ڪيو وڃي ٿو تہ اُهو فقط سندن لائق پوٽي، محترم پير مظهرالحق جي شرافت ۽ اخلاق واري رويي، ۽ سنڌ ۾ سندن طرفان ڪيل خدمتن جي ڪري. محترم پير مظهرالحق، پنهنجيءَ خانداني شرافت ۽ اخلاق سان ڀريل خوبين سان، پنهنجي خاندان ۽ ڏاڏي بزرگ جي شريف النفس هجڻ واريءَ خصوصيت ۽ سڃاڻپ کي، قائم ۽ دائم رکيو آهي.

منهنجي اها ايماندارانہ راءِ آهي تہ پير الاهي بخش مرحوم جون، سنڌ ۽ سنڌ جي هر طبقي ۽هر فڪر جي ماڻهوءَ لاءِ ڪيل خدمتون، اظهر

من الشمس آهن، جنهن جو موجوده زماني ۾، زندھ ۽ جاويد، ۽ ناقابل فراموش، عظيم يادگار ادارو، سنڌ يونيورسٽي ئي آهي، ۽ سڄيءَ سنڌ جي ماڻهن کي اهو معلوم آهي ته سنڌ يونيورسٽيءَ، سنڌ ۾ توڙي سنڌ کان ٻاهر، ڪروڙين نوجوانن بلڪ خاندانن جي فردن جي زندگين جي ڪايا ئي پلٽي ڇڏي. اڄ جيڪڏهن ڪو سنڌي صاحب، ڪنهن اعليٰ منزل ۽ مقام تي پهتل آهي، ان صاحب تي اهو احسان مرحوم پير الاهي بخش جوئي آهي، جنهن بقول سائين جي.ايم.سيد "سنڌ ۾، 1947ع ۾، سنڌ يونيورسٽي قائم ڪري، سنڌ وارن تي وڏو احسان ڪيو." اهڙيءَ طرح ڪراچيءَ ۾، 'پير الاهي بخش' جي نالي ۾ رهائشي ڪالونيون اڄ به قائم آهن جيڪي ورهاڱي کان فوراً پوءِ، پارت مان 'لُٽجي، ڦُرجي آيل، تباھ حال ۽ بي گهر مهاجرن' جي آباد ڪرڻ لاءِ، مرحوم پير الاهي بخش صاحب قائم ڪيون؛ پر مون کي يقين آهي ته اڄ پوريءَ ڪراچيءَ ۾، سواءِ ڪن عمر رسيده چند مهاجر بزرگن جي، نئين نسل مان، ۽ خصوصاً ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ۽ ڀاڻ ڪي مهاجر سڏائيندڙ، ڪنهن به نوجوان کي، اها ڪا خبر هوندي ته P.I.B Colony ڪنهن جي نالي تي قائم ٿيل آهي؟ ۽ انهيءَ نالي واريون ٻئي ڪالونيون، سنڌن لاءِ، سنڌ جي ڪهڙي خادم قائم ڪيون هيون؟ آءٌ اهو به يقين سان چئي سگهان ٿو ته ڪراچيءَ ۾ آباد، نئين نسل جي ماڻهن مان شايد ئي ڪنهن کي اها خبر هوندي ته اهو پير الاهي بخش مرحوم هو ڪير؟ منهنجي خيال ۾، پاڪستان جي ڪنهن به ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، خاص ڪري سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ طرفان ڇپايل، ڪنهن به درسي ڪتاب ۾، انسانذات جي ههڙي نيڪ دل، سچي ۽ پُرخلوص خادم (مرحوم پير الاهي بخش) جي، پاڪستان جي عوام لاءِ خصوصاً ۽ سنڌ جي عوام لاءِ خصوصاً ڪيل اهڙين خدمتن جي باري ۾، ڪا ئي ڄاڻ ڏنل هوندي، ته جيئن ملڪ جي نئين نسل کي ههڙي انسان دوست ۽ غريب پرور بزرگ جي باري ۾ ڪجهه معلوم ٿي سگهي.

اها ڪيتري قدر نه ستم ظريفي آهي، ۽ ڪيتري قدر نه احسان فراموشي چئبي جو جنهن نيڪ دل انسان، سنڌ ۾ جديد تعليم لاءِ ادارن

جو بنياد رکيو، جنهن سنڌ ۾ جديد تعليم جي شمع روشن ڪئي، جنهن سنڌ دوست بزرگ سنڌ ۾ ڪيترائي اسڪول، ڪاليج ۽ ٻيا تعليمي ادارا قائم ڪيا؛ نہ فقط تعليمي ادارا قائم ڪيا، پر انهن تعليمي ادارن ۾، تعليم جي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجيءَ قوم کي باقاعدي هڪ پروگرام بہ ناهي ڏنو، جنهن (پروگرام) موجب، مون جهڙا، مسڪين سنڌين جا لکين بلڪ ڪروڙين ٻار پڙهي، اڄ اعليٰ عهدن تي پهتا آهن، پر سنڌ وطن جي اهڙي قوم پرست ۽ غريب پرور اڳواڻ ۽ نيڪ دل انسان کي، سڀني سنڌ وارن طرفان، صفا وساري ڇڏجي، ۽ ڪنهن بہ مهل يا موقعي تي ڪيس ياد بہ نہ ڪجي، تہ سنڌ وارن جي اهڙيءَ روش کي ڇا سڏجي؟ ڇا سنڌ وارن جي اهڙيءَ روش کي ناقدر شناسي نہ چئبو؟

پير الاهي بخش مرحوم، سنڌ ۾ جتي جديد تعليم جي حوالي سان جاڳرتا آندي، اُتي سياسي طور بہ پاڻ ڪيتري قدر نہ بيدار هئا، اُن جو ثبوت، آڪٽوبر 1958ع ۾، سنڌ اسيمبليءَ جي، ون يونٽ جي سلسلي ۾، حيدرآباد ۾ ڪوٺايل اجلاس ۾، سنڌن ڪيل اها يادگار تقرير بہ آهي جيڪا پاڻ 'ون يونٽ' جي مخالفت ۾ ڪئي هئائون. حيرانيءَ جي ڳالهہ اها بہ آهي تہ سنڌ جي سياست جي باري ۾ لکيل، سڀني ڪتابن ۽ تاريخن مان ڪٿي بہ ۽ ڪنهن بہ تاريخ ۾، پير الاهي بخش مرحوم جي انهيءَ يادگار تقرير جو ڪوبہ ذڪر تيل ڪونهي. وڌيڪ حيران ڪندڙ ڳالهہ اها بہ آهي تہ سنڌي قوم جي سواءِ ٽن سنڌ دوست بزرگن، هرهڪ: سائين جي.ايم.سيد، پير علي محمد راشدي ۽ پير حسام الدين راشديءَ جي لکيل ڪتابن: 'جنب گذاريم جن سين'، 'اُهي ڏينهن اُهي شينهن' ۽ 'هو ڏوٿي هو ڏينهن' جي، ٻيءَ ڪنهن بہ ساروٽيءَ ۾، يا سنڌ جي سياست جي باري ۾ لکيل ڪتابن ۾، پير الاهي بخش مرحوم کي ڪٿي بہ ڪنهن بہ صاحب ياد نہ ڪيو آهي. ممڪن آهي تہ قاضي عابد صاحب مرحوم، پنهنجي يادگيرين ۾، جيڪي عبرت اخبار ۾ ڇپبيون هيون، پير صاحب مرحوم کي ياد ڪيو هجي، پر مون کي هن وقت اهو ياد نہ آهي تہ قاضي صاحب مرحوم پير صاحب جو ذڪر ڪيو هو يا نہ!

'جنب گذاريم جن سين' جهڙيءَ سنڌ جي سماجي تاريخ ۾، سائين جي.ايم.سيد، مرحوم پير الاهي بخش کي، جن لفظن ۾ خراج

تحسين پيش ڪيو آهي. سائين جي.ايم.سيد پنهنجو اهو ڪتاب، پير صاحب مرحوم جي زندگيءَ ۾ لکيو آهي. پنهنجي اِنهيءَ ڪتاب ۾ سيد صاحب فرمايو آهي ته:

"پير صاحب، شخصي طرح نهايت خوش خلق، عوام سان ميل جول ۽ رابطو رکندڙ، سادي زندگي بسر ڪندڙ، نمازي ۽ شريف النفس انسان آهي. طاقت ۾ هجي يا ٻاهر، هُو ڪنهن به ماڻهوءَ کي حتي الامڪان مدد ڪرڻ کان انڪار نه ڪندو آهي؛ يارن دوستن جا ڪيترائي ڪيس، فيءَ کان سواءِ ڪڙندو آهي. طاقت ۾ اچڻ کان پوءِ، اڪثر ماڻهن جا دماغ چڪر ڪائي ويندا آهن، پر هي صاحب هر حالت ۾ ساڳيو نهٺو ۽ محبتي ماڻهو رهندو آهي."

اِهي ئي خوبيون سندن پوٽي، محترم پير مظهرالحق کي به پنهنجي ڏاڏي بزرگ کان ورثي ۾ مليون آهن. هن صاحب به، هر حال ۾، پنهنجن يارن دوستن، اُستادن ۽ ساٿين کي هميشه عزت پئي ڏني آهي، بلڪ طاقت ۾ اچڻ کان پوءِ ته هر ماڻهوءَ وٽ پاڻ هلي ويندو آهي؛ پنهنجن اُستادن جي قدم بوسي ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندو آهي، ۽ هر طرح انهن جي عزت افزائي ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏيندو آهي. اهڙا ذاتي ۽ قربائتا قدم، پير مظهرالحق صاحب، مون سان به ڪنيا آهن، جنهن لاءِ آءٌ ۽ منهنجو اولاد، زندگي ڀر سندن ٿورائتا رهنداسين.

سائين جي.ايم.سيد، پير الاهي بخش مرحوم جي، سنڌ ۽ سنڌ جي عوام جي ڪيل خدمتن جي باري ۾ وڌيڪ هن طرح لکن ٿا:

"سنڌ جي جملي وزيرن کان، هن جي وزارت جي عرصي جا، تعميري ڪم گهڻا آهن. سنڌ ۾ سندن ايام وزارت جا مکيه يادگار هي آهن:

(1) سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ
(2) سنڌ مسلم ڪاليج برپا ڪرڻ

(3) سنڌ ۾ زوري مفت تعليم ۽ بالغن جي تعليم
کي رائج ڪرڻ
(4) موجوده اين.جي.وي هاءِ اسڪول ۾ تڏھوڪي
سنڌ ايس.ٽي ڪاليج لاءِ بلڊنگ ٺهرائڻ
(5) ڪراچيءَ ۾ ٻن، پير الاھي بخش ڪالونين
ٺهرائڻ ۾ مدد ڏيڻ“

اھڙيءَ طرح سنڌ جي سماجي تاريخ جي باري ۾ لکيل ٻئي ڪتاب: ’اُھي ڏينهن اُھي شينهن‘ جي مصنف، پير علي محمد راشدي، محترم پير الاھي بخش مرحوم جي سياسي ۽ سماجي خدمتن کي هيٺ ڄاڻايل لفظن ۾ رڪارڊ ڪيو آھي. لکي ٿو:

”وزير ٿيڻ شرط، پير صاحب، سنڌ جي تفصيلي دوري تي نڪتو. دوري دوران آءٌ به سندن خدمت ۾ رهيس. ميٽنگن، تقريرن، درخواستن، دعوتن جي ڌُم هئي. تقريرن ۾ پير صاحب، ڪامورا شاهيءَ کي خوب لتاڙيندو، ۽ جوش ۾ اچي، پنهنجو لڪڻ هوا ۾ لوڏيندو ۽ چوندو رهيو ته: ’هن سان هاڻي ڪامورن جو سر ڀڄبو.‘

پير صاحب جي دل ۾ به عوام پاران ڏاڍو جوش ۽ جذبو هو، ۽ پاڻ پير به پڪو ۽ بنيادي هو. منهنجي ڊيوٽي هيءَ هئي ته جيڪي درخواستون پيش ٿين، سي واپس ڪراچي پڄڻ تائين، پنهنجي قبضي ۾ رکندو وڃان. اُھي درخواستون گھڻو ڪري ڪامورن جي خلاف هيون، جن جي باري ۾ مون کي معلوم ٿيو ته ڪن ڪامورن، سازش ڪئي آھي ته وجھ وٺي مورڳو رستي مان اُنهن کي چورائي وٺجي، تنهنڪري پھريان پنهنجي وھاڻن ۾ وجھي مٿن مٿو رکي سمھندو هوس. وھاڻن مان وڌي پئيون ته ڳوٿين ۾ وجھي، ڏينهن جو پنهنجي اکين اڳيان موٽر ۾، ۽ رات جو

ڳوٺيون ڪٽ هينان رکي سمهندو هوس. ڪراچي پهتاسين ته محسوس ٿيو ته پير صاحب جو نوڪرشاهيءَ خلاف ڪيل تقريرن جو ٻڌي، گورنر صاحب ڏانهس ناراض ٿي پيو آهي. گورنر سر لانسيلانٽ گرهام، انگريزن جي انتظامي روايت مطابق، نوڪرشاهيءَ جو رکپال هو: تنهن سمجهيو ته نوڪرشاهيءَ جي خلاف تحريڪ جو بنياد وجهندڙ جناب جي.ايم.سيد ۽ لن جي پاران آءٌ آهيان، تنهنڪري هن اهڙو چڪر هلايو جو جي.ايم.سيد، الله بخش مرحوم کان ۽ آءٌ پير الاهي بخش کان جدا ٿي وياسين. ڪجهه قدرت جو به هن ۾ هٿ هو چو ته جيڪڏهن اهو ڦيرو نه اچي ها ته هُوند بعد جي تاريخ ٻيءَ طرح جڙي ها، اُن کان پوءِ پير جو ناتو الله بخش مرحوم ذريعي ڪانگريس سان ٿيو. سيد ۽ مان وچي ليگ ۾ شامل ٿياسين. تاريخ سنڌ ۾، اُن ڦيري جو تفصيل هن کان پوءِ ٻيءَ جاءِ تي ايندو. مگر هڪ ڳالهه، اُن جدائيءَ کان پوءِ به مجھ جهڙي آهي، يعني پير صاحب جا اسان سان سياسي، اختلاف پيدا ٿيڻ کان پوءِ به، ذاتي ۽ خانگي تعلقات ڪو نه ٽٽا. سندس شرافت، شائستگي ۽ حضور شرمي، سندس سياست تي به حاوي رهي. هونئن به انهن ڏينهن جي ماڻهن جو عام دستور اِهو به هو، ڪنهن جا، ڪنهن سان ڪيڏا به شديد سياسي اختلاف چو نه هجن پر باهمي ذاتي تعلقات کي انهن کان متاثر ٿيڻ نه ڏيندا هئا. هڪ ٻئي جي عزت ۾ هٿ ڪو نه وجهندا هئا؛ دشمني ڪانه ڪندا هئا. اهڙيءَ ذليلائيءَ جو مظاهرو ڪو نه ڪندا هئا جو اڪيون به لڳي چار ٿين ته ماڻهوءَ کي شرم وچان پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پوي. شايد، شرم ۽ حيا جي وٿ، انهن ڏينهن ۾ معدوم ٿي ويل ڪانه هئي. سياسي جنگيون به زبردست لڳيون،

پر سياسي جنگين کي سياست جي حدن اندر رکيو
ويو هو. اهو دور 1946-47ع تائين قائم رهيو. اُن کان
پوءِ سياست جا ڦرڪا ئي ڦرڻ لڳا.“

اهڙي طرح هن (ماڙهو مٽيادار) ڪتاب ۾، قاضي محمد اعظم صاحب جا به اُهي خيال شامل ڪيا ويا آهن جن جو اظهار، قاضي صاحب، پير الاهي بخش مرحوم جي باري ۾ ان انٽرويو ۾ ڪيو هو جيڪو ڪانئس ٽماهي مهراڻ رسالي جي ايڊيٽر، محترم نفيس احمد ’ناشاد‘ ورتو هو. انهيءَ انٽرويو ۾، محترم قاضي اعظم صاحب، مرحوم پير الاهي بخش صاحب کي ”هڪ انسان دوست، غريب پرور سياستدان ۽ شريف النفس“ انسان هجڻ جي باري ۾ انيڪ مثال بيان ڪيا آهن. محترم قاضي اعظم صاحب اُن انٽرويو ۾ فرمايو:

”خالق ڪائنات، مختلف انسانن کي، مختلف صلاحيتن سان نوازيو آهي، پر انهن ڪن خوشبختن کي ’هڪ اداري‘ جي حيثيت پڻ بخشي آهي. اسان جي، سنڌ جي سپوت، محترم پير الاهي بخش صاحب کي ربّ ڪريم گوناگون صفتن سان نوازيو هو. پير صاحب، الله تعاليٰ جي انهن بندن مان هئا جن کي اڪيچار خوبين جي ڪري، شرافت جي هڪ ’مستقل اداري‘ جي حيثيت حاصل هئي. مالڪ جي مٿن اها خصوصي مهر هئي. پير صاحب جي خصوصيتن مان هڪ اهم گُڻ جيڪو مون پنهنجي نئين ڪان ئي منجهن محسوس ڪيو ته اهو هو ’شرافت وارو گُڻ‘! سنڌي سليميءَ ۾ چئبو آهي ته: ’ادا! هي ته ڪو اشراف ماڙهو آهي!‘ پير صاحب، اُن محاوري جا سوَ فيصد رول- ماڊل هئا، ربّ ڪريم کين شريف النفسيءَ جي خزاني مان ججهو ڪجهه بخشيو هو، انڪري پير صاحب جي اولين سڃاڻپ جو نمايان نقطو، سندن شرافت هو. سڄي زندگي سياست جي پُرخار ۽ صبر آزما واديءَ ۾ رهڻ جي باوجود، پير صاحب پنهنجي

اِنهيءَ اعليٰ خوبيءَ کي آخر تائين قائم دائم رکيو، جا
ڳالهہ سنڌس عظمت جي سڀ کان اهم ۽ مکيہ ثابتي
آهي.“

قاضي محمد اعظم صاحب سان ڪيل گفتگو مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ:

” پير الاهي بخش مرحوم جي طبيعت ۾ نهٺائيءَ، نماڻائيءَ، مروت، مريادا ۽ لحاظ کان سواءِ، قديم ثقافتي روايتن جي پاسداريءَ جهڙيون اعليٰ خوبيون بہ شامل هيون.“

قاضي محمد اعظم صاحب فرمايو تہ:

”مروت ۽ لحاظ ۾ تہ پير صاحب پنهنجو مٽ پاڻ هو. پنهنجي بدخواهہ ۽ مَٽَ ڳهُرئي کان بہ ڪڏهن وير ڪونہ ورتائين ۽ هميشہ حسن سلوڪ سان، هر ڪنهن سان پيش ايندو هو. پير صاحب، خوش خلق بہ حد درجي جو هو. نهٺائي ۽ نماڻائي تہ ڪيس وڏڙن کان ورثي ۾ مليل هئي. سنڌ جي قديم ثقافتي روايتن جي احساس وسيلي، وضعداريءَ ۽ روايتن جي پاسداريءَ جو مجموعو هو. شرافت ۾ پنهنجو مثال پاڻ هو. سياسي ميدانن ۾ ڪيترائي لاها چاڙها آيا، پر شرافت جو دامن ڪڏهن بہ پنهنجن هٿن مان ڪونہ ڇڏيائين. هو صحيح معنيٰ ۾ ’شريف النفس‘ انسان هو.“

قاضي محمد اعظم صاحب، مرحوم پير الاهي بخش کي ’غريب پرور‘ شخص بيان ڪندي، پنهنجي انٽرويو ۾ فرمايو: ”پير صاحب جي غريب پروريءَ جي هڪ حوالي سان هتي آءٌ سنڌس اُنهن مسڪين اصيلن جو ذڪر ڪرڻ چاهيندس، جن جا ڪيس، پير صاحب، بنا فيءَ جي ڪٽندو هو. اصيل اگر اعلان ڪيو تہ ’آءٌ نادار آهيان‘ تہ اُن تان پير صاحب طرفان في معاف! رهندو، مهل سارو، اُن کي ماني بہ کارائي ڇڏيندو هو، ۽ واپسيءَ جو ڪرايو بہ سنڌس کيسي ۾ وجهندو هو، پير صاحب، صحيح،

معنيٰ ۾ هڪ ’غريب پرور‘ انسان هو ۽ مهل تي ڪنهن به مسڪين کي مايوس ڪونه ڪندو هو. غريب لاءِ سندس هڏ جڳهو ڪرڪندو هو ۽ ائين لڳندو هو ته رسول پاڪ ﷺ جن جي حديث شريف کيس هميشه ياد هوندي هئي ته: ’الله! روز محشر جي ڏينهن مون کي مسڪينن سان گڏ اُٿار.‘ “

هن ڪتاب ۾، سنڌ جي هڪ ٻئي ڏاهي ۽ بين الاقوامي تعليمي ماهر ۽ سنڌ شناس، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، پنهنجي شاگرديءَ واري زماني جون يادگيريون لکيون آهن، جنهن زماني ۾، پير صاحب مرحوم هڪ برک سياسي اڳواڻ ۽ وزير تعليم جي حيثيت ۾، سنڌ وطن ۾، تعليم جي واڌاري لاءِ، رات ڏينهن ڪوشش ڪري رهيو هو. محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي نظر ۾: ”پير الاهي بخش صاحب مرحوم، جيترو ڪم ڪيو، اوترو ان زماني ۾ يا ڪانئس اڳ ڪنهن به ٻئي وزير يا اڳواڻ ڪونه ڪيو.“ ڊاڪٽر بلوچ صاحب، پير الاهي بخش مرحوم جي خدمتن جي باري ۾ لکي ٿو ته:

> ”پير الاهي بخش صاحب جي سنڌ لاءِ وڏي ۾ وڏي خدمت اها هئي جو تعليم جا دروازا کوليائين. سندس دلي خواهش هئي ته جيڪر سنڌ جا سڀ ٻارڙا ته پڙهن پر وڏا به پڙهن. هو پهريون تعليم جو وزير هو جنهن سنڌ ۾ مفت ۽ زوري تعليم توڙي بالغن جي تعليم شروع ڪرائي. بالغن جي تعليم ۾ هو پاڻ وڃي ڪي مرڪز ڏسندو هو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته سنڌ جي سيني سياسي اڳواڻن ۽ ننين وڏن وزيرن جي ڀيٽ ۾ پير صاحب، سنڌ جي تعليمي ترقيءَ لاءِ گهڻو ڪم ڪيو، بلڪ ائين چئي سگهجي ٿو ته ايترو ڪم ٻئي ڪنهن به ڪونه ڪيو.
>
> اُستادن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ، ڪراچيءَ ۾، بندر روڊ تي، ٽريننگ ڪاليج طور شاندار عمارت ٺهرايائين. ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج جيڪي 1947ع کان پوءِ واري لڏ پلاڻ ۾ بند ٿي ويا هئا، سي کولرايائين. وڏي ڳالهه ته اعليٰ تعليم جي ترقيءَ لاءِ ڪراچيءَ ۾

سنڌ يونيورسٽي قائم ڪيائين. مسلمان شاگردن جي اعليٰ تعليم لاءِ 'سنڌ مسلم ڪاليج' قائم ڪيائين."

'ماڻهو مٽيادار' عنوان سان مرتب ڪيل هيءُ ڪتاب، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾، پير الاهي بخش مرحوم جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن جي باري ۾ لکيل مضمونن، قاضي اعظم صاحب ڪان ورتل انٽرويو کان سواءِ، پير الاهي بخش مرحوم جي، 1975ع ۾ وفات ڪان پوءِ، سنڌي ۽ اردو رسالن ۽ اخبارن ۾، پير صاحب مرحوم جي وفات جي باري ۾ لکيل ايڊيٽوريل، تاثرات ۽ خبرون پڻ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيون ويون آهن. انهن جو تفصيل هن ريت آهي

| | |
|---|---|
| سنڌي ٻوليءَ ۾ | 28 |
| اردوءَ ۾ | 11 |
| انگريزيءَ ۾ | 6 |
| وڪي اينسائيڪلوپيڊيا تان ڪنيل | 1 |

جملي مواد ۾، سائين جي.ايم.سيد، پير علي محمد راشديءَ جي ڪتابن: 'جنب گذاريم جن سين' ۽ 'اُهي ڏينهن اُهي شينهن' کان سواءِ بين الاقوامي سنڌي دانشور، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان سواءِ، ڊاڪٽر عارف شاهه جيلانيءَ، خالد شمس الحسن، ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ، ڊاڪٽر محمد لائق زرداريءَ، محترم عبدالغفار صديقيءَ ۽ سنڌ جي ٻين سُڄاڻ ماڻهن کان، پير الاهي بخش مرحوم جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي ڌار ڌار مضمون لکرائي، هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ، مرحوم پير الاهي بخش طرفان، حيدرآباد ۾، 11- آڪٽوبر 1954ع تي، 'ون يونٽ' جي سلسلي ۾ ڪوٺايل، سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ ڪيل اُن تقرير کي بہ شامل ڪيو آهي جيڪا مرحوم پير صاحب 'ون يونٽ' جي خلاف ڪئي هئي. مون اڳ ۾ اهو عرض ڪيو آهي تہ 'حيرانيءَ جي ڳالهہ اها آهي تہ پير الاهي بخش مرحوم جي انهيءَ تقرير جو هن کان اڳ، سنڌ جي ڪنهن بہ تاريخ ۾ يا ڪنهن بہ ڪتاب ۾ ذڪر ٿيل ڪونهي، نہ ئي وري ڪٿي اهو ذڪر ٿيل آهي تہ ڪو پير الاهي بخش مرحوم،ون يونٽ مخالفت ڪندڙ اڳواڻن ۾ شامل هو.

اهڙيءَ طرح هن ڪتاب ۾ 'سنڌ ۾ تعليمي اوسر' جي عنوان سان، پير صاحب مرحوم جو، مضمون جي صورت ۾ اڳ لکيل هڪ اهڙو دستاويز به شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ پير صاحب مرحوم، سنڌ ۾ جديد تعليم جي ابتدا ۽ اوسر جو ذڪر ڪيو آهي. هئڻ ته هيئن ڪپندو هو ته ڊاڪٽر عارف شاهه گيلانيءَ جو لکيل مضمون، پير الاهي بخش مرحوم جي مضمون سان شامل نه ڪيو وڃي ها ته جيئن پير صاحب جي 'خود نوشته' حقيقتن جي باري ۾، واضح معلومات ملي سگهي ها. بهرحال هن مضمون ۾، سنڌ ۾ جديد تعليم جي ابتدا ۽ اوسر جي باري ۾، پير صاحب جن خود فرمائين ٿا:

> "انگريزن جي ڪاهه وقت، ٺٽي، بکر، مٽياري، پاٽ ۽ سيوهڻ ۾، يونيورسٽيون هيون، ۽ اُن جي پسگردائيءَ ۾ چار سوَ کن اسڪول هئا. اها حقيقت اڄڪلهه جي تعليمي معيار جي نقطه نظر کان دلچسپ ٿي لڳي."

پير صاحب جن اڳتي لکن ٿا:

> "مسلمانن، جن پنهنجي سلطنت وڃائي هئي، تن اوائل ۾ انگريزن سان تعاون ڪونه ڪيو. ٻئي پاسي کان هندو، نئينءَ حڪومت جو پورو پورو فائدو وٺي، مغربي تعليم ڪي جنبي ويا. ان حقيقت جي خلاف، جڏهن صوبي جي هندن بيحد تعليمي ترقي ڪري، پنهنجيءَ قوم لاءِ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيا، تڏهن سنڌ جي مسلمانن لاءِ ڪوبه تعليمي ادارو ڪونه هو جتي اهي جديد تعليم پرائي سگهن."

خان بهادر حسن علي آفنديءَ کي خراج تحسين پيش ڪندي پير صاحب مرحوم لکن ٿا:

> "خان بهادر حسن علي آفنديءَ جو نالو سنڌ جي مسلمانن جي تعليمي تاريخ ۾ سونهري حرفن ۾ لکيو ويندو، جو پهريون مجاهد هو جنهن اهو محسوس ڪيو ته مسلمان مغربي تعليم نه پرائڻ ڪري، پاڻ کي

آئنده کهڙيءَ تباهيءَ ۾ مبتلا ڪندا؟ جيئن تہ خان بهادر مرحوم ۾ تبليغي جذبو هو، تنهن ڪري پنهنجيءَ قوم جي تعليم ڪان ڪو بيو ڪم وڌيڪ سخت ۽ ڪارائتو نہ ڏنائين ۽ سمجهيائين تہ سنڌين جي سڌاري لاءِ تعليم، سندن اقتصادي، تهذيبي ۽ مذهبي ترقيءَ کان اڳ، پهرين ضرورت آهي.

سنڌ مدرسي، مسلمان قوم لاءِ ڪيئي مشهور نامور شخص پيدا ڪيا، جن بعد ۾ قوم جي بهترين خدمت ڪئي ۽ ان جا محافظ ٿيا. اهڙين مشهور هستين مان قائداعظم محمد علي جناح، غلام حسين هدايت الله، شمس العلماء عمر بن محمد دائود پوٽو، محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، آغا غلام نبي پٺاڻ، محمد يوسف چانديو ۽ سيد ميران محمد شاهہ وغيره شامل آهن. 1933ع ڌاري، هندن ڪي ٽي اعليٰ پيماني تي آرٽس ڪاليج ۽ هڪ انجنيئرنگ ڪاليج هئا. جنهن وقت اجا مسلمان هاءِ اسڪول قائم ڪرڻ لاءِ ٿي سنيريا: بمبئي سرڪار جاٽي بجهي، سنڌ ۾ ڪو ڪاليج قائم ڪرڻ نٿي گهريو. ان وقت سنڌ ۾ ڪوبہ ميڊيڪل ڪاليج يا سيڪنڊري ٽريننگ ڪاليج بہ نہ هو.“

مرحوم پير الاهي بخش، پنهنجي هن دستاويز ۾، ان زماني ۾، سنڌ ۾ تعليم جي حالت جو نقشو چٽيو آهي جنهن زماني ۾ سنڌ اجا بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي، ۽ سنڌ جا قومي اڳواڻ، سنڌ کي بمبئيءَ پريزيڊنسيءَ کان ڌار ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هئا. انهن اڳواڻن ۾ پير الاهي بخش مرحوم پاڻ بہ شامل هو.

پير صاحب جن، پنهنجي هن تاريخي دستاويز ۾، سنڌ جي بمبئيءَ پريزيڊنسيءَ کان ڌار ٿيڻ واري زماني ۾، سنڌ ۾ تعليم جي حالت ۽ ان سلسلي ۾ تعليمي ادارن جا جيڪي انگ اکر پيش ڪيا آهن، اهي ايندڙ

زماني جي محققن لاءِ وڏي مدد ڪري سگهندا. پير صاحب جي لکڻ موجب، ان زماني ۾ تعليمي ادارن جو تعداد هيٺ موجب هو:

| | |
|---|---|
| ”مختلف قسمن جا جملي اسڪول | 3748 |
| اُن زماني ۾ جملي هاءِ اسڪول | 30 |
| اُن زماني ۾ پڙهيل مسلمانن جا انگ اکر | 3.7 سيڪڙو |
| اُنهن هاءِ اسڪولن ۾ شاگردن جو ڪل تعداد | 5661 |
| مختلف ڪاليجن ۾ مسلمان شاگردن جو ڪل تعداد | 350 |

پير صاحب جن جي لکت موجب، ان زماني ۾ سنڌ ۾ فقط اين.اي.ڊي هڪ فني ڪاليج هو.“

جنهن بہ صاحب، ڪوشش ڪري پير صاحب مرحوم جو لکيل اهو دستاويز هٿ ڪري، هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي، ان ڪي جس هجي. ان صاحب، سنڌ جي هن موضوع تي تحقيق ڪندڙن تي وڏو ٿورو ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ هيءُ مضمون هڪ اهڙو مستند دستاويز آهي، جيڪو ان زماني جي وزير تعليم جي قلم مان نڪتو هو، ۽ اهو دستاويز ان زماني واريءَ سنڌ جي تعليمي حالت جو نقشو پيش ڪري ٿو.

اهڙيءَ طرح هن ڪتاب ۾ شامل، ٻيو بہ هڪ اهم دستاويز اهو آهي جيڪو پير صاحب مرحوم جي، 11 آڪٽوبر 1954ع تي، سنڌ اسيمبليءَ جي، حيدرآباد ۾ ’ون يونٽ‘ جي خلاف ڪوٺايل اجلاس ۾ ڪيل اها تاريخي تقرير آهي جيڪا بہ هڪ اهم تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿي. مون اڳ ۾ بہ لکيو آهي تہ حيرانيءَ جي ڳالهہ اها آهي تہ پير الاهي بخش مرحوم جي انهيءَ تقرير جو، هن کان اڳ، سنڌ جي ڪنهن بہ تاريخ ۾ ذڪر ٿيل ڪونهي. مذڪوره تقرير جو، مرحوم پير الاهي بخش جي طرفان تڏهوڪي سنڌ حڪومت کان اُهي مطالبا ڪيا ويا هئا جن لاءِ سنڌ جا قوم پرست اڳواڻ، اڄ بہ پاڻ پتوڙيندا رهن ٿا. اُن زماني ۾، مرحوم پير الاهي بخش، تڏهوڪي سنڌ اسيمبليءَ ۾، ون يونٽ جي خلاف پنهنجي ڪيل تقرير ۾، ان زماني جي وزير اعليٰ کان سنڌ لاءِ جيڪي مطالبا ڪيا هئا، اهي هي هئا:

(1) صوبائي اختيارين جي حدن اندر، سنڌ جا ماڻهو پنهنجين سمورين ملازمتن تي پاڻ قابض هجن.

(2) ملڪ جي دفاعي ملازمتن سميت، سڀني مرڪزي ملازمتن ۾ ڪين، آدم شماريءَ جي لحاظ کان جڳهيون ملڻ گهرجن.

(3) پنهنجي قدرتي ذرائع پيداوار ۽ پنهنجي صنعتي ۽ تجارتي وسائل جي ملڪيت ۽ استعمال، سنڌن ئي مڪمل اختيار ۾ هجن.

(4) اعليٰ کان اعليٰ تعليم، پنهنجي مادري زبان ذريعي ئي حاصل ٿئي.

(5) سمورين سنڌي ڳالهائيندڙ ايراضين (ڪراچي، فيڊرل ايراضيءَ سميت)، جهڙوڪ:
رياست خيرپور، بهاولپور جا ڪي حصا ۽ رياست لسٻيلو وغيره، جيڪي جاگرافيءَ جي لحاظ سان، هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن، تن سڀني جي قومي زندگي، متحده سياسي اجتماعي تي ٻڌل هجي، ۽ ......

(6) ڪيس سمورا سياسي، اقتصادي، ثقافتي ۽ ٻيا حق حاصل هجن، جن تي قوميتن جي خود داري تسليم شده اصولن هيٺ، ڪنهن به مستقل قوميت جو حق جاري ٿي سگهي."

مرحوم پير الاهي بخش صاحب، پنهنجي انهيءَ يادگار تقرير ۾، حيدرآباد ۾، سنڌ اسيمبليءَ جي مذڪوره اجلاس ۾، 11- آڪٽوبر 1954ع تي، ون يونٽ جي مخالفت ڪندي پنهنجيءَ تقرير ۾ فرمايو:

"جناب صدر! هيءُ ريزيوليشن، جنهن تي سڀني گهڻو ڳالهايو آهي، پر آءٌ هڪ ڳالهه ضرور چوندس ته اسان جو آنربل چيف منسٽر صاحب، جو مون کان گهڻو آزمودگار آهي، تنهن کان پڇيو وڃي ته سنڌ جڏهن بامبي سان شامل هئي تڏهن اُن جي ڪهڙي حالت

هئي! جڏهن اُتي سنڌ جا سمجهان ٿو ته 18، 19 ۽ 20 ميمبر هوندا، تن سان ڇا حالت ٿي گذرندي هئي، جا ڪيس چڱيءَ طرح خبر هوندي.
توهان تنهن وقت سنڌ جي حالت ڏسو ها، جڏهن سنڌ بامبي سان شامل هئي ته ان جي حالت بدتر هئي. اسان سان ماٺيجي ماءُ وارو برتاءُ هو، جنهن ڪري اسان جي آنربل چيف منسٽر صاحب، زور شور سان ڪوشش وٺي، سنڌ، بامبي کان الڳ ڪرائي. تنهن ڪري هاڻي به اسان سان ساڳي حالت ٿيندي، جو سنڌي پيا دربدر ٿيندا. تنهن ڪري سنڌ جو عوام، انهيءَ 'هڪ يونٽ' ٿيڻ تي خوش نه آهي. مهرباني ڪري سنڌ جي عوام کان انهيءَ باري ۾ رايو ورتو وڃي، باقي ڏنڊي جي زور تي هيءُ ريزيوليشن پاس نه ڪرايو وڃي. مان اوهان کي چئلينج ڪندس ته سنڌ جو عوام، انهيءَ ڳالھ لاءِ هرگز تيار نه آهي، ڇاڪاڻ ته مان ڀهراڙين ۾ ويو آهيان ۽ مون کي خبر آهي ته سنڌ جو عوام ڪنهن به حالت ۾ 'هڪ يونٽ' ۾ راضي نه آهي.
ٻيو مان اڄ جو مثال اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جيئن مان صبح جو آيس پئي ته رستي تي چانھ جو هوٽل هو، اُتي اچي ويٺس ته هوٽل واري مون کان پڇيو ته اوهان سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر آهيو ڇا؟ مون چيومانس ته تون ڪيئن ٿو چوين؟ تنهن تي جواب ڏنائين ته اڄ اسيمبلي ٿيندي جنهن ۾ 'هڪ يونٽ' جو سوال، بحاليءَ لاءِ پيش ٿيندو، ۽ انهيءَ ڪري سمجهيم ته اوهان به ميمبر آهيو. تنهن تي مون چيومانس ته هائو. مون کي چيائين ته هاڻي توهين وڃو ٿا سنڌ کي ختم ڪرڻ."
پير صاحب، پنهنجيءَ تقرير کي جاري رکندي اڳتي فرمايو:

”سائين منهنجا! سنڌ جي عوام جي اها حالت آهي مگر جي توهان هرويرو زور سان يا ماڻهن کي جيلن ۾ وجهڻ سان، يا پوليس جي زور سان، جنهن جي پهري هيٺ اسان آهيون، ’هڪ يونٽ‘ جي ريزيوليشن پاس ڪرائيندا ته اهو نيڪ نه آهي.“

هن مثال مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته پير الاهي بخش صاحب سميت، سنڌ جي ڪافي بزرگن ۽ پنهنجي پنهنجي دور جي، وڏن وڏن قوم پرست سنڌي اڳواڻن، ان زماني ۾ به سنڌ پرستيءَ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي هئي.

بمبئيءَ کان سنڌ جي ڌار ٿيڻ کان پوءِ، سنڌ ۾ هڪ نئون زمانو آيو، جنهن ۾ سنڌ، مختلف شعبن ۾ ترقي ڪئي. ڏهن سالن کان به وڌيڪ عرصي تائين پير الاهي بخش مرحوم، وزير تعليم جي عهدي تي قائم رهيو. هن زماني ۾، تعليم جي ميدان ۾، سنڌ ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي. 1938ع تائين تعليم کاتو، ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جي نگرانيءَ هيٺ هوندو هو. پير صاحب مرحوم، سنڌ جي تعليم کاتي ۾ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن جو عهدو قائم ڪيو. جنهن تي مرحوم غلام نبي قاضيءَ کي اضافي چارج ڏيئي، مقرر ڪيو ويو. ڪائنس پوءِ، 1939ع ۾، ان جاءِ تي شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي کي مقرر ڪيو ويو.

پير صاحب جن پنهنجي مٿي بيان ڪيل مضمون ۾ فرمايو آهي ته:

”سنڌ جي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ بعد، 1939ع ۾، آءٌ سنڌ سرڪار جو تعليمي وزير بنيس. تعليم جي عام ترقيءَ سان گڏ، مسلمانن جي تعليمي پستيءَ کي ان وقت خاص طور ويچار هيٺ آندو ويو. تعليم لاءِ، خاص ڪري مسلمانن جي تعليم لاءِ ترت ئي هڪ پروگرام رٿيو ويو. انهيءَ پروگرام موجب، 1939ع ۾ ئي، ڇهن مهينن لاءِ زوريءَ تعليم جو قدم کنيو ويو. هر هڪ ضلعي مان، هڪڙو تعلقو زوريءَ تعليم هيٺ آندو

ويو. ان جو اثر اهو ٿيو جو سوين نوان پرائمري اسڪول ڳوٺن ۾ کُلي ويا.

ٻيو قدم اهو سوچيو ويو تہ هر هڪ تعلقي ۾ هڪ سرڪاري هاءِ اسڪول، ۽ هر هڪ ضلعي ۾ هڪ سرڪاري ڪاليج کولجي. زناني تعليم وڌائڻ لاءِ بہ هر هڪ ضلعي ۾ زنانو اسڪول برپا ڪجي. ڪن وڏن شهرن، جهڙوڪ: حيدرآباد ۽ سکر وغيره ۾ زنانا ڪاليج بہ قائم ڪجن. ان موجب، ڪي اسڪول يا ڪاليج نوان کوليا ويا تہ ڪي خانگي ادارن کان ڇڏائي، سرڪاري انتظام ۾ آندا ويا.“

پنهنجي هن دستاويزي مضمون ۾، پير صاحب مرحوم، سنڌ ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ سندس طرفان ڪيل جتنن جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

اڄ ڪلهہ تہ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان، هر سال، 9- اپريل کان 13- اپريل تائين، سنڌ يونيورسٽيءَ جي بانيءَ جو ڏينهن ملهايو ويندو آهي، ۽ ان ڏينهن تي خود وائيس چانسيلر صاحب طرفان سڀني حاضرين کي اهو ٻڌايو ويندو آهي تہ سنڌ يونيورسٽي قائم ڪندڙ علامہ آءِ.آءِ. قاضي صاحب هو، جڏهن تہ سنڌ يونيورسٽيءَ جو باني ۽ سنڌ يونيورسٽي قائم ڪندڙ مرحوم پير الاهي بخش صاحب ئي هو، جنهن جو اعتراف، جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڻ هن ڪتاب ۾ شامل پنهنجي مضمون ۾ ڪيو آهي. پير صاحب جن، پنهنجي انهيءَ مضمون ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ جي باري ۾ فرمائين ٿا:

”سنڌ لاءِ ڌار يونيورسٽيءَ جي ضرورت 1886ع کان محسوس ڪئي پئي وئي، پر هن خيال کي تقويت 1935ع ۾ ملي. 1937ع کان سنڌ لاءِ هڪ ڌار يونيورسٽيءَ جي تجويز مرتب ٿيڻ شروع ٿي. هن مقصد لاءِ تعليمي، انتظامي ۽ مالي پهلوئن تي غور ڪرڻ لاءِ، يونيورسٽيءَ جي ڪاميٽي ناهي وئي. هن ڪاميٽيءَ، 1942ع ۾ هڪ جامع رپورٽ شايع ڪئي ۽

گهٽي تاخير کان پوءِ، 1947ع ۾، سنڌ يونيورسٽي
ائڪٽ پاس ڪيو ويو. ائڪٽ پاس ٿيڻ کان پوءِ،
3- اپريل 1947ع کان سنڌ يونيورسٽيءَ ڪم ڪرڻ
شروع ڪيو. ان وقت جو گورنر، مسٽر. موڊي،
يونيورسٽيءَ جو پهريون چانسيلر، ٿيو؛ سر غلام حسين
هدايت الله پهريون پرو چانسيلر، مسٽر اي.بي.اي
حليم پهريون وائيس چانسيلر ۽ آغا تاج محمد،
پهريون رجسٽرار مقرر ٿيو. سنڌ يونيورسٽي،
ڪراچيءَ ۾ چئن سالن تائين ڪم ڪرڻ کان پوءِ،
9- اپريل 1951ع تي حيدرآباد منتقل ٿي."

هن تاريخي ڪتاب مان اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ پير صاحب مرحوم جا وڏا اصل ڪير هئا، سنڌ ۾ ڪٿان آيا، ڪڏهن آيا، ۽ سنڌ اچڻ کان پوءِ اول ڪٿي اچي آباد ٿيا هئا. هن ڪتاب مان اها بہ خبر پوي ٿي تہ پير الاهي بخش مرحوم پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪهڙين ڪهڙين سياسي پارٽين سان وابسطہ رهيو، ۽ اهڙيءَ طرح هن ڪتاب مان پير صاحب مرحوم جي سهيوڳين، دوستن ۽ احبابن جي باري ۾ بہ مستند معلومات ملي ٿي.

هن ڪتاب مان اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ پير صاحب مرحوم جو شمار، پاڪستان جي بانين ۾ ٿئي ٿو. هن ڪتاب مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ کي، بمبئي پريزيڊنسيءَ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ، سنڌ جي جن اڳواڻن ڪوشش ڪئي هئي، پير الاهي بخش مرحوم بہ انهن اڳواڻن مان هڪ هو.

منهنجي نظر ۾، معلومات سان ڀريل، هيءُ هڪ اهڙو تاريخي دستاويز آهي جنهن مان سنڌ جي ڪافي هندو ۽ مسلمان اڳواڻن جي سياسي زندگيءَ کان سواءِ، ۽ اُن دور جي سياسي ۽ سماجي حالتن جي باري ۾ ڪافي ڄاڻ ملي ٿي، ۽ اُن لحاظ کان هيءُ ڪتاب، سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ تعليم جي تاريخ جي باري ۾، گهٽي ۾ گهٽي ۽ مستند معلومات فراهم ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح هن ڪتاب مان، سنڌ جي

اُن دور جي سياسي اڳواڻن جي شرافت، رواداريءَ ۽ عوام سان سندن رويي جي باري ۾ پڻ معلومات ملي ٿي.

هن ڪتاب جي پڙهندڙن لاءِ آءٌ هيءُ عرض ڪرڻ بہ مناسب ٿو سمجهان تہ پير الاهي بخش مرحوم، هڪ برگزيدو بزرگ رهنما هو جيڪو رٽائر ٿيڻ کان پوءِ واري زماني ۾ بہ، سنڌ جي تعليمي ۽ ثقافتي ادارن ۾ خدمت ڪندڙ نوجوان ڪارڪنن جي، هر وقت ۽ هر لحاظ کان همت افزائي ڪرڻ کي پنهنجو قومي ۽ اخلاقي فرض سمجهندو هو. اُن سلسلي ۾ آءٌ، پڙهندڙن لاءِ هڪ ذاتي مثال پيش ڪرڻ چاهيان ٿو، جنهن جي باري ۾ مون، شروع ۾ هڪ اشاري ۾ اهڙو اظهار بہ ڪيو آهي، ۽ مختلف جلسن وغيره ۾، وڏي احترام سان، انهيءَ واقعي جو ذڪر بہ ڪيو اٿم.

هيءُ اُن زماني جي ڳالهہ آهي جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي، مدر ايلسا قاضي ڪئمپس ۾، يونيورسٽيءَ جي ڪالونيءَ ڏانهن، حبيب بئنڪ وٽان ويندڙ رستي جي چيڙي تي، ماڊل اسڪول واريءَ عمارت ۾، هڪ وڏي ڪمري ۾، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ، پنهنجي انهيءَ نئين نالي سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. اهو 1964-65ع وارو زمانو هو. مرحوم ڊاڪٽر رضي الدين صديقي، تنهن زماني ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر هو، جنهن صاحب، پير حسام الدين راشدي صاحب جي مشوري سان مون کي، سنڌالاجيءَ جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو هو. هن اداري جو سنڌالاجي نالو، سنڌ وارن لاءِ بلڪل نئون هو، البت پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ محترم محمد حنيف صديقيءَ کان سواءِ تاريخ ۽ ثقافت سان دلچسپي رکندڙ ڪي صاحب، جن کي اِنڊالاجيءَ، ايجپٽالاجيءَ ۽ ايرانالاجيءَ جي اهميت ۽ اِفاديت جي خبر هئي، اهڙن اڪابرن کي، سنڌالاجيءَ جي مستقبل ۾ اِفاديت ۽ اهميت جي باري ۾ مڪمل ڄاڻ هئي.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي هن نئين اداري ۾، سنڌ جون، اُن زماني جون قداور علمي، سياسي، سماجي ۽ ثقافتي شخصيتون، جهڙوڪ:

مرحوم پير الاهي بخش، شيخ عبدالمجيد سنڌي، شيخ خورشيد احمد، محترم عبدالعزيز قنڌاري ۽ مرحوم حيدربخش جتوئي، هر مهيني شام جو، ٻه ٻه، يا ٽي ٽي دفعا، منهنجيءَ آفيس ۾ تشريف فرما ٿيندا هئا، ۽ سنڌالاجيءَ ۾ روزانه ٿيندڙ ڪم ۽ اُن جي ترقيءَ، ۽ سنڌالاجيءَ لاءِ مستقبل جي ڌاڙ ڌار پروگرامن جو ڏاڍي شوق سان مطالعو ڪندا هئا، ۽ ان سلسلي ۾ منهنجي رهنمائي پڻ ڪندا رهندا هئا. سنڌ جا اِهي پنج ئي اڳواڻ، يقيناً مستقبل شناس ۽ جهاندیده بزرگ هئا. آءٌ دل جي گهراين سان سندن آجيان ڪندو هوس. اِهي پنج ئي بزرگ، پنهنجي پنهنجي ڀرپور سياسي، سماجي، علمي، ادبي، تاريخي ۽ ثقافتي تجربي واري خزاني مان، هر مهيني، املهه موتي ماڻڪ، خاموشيءَ سان، شعوري طور، داڻو داڻو ڪري، منهنجي خالي جهوليءَ ۾ وجهندا رهندا هئا، ۽ اُن (منهنجيءَ خالي جهوليءَ) کي مالا مال ڪندا ويا. اِنهن بزرگن جي رهنمائيءَ، ۽ اِنهن جي املهه ۽ وسيع تجربي مان، مون جهڙي ادنيٰ جاڻ رکندڙ ماڻهوءَ، جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو، اُهو مون کي نه فقط سنڌالاجيءَ ۾ خدمت ڪرڻ وقت ڪم آيو، پر اِنهن پنجن ئي بزرگن جي رهنمائي، مون کي اسلام آباد ۾ علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ جي ناهڻ ۾ پڻ وڏي مدد ڪئي. اُن کان پوءِ، اِنهن بزرگن جي رهنمائي، مون کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسيلر ٿيڻ واري زماني ۾، ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي وسيع پروگرامن جي ناهڻ ۾ پڻ، رهنمائي ڪئي. انهن جهاندیده بزرگن کان حاصل ڪيل مشورن کي مون، پنهنجي زندگيءَ ۾ رهنما اُصولن طور ڪم آندو، ۽ يقين ڪريو ته انهن بزرگن جي رهنمائيءَ ۾ حاصل ڪيل سبقن، مون کي، پاڪستان جي مٿي ڄاڻايل ادارن جي ناهڻ ۽ انهن ادارن کي ترقيءَ جي منزل تي پهچائڻ ۾ تمام گهڻي رهنمائي ڪئي.

آءٌ چاهيان ٿو ته انهن جهاندیده بزرگن کان، مون کي مليل سبقن مان هڪ سبق آءٌ مثال طور پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪريان:

”هڪ دفعي ڪنهن سنڌي اخبار ۾، سنڌالاجيءَ جي باري ۾، ڪا گمراهه ڪندڙ خبر ڇپي هئي. آءٌ اُن گمراهه ڪندڙ خبر جو، پنهنجي ساٿيءَ ۽ سنڌالاجيءَ جي آفيس اسسٽنٽ، محترم غلام محمد ڀٽيءَ کي جواب لکائي رهيو هوس ته، انهيءَ مهل، مرحوم پير الاهي بخش صاحب جن اچي پڌاريا. هميشه مطابق مون سندن قدمبوسي ڪري، ڪين ويهڻ لاءِ عرض ڪيو. پير صاحب، جيئن آءٌ اڳ ۾ عرض ڪري آيو آهيان ته هڪ جهانديده شخص طور سمجهي ويا ته سندن تشريف آوريءَ وقت آءٌ ذهني طور مشغول هوس. فرمايائون ته: ’نوجوان اڄ ڏاڍا مشغول پيا ڏسڻ ۾ اچو. اوهين پنهنجي ساٿيءَ کي ڪجهه لکائي رهيا هئا شايد!‘ مون جواب ۾ عرض ڪيو ته:

’منهنجا سائين! هن اخبار ۾ سنڌالاجيءَ لاءِ هڪ گمراهه ڪندڙ خبر ڇپي آهي، اُن جو جواب پئي لکايم ته جيئن ماڻهن کي صحيح خبر پئجي سگهي.‘ پير صاحب مرحوم يڪدم فرمايو: ’نوجوان! اهڙين فضول ڳالهين ۾ پنهنجو قيمتي وقت ڇو ٿا ضايع ڪريو؟ ڪنهن جي لاءِ اخبار ۾ اهڙي وضاحت ٿا ڏيو؟ دوستن کي اوهان جهڙي لائق، نيڪ نيت ۽ هن اداري جي لاءِ صبح و شام محنت ڪندڙ ڪارڪن کي وضاحت جي ڪابه ضرورت ڪانهي؛ دشمن اوهان جي وضاحت تي ڪوبه يقين ڪونه ڪندا.‘ پير صاحب جن وڌيڪ فرمايو: ”مسٽر الانا! اوهان کي هن اداري جي مستقبل لاءِ ته وڏو ڪم ڪرڻو آهي. اوهان جي منزل ته اڃا ڪافي پري آهي. اوهان وٽ وقت ئي ڪٿي آهي جو اهڙين فضول ۽ بيڪار ڳالهين جي جوابن لکڻ ۾ ٿا وڃايو. پنهنجي ڪم کي جاري رکو ۽ مسلسل جاري رکو. اهڙين فضول ڳالهين جي جوابن لکائڻ ۾ پاڻ کي نه کپايو؛ اوهان کي ئي هيءُ ادارو ناهڻو آهي جنهن لاءِ وائيس چانسيلر صاحب اوهان جو انتخاب ڪيو آهي. همٿ سان ڪم ڪريو ۽ اڳتي وڌو.“

دنيا جي هن هڪ وڏي آزمودي رکندڙ بزرگ سياستدان ۽ تعليمي ماهر جي انهيءَ نصيحت کي پوءِ، مون پنهنجيءَ سڄي زندگيءَ ۾ هڪ

اُصول بنائي، اُن تي عمل ڪيم، ۽ جن جن ادارن ۾، جنهن بہ عهدي تي خدمت ڪرڻ جو موقعو مليو، اُتي هن اُصول تي قائم رهي، اتي دل لڳائي ڪم ڪيم، ۽ ڪنهن جي بہ فضول تنقيد تي ڪڏهن بہ ڪو ڌيان نہ ڏنم، ۽ هر هنڌ ائين محسوس ڪندو هوس تہ مرحوم پير صاحب هر وقت مون سان اُن اداري ۾ موجود آهي ۽ منهنجي رهنمائي ڪري رهيو آهي.“

متي بيان ڪيل مِثال، مون ڪنهن فرد کي خوش ڪرڻ يا اُن شخص کان ڪنهن ذاتي فائدي وٺڻ لاءِ ڪونہ لکيو آهي، پر آءٌ ايمانداريءَ سان چوان ٿو تہ اهي جملا منهنجي اندر جو آواز آهن، جيڪي وقت بوقت مختلف جلسن ۾ بہ بيان ڪندو رهندو آهيان، ۽ هاڻي پختي يقين سان اهي ئي الفاظ ڪاغذ تي اوريا اٿم تہ جيئن پڙهندڙ انهن مان ڪجهہ حاصل ڪري سگهن.

پير الاهي بخش مرحوم جهڙي باڪمال سنڌ جي سپوت کي، سنڌ جي ماڻهن جيڪڏهن ياد پئي رکيو آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ سندن لائق پوٽي، محترم پير مظهرالحق جي سياسي ۽ سماجي خدمتن ۽ سندس ذاتي شرافت، اخلاق ۽ گُڻن جي ڪري، جيڪي يقيناً پير مظهرالحق صاحب کي سندن ڏاڏي بزرگ کان ورثي ۾ مليا آهن. پير صاحب پنهنجي ڏاڏي بزرگ جي انهن گُڻن کي پاڻ وٽ سانديو آهي ۽ انهن ئي کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد بڻايو آهي. حقيقت ۾ اهو سنڌ جي عوام جو ئي اخلاقي فرض هو تہ اُهي پير الاهي بخش مرحوم جي ڪيل لاانتها خدمتن کي ياد ڪري، مرحوم پير صاحب جا گُڻ ڳائين ها، پر حقيقت اها آهي تہ ورهاڱي کان پوءِ، پاڪستان جي سياست ۾ اها شرافت واري سياست رهي ئي ڪانهي جنهن جو ذڪر پير علي محمد راشدي صاحب ڪيو آهي. ان جو خاص سبب هيءُ بہ آهي تہ ورهاڱي کان پوءِ هيءُ ملڪ، وڏو عرصو بيوروڪريٽس ۽ آمرن جي ور چڙهي وڃڻ سبب، ملڪ جي اُها تاريخ ئي بدلجي وئي. آمريت جي دور وارن حڪمرانن،

ڪوشش ڪري پاڪستان جي تاريخ جا اصلوڪا نشان ۽ پيرا ئي ڊهرائي ڇڏيا، هر طرف آپيشاهيءَ ڪي زور وٺايو ويو، خوشامندڙين ۽ ويڪائو ماڻهن ڪي اڳيان آندو ويو، جن جن بزرگن هن ملڪ جي قائم ڪرڻ لاءِ قربانيون ڏنيون هيون انهن ڪي فراموش ڪيو ويو. هر دور جي سرڪار جي اهڙن قدمن، نوجوانن ڪي تہ باغي بنائي ڇڏيو، ۽ سنڌ جي عوام ڪي تہ اهڙن مسئلن ۾ ۽ ايتري قدر تہ اُلجهائي ڇڏيو جو انهن ڪي ڪجهہ بہ ياد نہ رهيو، انهن جا پنهنجا محسن بہ وسري ويا. نيٺ رب ڪريم جي ڪرم سان هن ملڪ ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي صورت ۾، هڪ اهڙو اڳواڻ پيدا ٿيو جنهن هن ملڪ جي عوام ڪي آواز ڏنو، جنهن اڳواڻ پنهنجي وطن ۽ وطن جي خدمت ڪندڙ اڳواڻن جي باري ۾ عوام ڪي آگاهہ ڪيو، پنهنجن ڪي سڃاڻڻ جي ساڃاهہ ڏني، ۽ پوءِ پاڪستان جو عوام بہ سجاڳ ٿي ويو، عوام جي اکين تان اوندهہ جا پردا هٽي ويا، ۽ عوام جي جڏهن اک کلي تڏهن کين خبر پيئي تہ سنڌ وطن ۾ هن ڪان اڳ ڪهڙا ڪهڙا مٽيادار ماڻهو پيدا ٿي چڪا هئا، جيڪي اعليٰ ڪردار وارا ۽ عظيم انسان هئا، جن تعليم سياست توڙي سماجي مسئلن جي سڌارڻ ۾ وڏيون خدمتون ڪيون هيون، ۽ جن وڏيون وڏيون قربانيون ڏنيون، ۽ انهن بزرگن جي ئي نقش قدم تي هلي، پنهنجي وطن سنڌ ڪي وري، ان جي شاندار ماضيءَ طرف گامزن ڪري سگهجي ٿو، ۽ بقول پير علي محمد راشدي تہ:

> 'جن جي سياست، شرافت ۽ شائستگيءَ واري هئي،
> جيڪي سياست ۾ هڪٻئي جي مخالف هجڻ جي
> باوجود، هڪ ٻئي جي عزت ۾ هٿ ڪونہ وجهندا هئا،
> جيڪي سياست ۾ ذلالت جو مظاهرو ڪونہ ڪندا هئا."

'ماڻهو مٽيادار' عنوان سان مرتب ڪيل هيءُ ڪتاب، نہ فقط سنڌ جي هڪ مٽيادار ماڻهوءَ، مرحوم پير الاهي بخش صاحب جي زندگيءَ جي باري ۾، پڙهندڙن لاءِ ناياب مواد سان ڀريل آهي، پر منهنجيءَ نظر ۾ هيءُ ڪتاب،

سنڌ جي وساريل سياسي، سماجي ۽ تعليم جي تاريخ جي سلسلي ۾، سنڌ جي هر طبقي جي ماڻهوءَ لاءِ، ادب عاليه جهڙي حيثيت ٿو رکي ڇاڪاڻ ته هن ڪتاب ۾ ڪنهن هڪ مٽيادار ماڻهوءَ ڪان سواءِ، سڄي سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ تعليم جي تاريخ بيان ڪئي وئي آهي. مثال طور هن ڪتاب ۾ رڪارڊ ٿيل آهي ته: ”سنڌ جي بمبئيءَ ڪان جدا ٿيڻ ڪان هڪ سال پوءِ، يعني 1937ع ۾، سنڌ جون تعليمي حالتون خاطر خواهه نه هيون، ان وقت پوري صوبي ۾ ڪل چار ثانوي اسڪول هئا. سنڌ ۾ ڪنهن به ڪاليج جو ڪو نانءُ نشان به ڪونه هو. سنڌ يونيورسٽيءَ جو ڪنهن کي به ڪو تصور به ڪونه هو. صوبائي وزير تعليم جي حيثيت ۾. پير الاهي بخش مرحوم، هن يونيورسٽيءَ جو قيام به سندس ئي ڪوششن جي نتيجي ۾ عمل ۾ آيو.“

هن ڪتاب ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته: ”ورهاڱي ڪان پوءِ، سنڌ ۾ سڀ کان وڏو مسئلو مهاجرن جي آبادڪاريءَ جو هو. انهيءَ مسئلي کي جنهن سنجيدگيءَ سان ۽ باقاعدي منصوبا بنديءَ سان، مرحوم پير الاهي بخش صاحب ئي حل ڪيو، اهو سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه يادگار رهندو.“

سنڌي ادبي بورڊ يقيناً مبارڪن جو مستحق آهي جنهن سنڌ جي ماضيءَ جي هڪ اهم دور جي تاريخ کي، هن ڪتاب جي صورت ۾ ڇپائي، پڌرو ڪيو آهي. ظاهري طور هيءُ ڪتاب سنڌ جي هڪ تاريخي ۽ سياسي شخصيت جي باري ۾ آهي، پر حقيقت ۾ هيءُ ڪتاب، سنڌ جي سياسي، سماجي، تعليمي ۽ سنڌ جي ماڻهن جي نفسياتي سوچ جي اهم موضوعن جي مطالعي تي روشني وجهي ٿو، جنهن ۾ سنڌ جي ڪهنه مشق دانشورن، مرحوم پير الاهي بخش جي ڪيل خدمتن کي، پنهنجيءَ سوچ ۽ فڪر جو موضوع بنائي، سنڌ جي گهڻ پهلوءَ تاريخ کي پنهنجي روشن خياليءَ جو موضوع بنايو آهي. سنڌ جي سماجي تاريخ جي هڪ ادنيٰ شاگرد جي حيثيت ۾ آءٌ سمجهان ٿو ته هيءُ ڪتاب، مستقبل جي محققن کي، سنڌ جي تاريخ جي هر موضوع تي تحقيق ڪرڻ ۾ وڏو مددگار ثابت ٿيندو. مثال طور، قاضي محمد اعظم صاحب طرفان، سندس

انٽرويو ۾ جاٽايل هيءُ نقطو تمام گهڻو ڌيان طلب آهي جنهن ۾ قاضي صاحب فرمايو آهي ته:

”ان طرح پير صاحب، ’سنڌ دوستيءَ‘ جي حوالي سان نهايت نمايان ۽ قابل فخر ڪارنامو اهو انجام ڏنو جو سنڌ اسيمبليءَ (حيدرآباد) ۾ 1954ع ڌاري، ’ون يونٽ‘ جي قيام لاءِ بل جي چٽي مخالفت ڪيائين، ۽ ان قدم کي سنڌ دشمن قرار ڏنائين. ان قهري ڪاروائيءَ دوران، ميمبرن تي زور بار آڻي، ڌاڪ ۽ ڌهڪاءَ جو اهڙو ته هيانءُ ڦاڙيندڙ ماحول برپا ڪيو ويو هو، جو اسيمبليءَ جي سمورن ميمبرن مان فقط چار مجاهد اهڙا نڪتا جن انهيءَ سنڌ دشمن قدم کي ننديو ۽ علي الاعلان مخالفت ڪئي، باقي سمورن ميمبرن، بنا چون چرا جي حمايت ڪري، بل پاس ڪرايو. انهن چئن ’سنڌ سينگار شخصيتن‘ ۾، اسان جي پير الاهي بخش صاحب جو نالو چنڊ وانگر روشن ۽ سر فهرست هو، باقي ٽي هئا: رئيس عبدالحميد خان جتوئي، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي ۽ شيخ خورشيد احمد.“

سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ جو واحد ادارو آهي جنهن سنڌ جي هن مٽيادار ماڻهوءَ يعني مرحوم پير الاهي بخش صاحب کي، سندن وفات (1975ع) کان پوءِ، سندن تعليمي، سياسي، ثقافتي، تاريخي ۽ انسان دوستيءَ جي سلسلي ۾ ڪيل خدمتن جي يادگار ڪارنامن سبب ياد ڪري، ’ماڻهو مٽيادار‘ جي عنوان سان هيءُ ’ناياب ۽ تاريخي دستاويز‘، ڪتابي صورت ۾ ڇپائي، سنڌ جي هر طبقي جي ماڻهوءَ، خاص ڪري نئين نسل جي اڳيان آندو آهي ته جيئن سنڌ جو نئون نسل، اهڙن مٽيادار ماڻهن جي ڪيل خدمتن کان واقف ٿئي.

پير الاهي بخش مرحوم جي وفات (1975ع) تي، سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارن ايڊيٽوريل لکيا، ڪالم شايع ڪيا، ۽ پير صاحب مرحوم جي وفات جون خبرون ۽ تاثرات شايع ڪيا. اخبارن ۾ ڇپيل انهن تاثرات ۾، مملڪت خداداد پاڪستان جي ڏهوڪي وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي، مملڪت پاڪستان جي ڏهوڪي صدر چوڌري فضل الاهي، سنڌ جي ڏهوڪي وزيراعليٰ رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ، ڏهوڪي وزيرتعليم محترم عبدالحفيظ پيرزادي، ڏهوڪي صوبائي وزير اطلاعات مير هزار خان بجارائيءَ، ڏهوڪي وزير ٽرانسپورٽ سيد بديع الحسن زيديءَ، ڏهوڪي صوبائي وزير مير عطا حسين ٽالپر، ڏهوڪي صوبائي وزير خوراڪ سيد بشير احمد شاهه ۽ ڏهوڪي صوبائي وزير تعليم، محترم پيار علي الانا جا تاثرات شامل هئا. پر ان زماني گذرڻ کان پوءِ هرڪو ڪنڌ پاسيرو ٿي ويهي رهيو. ايتريقدر جو سندن وفات کان پوءِ، ڪڏهن بہ، مون سميت، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ، پنهنجي هن محسن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي بانيءَ کي ياد بہ نہ ڪيو.

منهنجيءَ نظر ۾ هن ڪتاب جي مرتب جو ڪمال اهو آهي جو هن صاحب، پير صاحب مرحوم جي وفات کان 34 سالن کان پوءِ، اُن زماني جي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن مان، سندن ڪيل خدمتن ۽ ڪارنامن جي باري ۾ ڇپيل تاثرات، خبرون، ڪالم ۽ مضمون چونڊي ۽ گڏ ڪري، پير صاحب مرحوم جي زندگيءَ بابت هڪ ناياب دستاويز جي صورت ۾ شايع ڪيو آهي. مرتب جو ڪمال اهو بہ آهي جو هن کي شايد اها پوري ڄاڻ هئي تہ پير صاحب مرحوم جي باري ۾ اِهو سارو مواد ڪٿان ڪٿان ملي سگهندو! نہ فقط اهو پر مرتب صاحب کي اهو بہ داد ڏيڻ گهرجي تہ هن صاحب اِهي سڀ اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب وغيره هٿ ڪري، انهن مان اهو سارو مواد چونڊ ڪري، ههڙو ناياب ۽ تاريخي دستاويز تيار

ڪري، سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪرڻ جي جسارت ڪئي آھي. منھنجي نظر ۾، مرتب صاحب کي بورڊ طرفان انعام ڏيڻ گھرجي.

ھن ڪتاب جي ٻي خاص اھميت انھيءَ ڪري به آھي ته ھن جي آخر ۾ پير صاحب مرحوم جي زندگيءَ جون اھڙيون ناياب تصويرون به شامل ڪيون ويون آھن جن جي به وڏي تاريخي حيثيت آھي، اھي تصويرون خود ڳالھائين ٿيون ۽ پنھنجي دور جي تاريخ خود بيان ڪري رھيون آھن.

آخر ۾ آءٌ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري صاحب پروفيسر سيد زوار حسين شاھ نقويءَ جن جي ٿورائتو آھيان جنھن ھھڙي تاريخي دستاويز جي مھاڳ لکڻ جي سعادت مون جھڙي گوشه نشين ماڻھوءَ کي بخشي. مون کي يقين آھي ته ھيءُ ڪتاب سنڌ جي تاريخ ۾ وڏو ۽ معلوماتي اضافو آڻيندو.

سنڌي ٻوليءَ جو فدائي
**غلام علي الانا**

حيدرآباد، سنڌ
13- ڊسمبر 2009ع

ميرزا علي محمد بيگ "مظفر"

# عاليجناب پير الاهي بخش کي وزير اعليٰ سنڌ ٿيڻ تي مبارڪباد

ملت جو پاسبان آهي هر آن الاهي بخش
ذيشان الاهي بخش آهي ذيشان الاهي بخش

بيشڪ وزير اعليٰ ٿيو سنڌ جو هيءُ خوب
سلطان الاهي بخش اهي سلطان الاهي بخش

ملڪن ۾ تي رهي آهي مشهور قوم ڳڻ
جنهن سان الاهي بخش آهي جنهن سان الاهي بخش

هڪ نيڪ بخت نيڪ صفت نيڪنام نيڪ
انسان الاهي بخش آهي انسان الاهي بخش

پنهنجي وطن ۽ قوم جي خدمت لئي هر گهڙي
ڪوشان الاهي بخش آهي ڪوشان الاهي بخش

سا ياد رهندي ملڪ جي خدمت جا آهي ڪئي
دل سان الاهي بخش آهي دل سان الاهي بخش

پسمانده قوم جي ٿيو دردن جو بي گمان
درمان الاهي بخش آهي درمان الاهي بخش

سڪو جمائي ملڪ سياست ۾ تي ويو
خاقان الاهي بخش آهي خاقان الاهي بخش

هر ڪنهن جي پئي ٻـ پئي ڪري خدمت سدا تيو
خندان الاهي بخش آهي خندان الاهي بخش

هر عرضدار جي تـ اگهائي تو عرض ڪي
شادان الاهي بخش آهي شادان الاهي بخش

هر حال ۾ علي عـ و محمد صـ تان دائما
قربان الاهي بخش آهي قربان الاهي بخش

شامل دعا سدائين "مظفر" جي باليقين
توسان الاهي بخش آهي توسان الاهي بخش

***

# دعائيہ اشعار

دور هيءُ کهڙو عجب ڏيکاريو چرخ ڪجمدار
دوستن مان ٿيا ڦري اڄ دوست جي ها يار غار

جيڪو دشمن پير الاهي بخش جو آهي ٿيو
يا الاهي بخش هرگز ڪين اهڙو نابڪار

بي گمان حضرت محمد مصطفيٰ صہ تنهنجو حبيب
جنهن جي لئي تو خلق ڪئي دنيا سڄي پروردگار

تنهنجي پياري جي ٿيو امت ۾ هڪڙو نيڪ مرد
سو الاهي بخش مسلم قوم جو خدمت گذار

جو ٿيو سنڌين جو ۽ ٿيو سنڌ جو آ خيرخواهہ
دشمنن جي سو ٿيو اڄ دشمني جو آ شڪار

هن جا دشمن ٿيا منافق جن جو هن سان وير ٿيو
پر ضرر پهچائي سگهندا ڪين هن کي بد شعار

دشمنن جي دام ۾ آ گرچ ڦاٿو آهي اڄ
جنهن منجهان آزاد هن کي خود ڪندو پروردگار

صاف دامن هن جي ٿي ۽ صاف هٿ هن جا ٿيا
هن جي دامن ڪينڪي هرگز ڪڏ ٿي داغدار

قول ۾ ۽ فعل ۾ يڪسان رهيو هر دور ۾
صبر سان ۽ شڪر سان قائم رکئين پنهنجو وقار

دشمنن جا هوش گم ٿيا ٿي ويا سي نيمجان
پير صاحب جي ڏسي محڪم وزارت پائدار

جڏهن ۾ي ميدان ۾ آيو ڪينن ورد زبان
لافتيٰ الا علي لاسيف الا ذوالفقار

يا خدا بهر محمد مصطفيٰ صہ و مرتضيٰ عہ
ڪر زياده اوج ۽ اقبال ۽ عز و وقار

دام دشمن مان رهائي پير صاحب جي ٿئي
از برائي عِترت اطهار يا پروردگار

ٿيا علي عہ ۽ پڻ محمد صہ خود محافظ پير جا
جي ڪندا هن کي ”مظفر“ بر عدوئي نابڪار

***

سُجو جي ساٿيهہ، تہ بہ ونهيئان وتــرو،
گهوريو سو پرڏيهہ، توڙي ڦلن ڇانئيو.
(شاهہ لطيف)

پير الاهي بخش ۽ ڊاڪٽر عارف شاهه گيلاني

# سنڌ ۾ تعليمي اوسر

سرزمين سنڌ مؤرخ لاءِ هڪ نهايت مشڪل مقام آهي. جتي تاريخ ۾ ڪي اهڙا خال آهن، جن کي لکيل دفتر پري ڪين سگهندا. ان حقيقت هوندي به، سنڌ ڪنهن زماني کان اعليٰ تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز رهي آهي، ۽ ان مختلف زمانن ۾ شاندار مقام حاصل ڪيو هو. پر هيءَ سرزمين علم الارض جي مطالعي ڪندڙن لاءِ ڪنهن به قسم جي خبر ڏيڻ کان قاصر آهي، جنهنڪري انهن کي پنهنجي قصي ٺاهڻ لاءِ قياس ۽ گمان کان مدد وٺڻي پوي ٿي.

سنڌ اٽڪل ٽن سؤ سالن تائين عربن جي حڪومت هيٺ رهي خلافت بنو اميه کان پوءِ هيءَ سرزمين مختلف رياستن ۾ ورهائجي وئي، پر ان جي رنگ روپ ۾ ڪنهن به قسم جي تبديلي ڪا نه آئي. ان انتشار ۽ تغير جي زماني ۾ جا تعليم رائج هئي، سا مرتب ٿيل ڪا نه هئي. ملڪ ۾ ڪي ٿورا اسڪول هئا، جي ڪن مخصوص موضوعن تي تعليم ڏيندا هئا.

ماڻهن ۾ اسلام جي تبليغ سمن ۽ سومرن جي ڏينهن تائين زور شور سان جاري رهي ۽ 12 صدي عيسويءَ ۾ لوڌي افغانن جي زماني تائين ملڪ جو آبادگار ۽ زميندار طبقو اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيو. عوام جي اسلام اختيار ڪرڻ ڪري درس تدريس گهڻي قدر ترقي ڪئي. پاڪباز ماڻهو مسجدن، خانقاهن ۽ مدرسن ۾ علم ۽ دين جي اشاعت جو ڪم ڪندا هئا. عربي ۽ پارسي زبان کي تنهن وقت بيحد اهميت ڏني ٿي وئي. اهي زبانون تعليم ڏيڻ جو ذريعو هيون.

اورنگزيب جي وفات (1707ع) کان پوءِ، سنڌ اندروني جهڳڙن ۽ بيروني ڪاهن سببان ڇڃي ياڳا ٿي وئي. پر تنهن هوندي به صاف دل ۽ درويشن ملڪ ۾ علم جو چراغ روشن رکيو، جيتوڻيڪ آهستي ٽمڪندو رهيو، پر ان هوندي به ملڪ کي قدري روشنائي ٿي بخشيائين.

انگريزن جي ڪاهه وقت ٺٽي، بکر، مٽياري، پاٽ ۽ سيوهڻ ۾ يونيورسٽيون هيون. صرف ٺٽي ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ چار سؤ اسڪول هئا. اها حقيقت اڄڪلهه جي تعليمي معيار جي نقطءِ نظر کان دلچسپ ٿي لڳي.

اورنگزيب جي موت کان پوءِ جا تبديلي شروع ٿي هئي، تنهن جي تڪميل انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ سان ٿي. جيئن ته انگريز هوشيار حڪمران هئا، تنهنڪري جا انهن هت پهرين ڳالهه ڪئي، سا هيءَ هئي جو مضبوط ملڪي انتظام قائم ڪيائون.

مسلمانن، جن پنهنجي سلطنت وڃائي هئي، تن اوائل ۾ انگريزن سان تعاون ڪو نه ڪيو. ٻئي پاسي کان، هندو نئينءَ حڪومت جو پورو پورو فائدو ورتو، مغربي تعليم ڪي جنبي ويا. ان حقيقت جي خلاف، جڏهن صوبي سنڌ جي هندن بيحد تعليمي ترقي ڪري پنهنجيءَ قوم لاءِ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيا، تڏهن سنڌ جي مسلمانن لاءِ ڪو به تعليمي ادارو ڪو نه هو، جتي اهي جديد تعليم پرائي سگهن.

خانبهادر حسن علي آفنديءَ جو نالو سنڌ جي مسلمانن جي تعليمي تاريخ ۾ سونهري حرفن ۾ لکيو ويندو، جو پهريون مجاهد هو، جنهن اهو محسوس ڪيو ته مسلمان مغربي تعليم نه پرائڻ ڪري پاڻ کي آئينده کهڙيءَ تباهيءَ ۾ مبتلا ڪندا. جيئن ته خانبهادر مرحوم ۾ تبليغي جذبو هو، تنهنڪري پنهنجيءَ قوم جي تعليم کان ڪو بيو ڪم وڌيڪ سخت ۽ ڪارائتو نه ڏٺائين ۽ سمجهيائين ته سنڌين جي سڌاري لاءِ تعليم، سندن اقتصادي، تهذيبي ۽ مذهبي ترقيءَ کان اڳ، پهرين ضرورت آهي.

سال 1885ع ۾، خانبهادر حسن علي آفندي سنڌ مدرسه بورڊ قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. موجوده سنڌ مدرسو ڪراچي 1- سيپٽمبر 1885ع تي قائم ٿيو، ۽ ان جي عمارت بولٽن مارڪيٽ ۾ هئي، جتي هاڻي بولٽن مارڪيٽ جي ايرندي طرف پرنس هوٽل آهي. سنڌ مدرسي جي موجوده عمارت تنهن وقت قافلهه سراءِ ۾ هئي، جتي اتر کان مال آڻيندڙ قافلا ايندا هئا ۽ آرامي ٿيندا هئا......... ريلوي جي تعمير ٿيڻ کان پوءِ اهو قافلهه سراءِ ويران ٿي ويو، جنهن کي سنڌ مدرسه بورڊ پنهنجي اسڪول لاءِ حاصل ڪيو.

خانبهادر حسن علي آفنديءَ جديد تعليم جي هڪ اسڪيم تيار ڪئي، جنهن موجب سنڌ جي 36 تعلقن مان، هر هڪ تعلقي مان هڪ اميدپريو نينگر ورتو ويو، جنهن جي تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪيو ويو، اسڪول مان ان جي پاس ٿي وڃڻ کان پوءِ، ساڳئي تعلقي مان، سندس جاءِ تي ٻيو نينگر کنيو ويو، ان کان پوءِ اهو دائرو وسيع ڪيو ويو ۽ اسڪول ۾ تعليم جا دروازا سڀ ڪنهن لاءِ کوليا ويا. هن تعليمي اداري مسلمان قوم لاءِ ڪيئي مشهور ۽ نامور شخص پيدا ڪيا، جن بعد ۾ قوم جي بهترين خلمت ڪئي ۽ ان جا محافظ ٿيا. اهڙين مشهور هستين مان قائداعظم محمد علي جناح، غلام حسين هدايت الله، شمس العلماء عمر بن محمد دائودپوٽو، محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، آغا غلام نبي پٺاڻ، محمد يوسف چانڊيو ۽ سيد ميران محمد شاهه وغيره شامل آهن.

هن اداري جي مشهور تعليمي ماهرن جهڙوڪ: مسٽر ٽي.ڊبليو.وائينس، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، خانبهادر ولي محمد حسن علي، خانصاحب مريد علي، مسٽر هئرس، مسٽر اي. ڪي. بروهي، ڪاڪا ڪوٽوال اين.ڊي. ڪاٽريڪٽر، آغا تاج محمد ۽ هن مقالي نويس، خدمت ڪئي. سنڌ جي اهل ثروت طبقي پنهنجي گرانقدر عطين ذريعي هن تعليمي اداري جي سرپرستي ڪئي. خيرپور جي مير فيض محمد خان فراخدليءَ سان سنڌ مدرسي کي مالي امداد ڏني.........

ويهين صدي عيسويءَ ۾ لاڙڪاڻي ۽ نوشهري فيروز شهرن ۾ به مدرسا کوليا ويا، جن قوم جي بهترين خدمت سرانجام ڪئي. اهي ٽئي تعليمي ادارا مسلمانن جي سڌاري لاءِ اوائل کان بنيادي ڪم ڪري رهيا آهن. سن 1933ع ڌاري، هندن کي ٽي اعليٰ پيماني تي آرٽس ڪاليج ۽ هڪ انجنيئرنگ ڪاليج هئا، جنهن وقت اڃا مسلمان هاءِ اسڪول قائم ڪرڻ لاءِ ٿي سنيريا، بمبئي سرڪار جاڻي ٻجهي سنڌ ۾ ڪو ڪاليج قائم ڪرڻ نٿي گهريو. ان وقت سنڌ ۾ ڪو به ميڊيڪل ڪاليج يا سيڪنڊري ٽريننگ ڪاليج نه هو. سنڌ جي بمبئي صوبي کان ڇڄي ڌار ٿيڻ وقت تعليمي حالت هيٺئين نموني هئي:

مختلف قسمن جا جملي 3748 اسڪول هئا. ان وقت پڙهيل مسلمانن جا انگ اکر 3.7 سيڪڙو هئا. ان وقت جملي 30 هاءِ اسڪول

هئا، جن ۾ 5661 شاگر هئا. مختلف ڪاليجن ۾ مسلمان شاگردن جو تعداد صرف 300 هو. مسلمانن لاءِ وظيفو نعمت سمجهيو ويندو هو. ان وقت فقط هڪ فني ڪاليج، اين.اِي.ڊي ڪاليج هو.

بمبئيءَ کان سنڌ جدا ٿيڻ کان پوءِ هڪ نئون زمانو آيو، جنهن ۾ سنڌ مختلف صورتن ۾ ترقي ڪئي. ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصي تائين پير الاهي بخش وزير تعليم جي عهدي تي قائم رهيو. هن عرصي ۾ تعليم جو ترت واڌارو ٿيو. 1938ع تائين تعليم کاتو ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جي نظر هيٺ هوندو هو، ان کان پوءِ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشنس جو عهدو قائم ڪيو ويو، جنهن تي مرحوم غلام نبي قاضيءَ کي اضافي چارج ڏيئي رکيو ويو. ڪانئس پوءِ، سال 1939ع ۾، اها جاءِ سندس شاگرد، شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي پري، جنهن صاحب پنهنجيءَ ڪوشش سان تعليم ۾ ڪايا پلٽي.

ان وقت سرڪاري هاءِ اسڪولن ۾ مسلم ۽ هندو شاگردن جو سيڪڙو 60 ۽ 40 رکيو ويو. ان عرصي ۾ ابتدائي تعليم اجا ترقي ڪئي. ميونسپالٽيون ۽ ضلعي لوڪلبورڊ، جي هيل تائين تعليم سان هٿ چراند ڪنديون هيون، تن کي تعليم تي ضابطي رکڻ کان محروم ڪيو ويو. لازمي ابتدائي تعليم سنڌ ۾ رائج ڪئي وئي، ۽ ملا اسڪولن ۽ زناني تعليم کي همٿايو ويو.

ملا اسڪول سنڌ جا مخصوص تعليمي ادارن جا وارث ۽ جانشين آهن، جي اسڪول اوائلي زماني ۾ مسجدن ۾ صوفي، درويشن ۽ ٻيا انسانذات جا گهٽو گهرندڙ هلائيندا هئا. هنن اسڪولن ۾ تعليم جو دائرو ابتدائي پڙهڻ، لکڻ ۽ ديني تعليم تائين محدود آهي. اهي ادارا اختياريءَ وارن جي توجهه ۽ حفاظت کان سواءِ هليا آهن. انگريزن جي آمد کان پوءِ فارسي زبان جي بدران سنڌيءَ ٻوليءَ دفتري زبان جي جاءِ ورتي، جنهنڪري مٿينءَ گهرج کي پوري ڪرڻ لاءِ سنڌي اسڪولن پنهنجي نصاب ۾ سنڌي پڙهائڻ رائج ڪيو. 1886ع ۾ ملا اسڪولن کي نهايت سادن ۽ آسان شرطن تي گرانٽون ڏنيون وينديون هيون، انهيءَ شرط تي تہ سندن نصاب ۾ سنڌي هڪ لازمي موضوع هوندي. سال 1889ع ۾ ان وقت جي سنڌ جي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر اهي سڀ شرط

۽ پابنديون لاهي ڇڏيون، ۽ ملا اسڪولن جي داخلا لاءِ صرف قرآن مجيد جي تعليم ڏيڻ لازمي قرار ڏنو.

سال 1901ع ۾، مسٽر رائيٽ انهن اسڪولن کي گرانٽ ڏيڻ لاءِ واضح پاليسي مرتب ڪئي. سندس مقصد هو تہ ملا اسڪولن ۾ سڌارو آڻي، ڪين ابتدائي اسڪولن ۾ تبديل ڪيو وڃي. سندن پڙهائيءَ جو نصاب تيار ڪيو ويو ۽ سندن گرانٽ هر هڪ ڪلاس ۾ انفرادي شاگرد جي هوشياريءَ آهر رکي وئي. مسٽر عبدالحق جي ڪوشش سان سرڪار ملا اسڪول کوليا. هاڻي ملا اسڪول، مُلن جا خانگي اسڪول آهن، جي هيٺين شرطن تي امدادي گرانٽ وارن ادارن طور داخل ٿيل آهن:

(1) اُهي ابتدائي تعليم جي مرتب ڪيل نصاب جي پوئواري ڪندا.
(2) قرآن مجيد جي تعليم ڏيندا.
(3) هڪ حاضريءَ جو ڪِتاب رکندا، جنهن ۾ سراسري ماهوار حاضري، ڇوڪرن جي حالت ۾ 15 ڇوڪرا، ۽ ڇوڪرين جي حالت ۾ 10 ڇوڪريون، هوندي، ۽ اسڪول لاءِ ڪافي جاءِ مهيا ڪندا.

انهن اسڪولن صوبي جي دور دراز حصن ۽ ان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ابتدائي تعليم پکيڙڻ جي سلسلي ۾ بيش بها خدمتون سرانجام ڏنيون آهن.

قرآن شريف جو پڙهڻ ۽ برزبان ڀڌائڻ، ابتدائي خواهہ ملا اسڪولن ۾ لازمي آهي.

موجوده وقت ابتدائي تعليم هيٺيان ادارا ڏيئي رهيا آهن:

(1) سرڪاري پرائمري اسڪول.
(2) ملا اسڪول.
(3) خانگي پرائمري اسڪول ۽ مدرسا.
(4) تسليم شده پرائمري اسڪول ۽ مدرسا.

ويهين صدي عيسويءَ جي شروعات کان وٺي ابتدائي تعليم جو انتظام ۽ ضابطو صوبائي سرڪار ۽ لوڪل باڊيز، جن کي سرڪار امداد ڏئي ٿي، تن جي هٿ هيٺ آهي. سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ کان اڳ ابتدائي لازمي تعليم صرف هڪ تعلقي لاڙڪاڻي ۾ رائج ڪئي وئي

هئي. جيتوڻيڪ سرڪار ساريءَ سنڌ ۾ ابتدائي تعليم لازمي ڪرڻ تي گهري، پر ان ڏس ۾ 1940ع تائين ڪو عملي قدم نہ ڪنيو ويو. جلد ئي، تقسيم کان پوءِ، سنڌ پرائمري ايجوڪيشن ائڪٽ تحت، سرڪار ابتدائي تعليم جو ضابطو پاڻ ڪنيو. نئين دستور مطابق ضلعي لوڪلبورڊون لوڪل فنڊ جو 10 ڀاڱي 3 حصو (10/3) پرائمري اسڪولن هلائڻ لاءِ ڏين ٿيون. ميونسپالٽيون سرڪار کي پرائمري اسڪولن تي ٿيل خرچ جو اٽڪل اڌ حصو پرين ٿيون.

ابتدائي لازمي تعليم جي اسڪيم سال 1938ع ۾ شروع ڪئي وئي هئي، ۽ هينئر هر سال ٿن تعلقن ۾ رائج ڪئي پيئي وڃي. هن سال [1954ع] صوبي جي 2 ڀاڱي 3 حصي (2/3) ۾ لازمي پرائمري تعليم رائج ڪئي ويندي.

سنڌي ۽ اردو زبانون پرائمريءَ کان مٿي جي اسڪولن جي نصاب جو لازمي جزو آهن. اردو اڳي ئي صوبي جي هڪ خطي جي ٻولي هئي، پر تقسيم واري عرصي کان پوءِ اهو ضروري سمجهيو ويو تہ سنڌي اسڪولن ۾ اردو رائج ڪئي وڃي، جيئن ماڻهن ۾ يڪسانيت پيدا ٿئي. سن 1953ع ۾، ابتدائي ڪاميٽيءَ ۽ تربيت جي ادارن جا نصاب بدلايا ويا.

## ثانوي تعليم:

1939ع تائين ثانوي تعليم متعلق سرڪار جي پاليسي اها هئي تہ ڪن ضلعن جي شهرن ۾ مثال طور هاءِ اسڪول کوليا وڃن، ۽ باقي ثانوي تعليم خانگي ڪوشش تي ڇڏي وڃي، جنهن کي سرڪاري امداد ملندي هئي. پر هيءَ ڳالهہ محسوس ڪري تہ ثانوي تعليم مسلمانن ۾، خاص ڪري ڳوٺاڻن علائقن ۾، ترقي ڪانہ ڪندي، سرڪار هيٺيان سڌارا رائج ڪيا:

(1) ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ اسڪول کولڻ ۽ آهستي آهستي انهن کي وڌائي هاءِ اسڪول ڪرڻ.
(2) ڪن هاءِ اسڪولن جو ضابطو پنهنجي هٿ ڪڻڻ.
(3) سرڪاري پراويڊنٽ فنڊ قائم ڪرڻ، جيئن اهو عملي ڪي ڇڪي تہ ماستريءَ جو پيشو اختيار ڪن.

(4) نوان اسڪول کولڻ.
(5) پگهار جي اسڪيل ۾ واڌارو ڪرڻ، ۽
(6) وظيفن ۾ اضافو ڪرڻ.

خانگي مهم ڪي همٿائڻ لاءِ تہ اُهي وڏيڪ ثانوي اسڪول کولين، سرڪار امدادي گرانٽ جو سيڪڙو وڌايو آهي. سرڪار ثانوي اسڪولن ۾ پڻ لازمي فوجي تعليم رائج ڪئي.

## اعليٰ تعليم:

هاڻي سنڌ ۾ 15 ڪاليج آهن. موجوده وقت 5 غيرسرڪاري ڪاليج آهن، جن کي سرڪار امداد ڏيندي آهي. غريب شاگردن کي ڪاليجي تعليم ڏانهن آڻڻ لاءِ وظيفا ۽ فري شپون ڏنيون وڃن ٿيون. سنڌ جي مشهور ڪاليجن جي مختصر تاريخ هيٺينءَ ريت آهي:

## گورنمينٽ ڪاليج، حيدرآباد:

هن ڪاليج ڇهن سالن جي عرصي ۾، جڏهن کان سنڌ سرڪار پنهنجي قبضي ۾ ڪنيو آهي، خاصي ترقي ڪئي آهي. جڏهن اهو ڪاليج سنڌ سرڪار پنهنجي قبضي ۾ ڪنيو هو، تڏهن ٿورو عملو ۽ مس سؤ کان مٿي شاگرد هئا. پر هينئر اهو صوبي جومکيہ تعليمي ادارو آهي، جنهن ۾ علوم و فنون جي مختلف موضوعن تي امتيازي درجي تائين پڙهائڻ جو انتظام آهي.

سال 54-1953ع ۾ شاگردن جو تعداد وڌي 755 تائين پهتو. ڪيترن شاگردن کي پهرئين سال سائنس جي ڪلاس ۾ داخلا ملي نہ سگهي. هن سال هن ڪاليج ۾ پاڙهيندڙ عملو گڏريل سال جي عملي کان ٻيڻو آهي. ڪاليج ۾ 3 پروفيسر، 3 ليڪچرار، ۽ 7 ڊمانسٽريٽر هن سال مقرر ٿيا. تنهن کان سواءِ آرٽس سيڪشن ۾ 3 نوان ليڪچرار رکيا ويا.

## اين. جي. وي هاءِ اسڪول، ڪراچي:

انگريزن سنڌ 1843ع ۾ فتح ڪئي، ۽ سن 1847ع ۾ ان کي بمبئي صوبي سان گڏي ڇڏيائون. نئينءَ حڪومت کي انگريزي ڄاڻندڙ ماڻهن جي ضرورت پيئي، جي ملڪ جو انتظام رکي سگهن.ان ڪري، سال 1853ع ۾، هيءُ انگريزي اسڪول ڪراچيءَ ۾ برپا ٿيو، جنهن سان

صوبي ۾ ثانوي تعليم جي ابتدا ٿي. سيني سرڪاري ڪاتن ۾ جاين پرڻ لاءِ انگريزي ڄاڻندڙ مرهٽن کي گهرايو ويو. ڪراچيءَ جي هن انگريزي اسڪول جو پهريون هيڊماستر مهاديو شاستري هو. ڪيس هن صوبي ۾ سخت ڪم ڪرڻو پيو، جنهن جي ٻوليءَ ۽ رسم الخط کان هو غير واقف هو. هيءَ ڳالهه دلچسپي کان خالي نہ آهي، تہ صاحب موصوف ۽ ڊاڪٽر پنڊارڪر جو حيدرآباد جو هيڊماستر هو، نہ صرف نئينءَ ٻوليءَ جو، رواجي ڪم ڪار سرانجام ڏيڻ جي لحاظ کان مطالعو ڪيو، پر ان تي پورو پورو عبور حاصل ڪيائون.

انهن ڏينهن ۾ سنڌ جا تعليمي ادارا هڪ جداگانہ آفيس جي سپرد ڪين هئا، پر هڪ روينيو کاتي جو عملدار اهو ڪم بہ سر انجام ڏيندو هو. ڪيس مدد ڏيڻ لاءِ هڪ ديسي آفيسر، ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جي عهدي جو ڏنو ويو هو. مسٽر نارائڻ جڳننات وئديہ اهو پهريون شخص هو، جو هن عهدي تي فائز ٿيو، ۽ سال 1872ع تائين رهيو. سال1874ع ۾، سنڌس ديهانت ٿيڻ کان پوءِ، سنڌس تعليمي خدمات جو اعتراف ڪندي، ڪراچي هاءِ اسڪول جو نالو، سنڌس يادگيريءَ ۾، "نارائڻ جڳننات هاءِ اسڪول" (اين . جي هاءِ اسڪول) رکيو ويو. سنڌس پوٽي، سي. ڊي ويديہ بئريسٽر، سنڌ سرڪار کي گذارش ڪئي تہ سنڌس ڪٽنب جو نالو "ويديہ" پڻ اسڪول جي نالي ۾ شامل ڪيو وڃي، جا گهر سرڪار قبول ڪئي، ۽ سن 1939ع کان اسڪول جو پورو نالو "نارائڻ جڳننات ويديہ (اين.جي.وي) هاءِ اسڪول" رکيو ويو.

بعد ۾ هن اسڪول مشهور تعليمي ماهرن- جهڙوڪ: جي.ڊبليو.سي.مين، آءِ.اِي.ايس؛ مسٽر پي.سي.رين؛ مسٽر ڊبليو.گريو، ايم.اي، بي . ايس سي، آءِ.اِي.ايس ۽ مسٽر ايچ.اي.سدارنگاڻي، ايم.اي، آءِ. اِي.ايس.جي رهبريءَ هيٺ ڪافي ترقي ڪئي.

جڏهن ڪراچيءَ ۾ ڊو ميڊيڪل ڪاليج جاري ڪيو ويو، تڏهن مٿئين اسڪول جي عمارت انهيءَ اداري کي ڏني وئي.

انهيءَ ڪري، 1948ع ۾، اسڪول ڪٽي موجوده جاءِ تي آندو ويو، جتي اهو هينئر هلايو وڃي ٿو.

سال 1952ع کان سنڌي ڇوڪرن لاءِ 5 پرائمري ڪلاس هن اسڪول سان شامل ڪيا ويا.

هي اسڪول، فيڊرل تختگاهه ۾، شاگردن کان گهٽ ۾ گهٽ في وٺي ٿو، ۽ غريب ۽ مستحق شاگردن کي 5 سيڪڙو فري شپ ڏئي ٿو. ان کان علاوه، ان ۾ ڪيئي شاگرد، ڇوڪرا خواهه ڇوڪريون آهن، جن کي وظيفا ملي رهيا آهن.

هن اسڪول جي خصوصيت هيءَ آهي جو هتي مشترڪ تعليم جو سرشتو رائج آهي، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ 6 ماسترياڻيون به مقرر ٿيل آهن. هن اسڪول جو موجوده هيڊماستر مسٽر شمشاد مرزا آهي.

## سنڌ گورنمينٽ ڪامرس ۽ اڪانامڪس ڪاليج، ڪراچي:

هن ڪاليج جو پايو 1945ع ۾ پيو. اصل اسڪيم هيءَ هئي ته هن ڪاليج لاءِ ڌار عمارت تعمير ڪجي، جنهن کي پنهنجي هڪ هاسٽل به هجي. پر اها تجويز عملي صورت وٺي نه سگهي، ۽ ڪاليج بلڊنگ جي هڪ گوشي ۾ هلي رهيو آهي. جاءِ جي تنگيءَ سببان شاگردن جو تعداد 300 تائين محدود رکيو ويو آهي. هيءُ ادارو اگرچ ننڍو آهي، پر تمام مضبوط بنياد تي بيٺل آهي، ۽ هن ۾ بي. ڪام ڊگريءَ تائين تعليم ڏني وڃي ٿي.

## گورنمينٽ گرلس ڪاليج، حيدرآباد:

هيءُ ڪاليج 1953ع ۾ وجود ۾ آيو. هن ڪاليج کي عارضي طور، پيلي رنگ واريءَ هڪ عاليشان عمارت ۾ هلايو پيو وڃي، جا قيام پاڪستان کان اڳ مشهور هئي.* هن ڪاليج پنهنجي ننڍڙيءَ ڄمار ۾ ئي

* گورنمينٽ گرلس ڪاليج حيدرآباد هن وقت سينٽرل جيل وٽ پنهنجيءَ نئين عمارت ۾ هلي رهيو آهي، جنهن ۾ هاسٽل به آهي. (ادارو)

نصاب سان تعلق رکندڙ کمن خواهہ ٻين سرگرمين ۾ ڪافي ترقي ڪئي آهي..... تعليم وٺندڙن جي جسماني واڌاري تي خاص ڌيان ڏنو وڃي ٿو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ڪاليج جي احاطي اندر مختلف رانديون- جهڙوڪ: بئڊمنٽن، ٿروبال، بئسڪيٽ بال، رِنگ ٽينس وغيره ڪيون وڃن ٿيون. هن ڪاليج تازو انٽرڪالجئيٽ راندين ۾ حصو ورتو.

هن ڪاليج ۾ گهرو هنرن جي سکيا کي بہ هڪجهڙي اهميت ڏني وڃي ٿي، جي هڪ جديد تهذيب جي ڇوڪريءَ کي لازمي طورسکڻ گهرجن.

هن ڪاليج جي تاريخ جي اهم واقعن مان هڪ آهي اوپر پاڪستان جي خير سگالي وفد جي آمد، جنهنڪري هن ڪاليج جي ڇوڪرين کي اوڀر پاڪستان جي ڀينرن سان متعارف ٿيڻ ۽ انهن سان تبادلهٔ خيال ڪرڻ جو موقعو مليو.......

## سرورية اسلاميہ ڪاليج، هالا:

سرورية اسلاميہ ڪاليج جو پايو سنڌ جي هڪ بيمثال فرزند ۽ تعليم سان بي انتها محبت رکندڙ شخص، مرحوم مخدوم غلام حيدر صديقي سال 1951ع ۾ وڌو.

مخدوم محمد زمان صاحب ”طالب الموليٰ“، پنهنجي چاچي مخدوم غلام حيدر صديقيءَ جي وفات کان پوءِ، ”ايجوڪيشن سوسائٽي، هالا“ جو صدر ٿيو. سرورية ڪاليج هن سوسائٽيءَ جي زير سايي هلي رهيو آهي. هيءَ وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو مخدوم محمد زمان، پريزيڊنٽ ايجوڪيشن سوسائٽي، هالا، هڪ سال جي قليل عرصي اندر ڪاليج کي ايڏو تہ بام عروج تي رسايو آهي جو ڪاليج جي باني‌ڪار، مرحوم غلام حيدر جي تمنائن جي عين مطابق، هن ڪاليج ڊگري ڪاليج جي حيثيت حاصل ڪئي آهي.

## ڊي. جي سنڌ گورنمينٽ سائنس ڪاليج، ڪراچي:

هيءُ سنڌ جو هڪ قديم ترين ادارو آهي، جنهن جو بنياد 1887ع ۾ وڌو ويو. اوائل ۾ هيءُ آرٽس ۽ سائنس جو هڪ مشترڪ ادارو هو. سنڌ سرڪار

هن ڪاليج کي 20 جون 1948ع ۾ پنھنجي ضابطي هيٺ آندو، جنهن کان پوءِ آرٽس جو شعبو بند ڪيو ويو، ۽ هاڻي فقط سائنس سيڪاري وجي ٿي.

هن ڪاليج ۾ سائنس جي پھرئين سال کان وٺي بي. ايس سي جي ڪلاس تائين هڪ هزار کان بہ وڌيڪ شاگرد تعليم وٺي رهيا آهن. جولاءِ 1953ع کان، ڪراچي يونيورسٽيءَ هن ڪاليج ۾ پوسٽ ٽريننگ بہ شروع ڪئي آهي.

گنڊيل انٽرميڊيئيٽ سائنس جي يونيورسٽي امتحان ۾ هن ڪاليج جا 15 شاگرد فرسٽ ڪلاس ۾ آيا. راندين ۾ بہ ساڳيءَ طرح هن ڪاليج کي سال 52-1951ع ۽ 1953-1954ع لاءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ جو چئمپين قرار ڏنو ويو. سال 54- 1953ع ۾ هن ڪاليج ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ڪرڪيٽ، ترڻ ۽ ٽيبل ٽينس جي مقابلن ۾ امتيازي حيثيت حاصل ڪئي.

## سي. ائنڊ. ايس. گورنمينٽ ڪاليج، شڪارپور:

جڏهن کان سنڌ سرڪار هن ڪاليج کي پنھنجي ضابطي هيٺ آندو آهي، تڏهن کان هيءُ ڪاليج، ڪجھ وقت جي مايوسيءَ بعد، نھايت تيزگاميءَ سان ترقي ڪري رهيو آهي. 49- 1948ع ۾ شاگردن جو تعداد 48 هو، پر پنجن سالن جي قليل عرصي ۾ وڌي وڃي400 تائين پھتو. شاگردن جي تعداد وڌڻ ڪري، سنڌن تعليم ۽ صحت جو معيار بہ نسبتاً بلند ٿيو آهي. سيڪاريندڙ عملو بہ تجربيڪار ۽ فاضل استادن تي مشتمل آهي، جي انتھائي خلوص ۽ جانفشانيءَ سان ڪم ڪن ٿا ۽ ڪم کي ئي زندگيءَ جو بھترين انعام سمجھن ٿا. ڪاليج جي زندگيءَ جي مختلف پھلوئن ۾ باهمي محبت ۽ يڪجھتي نمايان نظر اچي ٿي.

هن ڪاليج جي آرٽس شعبي ۾ بي. اي. (آنرس) تائين، ۽ سائنس شعبي ۾ انٽر سائنس تائين تعليم ڏني وڃي ٿي.

ڪاليج يونين، جا شاگردن جي وڏي ۾ وڏي بادي آهي، سا سيني معاشرتي ۽ ثقافتي سرگرمين جو سرچشمو آهي. هن جماعت جي زير سايي قومي ۽ بين الاقوامي اهميت جا ڏينھن ملھايا وڃن ٿا. عام دلچسپيءَ جي

ڳالهين ۾ بحث مباحثا ٿين ٿا، ۽ ملڪ جي مختلف حصن جي دوري جا پروگرام مرتب ڪيا وڃن ٿا. ڪاليج جيمخانو به ٻين سرگرمين ۾ پوئتي پيل نہ آهي. مختلف قسمن جون رانديون ڄاڻو ماڻهن جي نظرداريءَ هيٺ سيکاريون وڃن ٿيون. مسٽر اي. ڪي بروهي هن ڪاليج جو جهونو شاگرد آهي.

**شاهہ عبداللطيف گورنمينٽ آرٽس ڪاليج، ميرپورخاص:**

هيءُ ڪاليج 1952ع ۾ کليو، ۽ ڊگري ڪاليج جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهي. هيءُ هڪ خانگي اداري جي حيثيت سان شروع ٿيو هو، پر سنڌ سرڪار هن کي آگسٽ سال 1953ع ۾ پنهنجي ضابطي هيٺ آندو. هيءُ ادارو هاڻي سرڪار جي ضابطي هيٺ آهي.

"شاهہ عبداللطيف ايجوڪيشنل سوسائٽي،" ڪيترائي تعليمي ادارا هلائي رهي آهي، جن مان مکيہ آهي: سٽي آرٽس ڪاليج، حيدرآباد: سوسائٽيءَ جو صدر، سيد حاذق علي، نهايت دلچسپيءَ سان ڪم ڪري رهيو آهي.

حيدرآباد ۾ هڪ ٻيو، نذرت ڪاليج آهي، جو امريڪن مِشن طرفان، فقط ڇوڪرين لاءِ هلايو وڃي ٿو. هيءُ ادارو سنڌ يونيورسٽيءَ سان ملحق آهي، جنهن ۾ بي. اي آنرس ۽ انٽرميڊيئيٽ سائنس تائين تعليم ڏني وڃي ٿي. ڪوششون ڪيون پيون وڃن، تہ جيئن گهرو هنرن ۽ جاگرافيءَ جي تعليم رائج ڪري ڪاليج ۾ وڏي پيماني تي تعليم ڏني وڃي.

**سنڌ يونيورسٽي:**

صوبو سنڌ، جاگرافيائي حالتن، ثقافتي خصوصيتن، زبان ۽ ادب جي رجحانن، تاريخي روايتن ۽ اقتصادي تقاضائن جي نقط نگاهہ کان هڪ ڌار حيثيت رکي ٿو، ۽ صوبي ۾ يونيورسٽيءَ جي ضرورت 1886ع کان محسوس ڪئي پئي ويئي. پر هن خيال کي تقويت 1935ع ۾ ملي، جڏهن سنڌ جي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ وقت، گورنمينٽ آف انڊيا طرفان بوڪاميٽي ناهي ويئي هئي. سنڌ لاءِ ڌار يونيورسٽيءَ جي تجويز، 1937ع کان مرتب ٿيڻ شروع ٿي. آخرڪار تعليمي، انتظامي ۽ مالي پهلوئن تي غور ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي. هن ڪاميٽيءَ 1942ع ۾ هڪ جامع

رپورٽ شايع ڪئي. ۽ گهڻيءَ تاخير کان پوءِ، 1947ع ۾ 'سنڌ يونيورسٽي ائڪٽ' پاس ڪيو ويو. ائڪٽ پاس ٿيڻ کان پوءِ، يونيورسٽيءَ 3-اپريل1947ع کان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ان وقت جو گورنر مسٽر موڊي، يونيورسٽيءَ جو پهريون چانسيلر ٿيو. سر غلام حسين پهريون پرو چانسيلر، مسٽر اي. بي. اي حليم پهريون وائيس چانسيلر، ۽ آغا تاج محمد پهريون رجسٽرار ٿيو. انهيءَ کان پوءِ سٽت ئي مختلف باڊيون، جهڙوڪ: سينيٽ، سنڊيڪيٽ، اڪئڊمڪ ڪائونسل، فئڪلٽيز، ۽ ٻيون مختلف باڊيون وجود ۾ آيون.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي قائم ٿيڻ کان ٿورو ئي وقت پوءِ، بدليل حالتن جي مدنظر، نوان ڪورس۽ نصاب مرتب ٿيڻ شروع ٿيا.

ڪراچي ۾ چئن سالن تائين ڪم ڪرڻ کان پوءِ، 9-اپريل 1951ع تي، علامه آءِ.آءِ. قاضيءَ ڪي وائيس چانسيلر بنائڻ بعد، سنڌ يونيورسٽيءَ جا هيڊڪوارٽر، ڪراچيءَ جي سنڌ کان ڌار ٿيڻ ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪراچي يونيورسٽي' قائم ٿيڻ تي، حيدرآباد ڏانهن منتقل ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح، يونيورسٽي سنڌ جي مرڪزي هنڌ تي پهچي ويئي. هيءَ هڪ خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو انهيءَ تبديليءَ سببان علمي ماحول ۾ هڪ هماهمي پيدا ٿي پيئي، تعليمي ماهرن جي دلچسپين ۾ اضافو ٿيو ۽ علمي ذوق رکندڙ ماڻهن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. هاڻي اها ڪوشش ٿي رهي آهي ته جيئن صوبي جي تعليمي ضرورتن کي منهن ڏيڻ لاءِ نوان ڪاليج ۽ اسڪول کوليا وڃن.

## پوسٽ گريجوئيٽ ٽريننگ:

پوسٽ گريجوئيٽ تعليمي شعبن قائم ڪرڻ ڪري، يونيورسٽيءَ جي توسيع کي تيز تر ڪيو ويو. هن وقت اهڙن شعبن جو تعداد ڪل 15 آهي.

## يونيورسٽيءَ سان ملحق ٿيل ادارا:

يونيورسٽيءَ سان ملحق ٿيل ادارن جي تعداد ۾ تمام تڪڙو اضافو ٿيو آهي. انهيءَ جو سبب هيءُ آهي جو ڪاليجن ۽ اسڪولن جي تعداد ۾ تمام تڪڙو اضافو ٿيو آهي. 1947ع ۾ اهي وڌي وڃي 12 ٿيا. ساڳيءَ طرح، 1947ع ۾ 20 هاءِ اسڪول هئا، پر 1954ع ۾ وڌي وڃي 53

ٿيا. يونيورسٽي اختياريءَ وارا تعليم جي طريقي ۽ معيار کي سڌارڻ ۽ بلند ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيا آهن.

**نصاب:**

مئٽرڪ جي نصاب سان تعلق رکندڙ اسڪيم جا ڪيتري وقت کان زير غور هئي، سا نہ صرف مڪمل ٿي ويئي آهي پر گذريل اپريل کان رائج پڻ ڪئي ويئي آهي.

**لائبرري:**

لائبرريءَ ۾ چڱي توسيع ڪئي ويئي آهي، ۽ منجهس سيني مکيہ موضوعن ۽ مضمونن تي ڪتاب مهيا ڪيا ويا آهن، جي يونيورسٽيءَ جي پوسٽ گريجوئيٽ شعبن جي ضرورتن کي پورو ڪري سگهن ٿا. هن لائبرريءَ ۾ ڪل 20022 ڪتاب آهن، ۽ انهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا ڪتاب آهن، جي مختلف ماڻهن طرفان عطيو ڪيا وڃن ٿا.

**رانديون:**

جسماني تربيت بہ اهڙي ئي ضروري آهي، جهڙي دماغي تربيت. سنڌ يونيورسٽي اختياريءَ وارا مختلف ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ جي شعبن جي استادن ۾ رانديون جا مقابلا ڪرائي، سندن همت افزائي ڪري رهيا آهن.

**تقريرون ۽ تقريبون:**

شاگردن جي تعليم ۽ تربيت سان گڏوگڏ، اهو پڻ ضروري ڄاتو ويو آهي تہ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کان عوام کي پڻ باخبر رکيو وڃي. يونيورسٽيءَ جي زير اهتمام ۽ وائيس چانسيلر علامہ آءِ. آءِ قاضيءَ جي زير نگراني هڪ اسلامڪ اسٽڊيز سوسائٽي قائم ڪئي ويئي آهي، ۽ علامہ آءِ.آءِ قاضي هر آچر تي سامعين کي پنهنجي زرين خيالن سان نوازيندو آهي.* ويجهڙائيءَ ۾ تقريرن جي انهيءَ پروگرام ۾ معمولي تبديلي آندي ويئي آهي ۽ آچر بدران جمعي ڏينهن شام جو تقريرون ٿينديون آهن.

---

* علامہ صاحب 14- اپريل 1968ع ۾ وفات ڪري ويو. (ادارو)



دادو: شهيد ذوالفقار علي ڀٽو، جناب عبدالحميد جتوئي، جناب مير رسول بخش خان
ٽالپر ۽ جناب پير الاهي بخش صاحب، پنهنجي دادو واري بنگلي ۾ شهيد ڀُٽي جي
اعزاز ۾ ڏنل ڊنر جي موقعي تي (1970ع)



دادو: جناب عبدالحميد جتوئي صاحب، جناب پير الاهي بخش صاحب،
شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب ۽ جناب مير رسول بخش ٽالپر (1970ع)



جناب پير الاهي بخش صاحب پنهنجي هڪ دوست سان گڏ




لبنان: جناب پير الاهي بخش صاحب بيروت جي دوري تي اتان جي رهنمائن سان گڏ



جناب پير عبدالقادر شاهه جيلاني عراقي سفير سان جناب پير الاهي بخش صاحب جن
حج تي وڃڻ کان اڳ ملاقات ڪري رهيا آهن



جناب پير الاهي بخش صاحب مطالعو ڪري رهيا آهن



شاهپور چاڪر: جناب پير الاهي بخش صاحب جن هڪ عملدار سان گڏ



شاهپور چاڪر: جناب پير الاهي بخش صاحب جن هڪ عملدار سان گڏ



ملڪ حق نواز جي ڈنل پارٽيءَ ۾
جناب پير الاهي بخش صاحب ۽ ٻيا ويٺل آهن (09- فيبروري 1959ع)



جناب مير غلام علي خان ٽالپر (ٽنڊو محمد خان)، جناب پير الاهي بخش صاحب،
خان صاحب محمد اعظم شيخ، جناب سيد محمد علي شاهه صاحب ۽ ٻيا هڪ تقريب ۾



جناب پير الاهي بخش صاحب جن هڪ تقريب ۾ شرڪت لاءِ اچي رهيا آهن
مير غلام علي خان ٽالپر ۽ ٻيا ساڻن گڏ آهن.



جناب پير الاهي بخش صاحب عملدارن سان گڏ بيٺل آهن




ڊڪڻ: جناب پير الاهي بخش صاحب 1938ع ۾ ڪوٺايل هڪ ڪارنر تقريب
کي خطاب ڪري رهيا آهن



ڪراچي: جناب پير الاهي بخش صاحب، جناب مخدوم غلام حيدر صاحب(هالا) ۽ ٻيا هڪ تقريب ۾ ويٺل آهن



دادو: جناب عبدالحميد جتوئي صاحب، جناب پير الاهي بخش صاحب، شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب
۽ جناب مير رسول بخش ٽالپر خوشگوار موڊ ۾ (1970ع)

**ڊگريون:**

سنڌ يونيورسٽيءَ جي ايم. بي. بي. ايس، ڊگري پاڪستان جي ميڊيڪل ڪائونسل تسليم ڪئي آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جون سيئي ڊگريون ۽ امتحان پاڪستان جي سڀني يونيورسٽين تسليم ڪيا آهن (پنجاب کان سواءِ، ڪجهہ ڪنهن امتحان تسليم نہ ڪيا آهن). هندستان جي اڪثر يونيورسٽين پڻ، باهمي بنيادن تي، سنڌ يونيورسٽيءَ جون ڊگريون ۽ امتحان تسليم ڪيا آهن. سنڌ يونيورسٽيءَ جون ڊگريون برطانيا ۽ آمريڪا جي مکيہ يونيورسٽين پڻ تسليم ڪيون آهن.

**سنڌ يونيورسٽي پريس، اسٽورس ۽ بڪ ڊپو:**

سنڌ يونيورسٽي بڪ ڊيپو ۾ شاگردن لاءِ ناياب ۽ ضروري ڪتاب مهيا ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي پريس ۽ اسٽور سيڪشن قائم ڪيا ويا آهن. اُميد ڪئي ٿي وڃي تہ هيءَ پريس يونيورسٽي پروگرامن کي ڪامياب بنائڻ ۾ چڱي مدد ڏيندي.

**يونيورسٽيءَ جي شهر ٻڌڻ جي اسڪيم:**

لوئر براج ۽ ڪوٽڙي ريلوي اسٽيشن جي وچ واريءَ ايراضيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شهر ٻڌڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هڪ اسڪيم مرتب ڪئي ويئي آهي، جنهن تي 6،30،00،000 رپيا خرچ ٿيندا.......

1936ع تائين، سنڌ بمبئي پرڳڻي سان ڳنڍيل هئي. سنڌ جو سمورو ڪاروبار بمبئيءَ مان هلايو ويندو هو.انتظامي معاملن سان گڏ، سنڌ جي تعليم جو واسطو بہ بمبئيءَ سان هو. سنڌ ۾ يونيورسٽي ڪانہ هئي، ۽ سيئي امتحان بمبئي يونيورسٽي وٺندي هئي. ان جو ئي نصاب هلندو هو. مسلمان هر ڪنهن معاملي ۾ پوئتي پيل هئا، تن کي تعليم جي معاملي ۾ دلچسپي بہ گهٽ هئي. هندو ان باري ۾ اڳرا هئا، تنهنڪري نوڪرين تي بہ سندن قبضو هو. تعليم کاتي جا وڏا عملدار هندو هئا. هندو ۽ شاهوڪارن جي تعليمي دلچسپيءَ سبب، سندن پنهنجا هاءِ

اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيل هئا. سنڌ ۾ سرڪار پاران ڪاليجي تعليم جو ڪوبہ بندوبست ڪونہ هو- يعني ڪوبہ سرڪاري ڪاليج سنڌ ۾ ڪونہ هو. ثانوي تعليم لاءِ سرڪار جا صرف چار هاءِ اسڪول سڄيءَ سنڌ ۾ هئا- شڪارپور، نوشهروفيروز، ميرپور خاص، ۽ چوٿون ڪراچيءَ جو اين. جي. وي هاءِ اسڪول، باقي هاءِ اسڪول سڀ هندن جا هئا. هندن جا سنڌ ۾ ٽي ڪاليج هئا- ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾. ان ريت، مسلمانن جي اعليٰ تعليم جو ڪوبہ بندوبست ڪونہ هو- ايستائين جو ڪراچيءَ جي ڪاليج ۾ غير مسلم ڇوڪريون بہ مسلمان ڇوڪرن کان گهٽيون هيون. زناني تعليم تہ مسلمانن ۾ بلڪل نہ هجڻ جي برابر هئي. ابتدائي تعليم جا اسڪول بہ گهٽو ڪري وڏن شهرن ۾ هئا، تنهنڪري انهن جو گهڻو فائدو وري بہ هندن کي هو. هندن جي ڀيٽ ۾ مسلمان ٻار اتي بہ اٽي ۾ لوڻ مثل هئا. انهيءَ صورتحال کي ڏسندي، ”سنڌ محمدن ايديوڪيشنل ائسوسيئيشن“ بمبئي سرڪار تي زور آندو تہ سنڌ ۾ مسلمانن جي تعليم لاءِ مُلا اسڪول کوليا وڃن. مُلا اسڪولن جو سلسلو ڪجهہ وقت ڪاميابيءَ سان هليو، پر اعليٰ تعليم تي ان جو ڪوبہ اثر نہ پيو. مسلمان ساڳيءَ ريت تعليم ۾ پٺتي رهيا، ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ بہ هندو زور پوندا ويا.

سنڌ جي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ بعد، 1939ع ۾، آءٌ سنڌ سرڪار جو تعليمي وزير بڻيس. تعليم جي عام ترقيءَ سان گڏ، مسلمانن جي تعليمي پستيءَ کي ان وقت خاص طور ويچار هيٺ آندو ويو. مسلمان پنهنجي زندگي ڪيئن سڌارين، جئن اهي ملڪ جي انتظام ۽ ٻين ترقيءَ جي ميدانن ۾ مقابلي جهڙا ٿين، تنهن لاءِ منجهن تعليم جو شوق جاڳائڻ، ڪين گهر ويٺي تعليم جون سهولتون ميسر ڪري ڏيڻ، ۽ سندن لاءِ اعليٰ تعليم جا خاص وسيلا پيدا ڪرڻ ضروري هو. انهن ڳالهين کي بنياد بنائي، مسلمانن جي تعليم لاءِ ترت ئي هڪ پروگرام رٿيو ويو. انهيءَ پروگرام موجب، 1939ع ۾ ئي، ڇهن مهينن لاءِ زوريءَ تعليم جو قدم کنيو ويو. هر هڪ ضلعي مان هڪڙو تعلقو زوريءَ تعليم هيٺ

آندو ويو. ان جو اهو اثر ٿيو جو سوين نوان پرائمري اسڪول ڳوٺن ۾ کُلي ويا.

ٻيو قدم اهو سوچيو ويو تہ هر هڪ تعلقي ۾ هڪ سرڪاري هاءِ اسڪول، ۽ هر هڪ ضلعي ۾ هڪ سرڪاري ڪاليج کولجي. زناني تعليم وڌائڻ لاءِ بہ هر هڪ ضلعي ۾ زنانو هاءِ اسڪول برپا ڪجي، ڪن وڏن شهرن- جهڙوڪ: حيدرآباد، سکر، وغيره ۾ زنانا ڪاليج بہ قائم ڪجن. ان موجب ڪي اسڪول يا ڪاليج نوان کوليا ويا، تہ ڪي خانگي ادارن کان ڇڏائي سرڪاري انتظام ۾ آندا ويا.

سنڌ مدرسہ بورڊ جو آءٌ پريزيڊنٽ هوس. 1943ع ۾، مون سنڌ مسلم ڪاليج قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. 21 جون تي، قائداعظم محمد علي جناح ان جو افتتاح ڪيو. سندس اچڻ کان اڳ، بورڊ جي ميمبر مسٽر حاتم علوي صاحب وچي ڪيس چتايو تہ دراصل مدرسہ بورڊ وٽ ڪاليج لاءِ پيسا آهن ئي ڪين، پير صاحب جذباتي ماڻهو آهي، سو متان اوهان جي توهين ٿئي. جڏهن آءٌ جناح صاحب کي افتتاح لاءِ وٺڻ ويس، تہ هن اها ڳالهہ ڪري ٻڌائي. مون ڪيس چيو تہ اوهين خيرن سان هلو، هڪ لک رپيا آءٌ انشاءَ الله اوهان کي اُتي ئي ڪري ڏيندس. قائداعظم منهنجي انهيءَ جذبي کي ساراهيو، ۽ پوءِ افتتاح مهل پاڻ اول پنج هزار رپيا ڪاليج فنڊ ۾ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. ان ريت ٻين کي بہ ترغيب ٿي، ۽ 85 هزار رپيا ٽڏي تي ڪنا تي ويا. پوءِ هو هن ڪاليج کي زور وٺائڻو، تنهن لاءِ مختلف سهولتون پيدا ڪيون ويون. مثال طور، مون سرڪيولر ڪڍيو تہ جيڪي بہ سرڪاري ملازم هن ڪاليج ۾ تعليم وٺڻ گهرن، تن کي صبح جو ستين کان ڏهين تائين موڪل جي سهولت ڏني ويندي. ڪيترن وڏن ماڻهن کان 20-20 رپين جون پنجاهي ڪن اسڪالرشپون وٺي، مستحق شاگردن کي ڏنيون ويون. سرڪاري اسڪالرشپون بہ هن ئي ڪاليج ۾ پڙهندڙن لاءِ مخصوص ڪيون ويون. سيد غلام مصطفیٰ شاهہ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش قاضي ۽ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي جهڙا

چونڊ ماڻهو ڪاليج جا ليڪچرار ٿيا. سيد غلام مصطفيٰ شاهه پوءِ انگلنڊ ويو ۽ موٽي اچڻ تي 10-11 سال هن ڪاليج جو پرنسيپال ٿي رهيو، ۽ هن وقت سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد جو وائيس چانسيلر آهي. پويان ٿي ماڻهو به سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ مختلف شعبن جا سربراهه آهن- ڊاڪٽر بلوچ تعليم جي شعبي جو، ڊاڪٽر قاضي زبانن جي شعبن جو، ۽ ڊاڪٽر هاليپوٽو اسلاميات جي شعبي جو. سنڌ ۾ مسلمانن جو اهو پهريون ڪاليج هو. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي ڪي بمبئيءَ ڪان گهرائي، ڊي.پي.آءِ ڪيو ويو، جنهن صاحب تعليم جي انهيءَ پروگرام ۾ دل و جان سان حصو ورتو ۽ سرگرمي ڏيکاري. اپريل 1940ع ۾، لياريءَ ۾ سنڌ مدرسي جي شاخ کولي وئي. لارينس روڊ تي، فاطمه جناح گرلس اسڪول قائم ٿيو، جنهن 1961ع ۾، ترقي ڪري، انٽرميڊيئيٽ گرلس ڪاليج جي حيثيت ورتي. ان جو افتتاح مس فاطمه جناح ڪيو هو، ۽ قائداعظم به آيو هو. 1947ع ۾ سنڌ مسلم لا ڪاليج قائم ٿيو. اهي سڀ سنڌ مدرسه بورڊ جا ادارا آهن.

1947ع ۾، ڪراچي ڊوميڊيڪل ڪاليج ۽ سڪرنڊ ۾ ايگريڪلچر ڪاليج کوليا ويا. ايگريڪلچر ڪاليج پوءِ سڪرنڊ مان ٽنڊي جام آندو ويو. حيدرآباد جي لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي رٿا منهنجي دور ۾ ٿي، ۽ پيٽاري ۾ ڪيڊٽ ڪاليج جي اڏاوت شروع ٿي هئي. هالا ۾ مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب جو قائم ڪيل سروري اسلاميه اسڪول ۽ ٽنڊي باگي ۾ مير خدا بخش خان ٽالپر جو قائم ڪيل اسڪول سرڪار جي انتظام هيٺ آندا. 1951ع ۾، هالا ۾ سروري اسلاميه آرٽس اسڪول کوليو ويو، جنهن جو بنيادي پٿر مون رکيو. انهيءَ ۾ پوءِ سائنس جي پڙهائي به شروع ڪئي. حيدرآباد جو نور محمد هاءِ اسڪول اڳي بمبئي سرڪار جو هو. مرحوم نور محمد، جيڪو بمبئي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هو، تنهن اهو اسڪول سرڪار ڪان ورتو.

هندن جي لڏي وڃڻ ڪان پوءِ، سنڌن ڪاليجن جون عمارتون اسان کي ڪم آيون. جنهن عمارت ۾ هينئر ايس. ايم آرٽس ڪاليج آهي، تنهن ۾ هندن جي ايڊيوڪيشن بورڊ جو آرٽس ڪاليج هو. ايس. ايم لا ڪاليج

کي هندن جي لا ڪاليج جي عمارت ۾ آندو ويو، ۽ مينارام هاسٽل سائنس ڪاليج کي ڏني ويئي.

هاڻوڪي جناح ڪورٽس واري هاسٽل جي بلڊنگ، 1933ع ۾، مسلمانن جي تعليمي بورڊ چندو ڪري ٺهرائي هئي. بورڊ جو چيئرمن، سنڌ جو ڪمشنر هوندو هو. هاسٽل جو نالو پهرين سر ليسلي ولسن هو. سر ليسلي ولسن تڏهن گورنر هو. خانبهادر الله بخش مرحوم سنڌ جو وڏو وزير هو، ۽ هو هاسٽل لاءِ ٽرسٽي بورڊ جو چيئرمين هو. هن صاحب اهو چندو ڪٺو ڪيو. مڪيہ عمارت جي پويان ٺهيل تعميرات ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت ملٽريءَ ڪرائي هئي. جنگ جي زماني ۾ سڄي هاسٽل ملٽريءَ لاءِ خالي ڪرائي ويئي هئي. جنگ ختم ٿيڻ بعد، اسان ايس. ايم بورڊ طرفان ٽيهن هزارن ۾ اهي ملٽريءَ جون ٺهرايل بئرڪون خريد ڪري ورتيون.

**بالغن جي تعليم واريءَ مهم ننڍن ننڍن ڳوٺن تائين تعليم جي سٺي سُٽس پيدا ڪئي. ڇهن مهينن تائين، هر هڪ ضلعي جي هڪ هڪ تعلقي ۾ اِها ڪاروائي شروع ڪئي ويئي. ڊي. پي. آءِ. جي معرفت، ڪليڪٽرن ۽ مختيار ڪارن جي مدد سان، ڳوٺن ۾ سينٽر کوليا ويا. ڪي نوان ماستر، تہ ڪي واڌو الائونس سان پراڻا ماستر ان ڪم لاءِ مقرر ڪيا ويا، جيڪي ڇهہ ئي مهينا وچي ڳوٺن ۾ رهيا. درس گهڻو ڪري مسجدن ۾ هلندو هو. مسجد نہ هئي تہ ماستر جو ڪم هو اتي مسجد جوڙي، نماز بہ پڙهائي تہ اکر بہ، اسين، تعليم کاتي وارا، مختيارڪارن کي ساڻ ڪٺي نڪتاسين ٿي. ڏاڍا لطيفا ٿيندا هئا. وڏيءَ ڄمار وارا مرد ۽ ٻُڍڙيون مايون مزيدار گفتا ٻڌائيندا هئا_ اڃيءَ ڏاڙهيءَ ۾ تا اسان کي جاهل سمجهي پڙهائين! پلا، زائفون ڇو پڙهن؟ پَڪن گهڙن کي تا ڪَنا پون! بهرحال، انهيءَ سان نئون روح ڦوڪجي ويو. امتحان ٿيا، نتيجا نڪتا، ۽ انعام ورهايا ويا- انهن مڙني جو اثر چڱو ٿيو، ۽ تعليم جو پيغام پري تائين پڄي ويو.**

سکر ۾ جڏهن بالغن جي تعليم جي اها مهم هلي، تڏهن، 1939ع ۾، ڪليڪٽر ڪوناوالا جي سربراهيءَ ۾، عام چندو ڪري، ان جي يادگار طور، لٽريسي ٽاور نهرايو ويو. آءٌ جيئن تہ تعليم جو وزير هوس، تنهنڪري ان تي منهنجو نالو رکيو ويو.

انگريز سرڪار ان وقت تائين سنڌ ۾ فقط ويهن رپين جون 12اسڪالرشپون ڏينديي هئي. ميڊيسن، ايگريڪلچر ۽ انجنيئرنگ لاءِ ڪابہ اسڪالرشپ مخصوص نہ هئي. ڇوڪرين لاءِ بہ اسڪالرشپ ڪانہ هئي. مون سنڌ سرڪار کان 12 اسڪالرشپن مان وڌرائي اڌائي سو ڪرايون، ۽ هر هڪ جي رقم بہ ويهن مان وڌائي 30 رپيا ڪرائي. سنڌ سرڪار ڇوڪرين لاءِ 40-40 رپين جون 20 اسڪالرشپون جدا منظور ڪيون. انجنيئرنگ ڪاليج لاءِ 20 اسڪالرشپون، 50 رپين جي هر هڪ، اهڙي طرح ميڊيڪل ۽ ايگريڪلچر ڪاليجن لاءِ بہ منظور ڪيون.

ڪاليجن سان گڏ اسان هاسٽلن جي سهولت لازمي ڪئي، تہ جيئن شاگرد ٻاهران اچي پڙهي سگهن. مون کي بيحد خوشي آهي تہ سنڌ کي پنهنجي يونيورسٽي منهنجي وقت ۾ ملي. يونيورسٽيءَ جي ضرورت اسان ابتدا ۾ ئي محسوس ڪئي هئي، پر اها عين پاڪستان جي بنجڻ واري زماني ۾ وجود ۾ اچي سگهي. سنڌ يونيورسٽيءَ لاءِ جيڪو بل تيار ڪيو ويو، تنهن ۾ سينيٽ تي مسلمانن جي نمائندگي آدم شماريءَ جي بنياد تي ڏيڪاريل هئي. هندن کي ان تي اعتراض ٿيو، ۽ سنڌ جي ٿڏهوڪي گورنر، مسٽر ڊو، وٽ وفد وني ويا تہ هتي تعليمي ادارن ۾ بہ ڄٽڪو راج قائم ڪيو پيو وڃي. هڪ ڏينهن مسٽر ڊو مون کي چيو تہ اوهين هن نئين يونيورسٽيءَ جو نالو سنڌ يونيورسٽيءَ بدران مسلم يونيورسٽي چو نٿا رکو؟ مون چيو، آءٌ خوشيءَ سان ائين ڪندس، جو تہ مسلمان 80 سيڪڙو ڍلون ڏين، پوءِ بہ ڪين پنهنجيءَ تعليم جون واڳون هٿن ۾ نہ هجن، اها بي انصافي ٿيندي. گورنر صاحب کي اها ڳالهہ نہ آئڙي، سو ڇهہ مهينا بل پاڻ وٽ رکي ڇڏيائين، جيڪو پڻ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪرڻو هو. 1947ع ۾ جڏهن ـــ نئون گورنر ٿي آيو، تڏهن هن صاحب بل منهنجي حوالي ڪيو،

جيڪو اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو ويو. هندو ميمبر سڀ واڪ آئوٽ ڪري ويا، بل اسيمبليءَ منظور ڪيو.

سنڌ يونيورسٽي پهرين ڪراچيءَ ۾، اپريل 1947ع ۾، اين.جي.وي.هاءِ اسڪول واريءَ بلڊنگ ۾ شروع ٿي. آغا تاج محمد، جيڪو ڊيپوٽيشن تي خيرپور رياست ۾ تعليم جو ڊائريڪٽر هو، تنهن کي واپس گهرائي يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار ڪيو ويو. وائيس چانسيلر ٿيڻ لاءِ ڊاڪٽر سرضياءُ الدين عليگڙهه يونيورسٽيءَ جي ٺڍوڪي پرو-وائيس چانسيلر کان ماڻهوءَ جي گهر ڪيم-تنهن مسٽر اي.بي. اي حليم ڏنو، جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون وائيس چانسيلر ٿيو. هو ٽيستائين رهيو، جيستائين ڪراچي سنڌ سان رهي. 1948ع ۾ ڪراچي سنڌ کان ڌار ٿي، ۽ پوءِ ڪراچيءَ کي جدا يونيورسٽي ڏني وئي. ان ڪري، 1951ع ۾، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد ڪجي ويئي، ۽ علامه آءِ. آءِ قاضي ان جو وائيس چانسيلر بڻيو.

[ماهوار "نئين زندگي" جون- جولاءِ 1970ع]

*

پير الاهي بخش

# تحريڪ آزاديءَ جا سنڌ ۾ آثار

سر سيد احمد خان آزاديءَ جي تحريڪ کي "اينگلو اورينٽل ڪاليج" جي بنياد رکڻ سان شرع ڪيو، جو پوءِ وڌي "عليگڙهه مسلم يونيورسٽي" بڻيو. چيو ويندو هو تہ "جيڪا ڳالهه عليگڙهه اڄ سوچي ٿو، سا ڳالهه سڀاڻي سارو هندستان سوچيندو." مسلم يونيورسٽي ورهاڱي کان اڳ وڏي اهميت حاصل ڪري چڪي هئي. جيئن هندستان ۾ مسلمانن جا سڀ مکيہ اڳواڻ ۽ رهبر ان جا شاگرد هئا، تيئن سنڌ جا اڪثر مکيہ ماڻهو "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچيءَ جي پيداوار آهن.

سنڌ ۾ سر سيد احمد خان جي آزاديءَ جي تحريڪ بہ عملو اثر پيدا ڪيو. هن نموني تي جناب حسن علي آفنديءَ ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسة الاسلام جاري ڪيو. جهڙيءَ طرح سر سيد احمد خان 'آل انڊيا مسلم ايجوڪيشنل ڪانفرنس" برپا ڪئي هئي، ۽ اخبار رستي ان جا مول ۽ مقصد ملڪ جي اڳيان رکيا هئا، تهڙيءَ طرح "سنڌ محمدن ائسوسيئيشن" بہ هت برپا ٿي، ۽ اخبار ذريعي ماڻهن کي سجاڳ ڪيو ويو. جيئن سر سيد احمد خان جي ساٿي مولانا حاليءَ "مسدس حالي" لکي مسلمانن کي سنڌن براين کان آگاهہ ڪيو، تيئن حسن علي آفنديءَ جي ساٿيءَ، رئيس شمس الدين "بلبل"، "رحيما لطيف" لکي، ۽ مولانا الله بخش "ابوجهي" "مسدس ابوجهو"نئين زندگي- مارچ، 1969ع ۾ لکي، ساڳيو ڪم ڪيو. هندستان ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس آزادي حاصل ڪرڻ جي ڪم کي لڳي، تہ سنڌ ۾ وري " هوم رول تحريڪ" جناب غلام محمد صاحب ڀرڳڙيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ، ۽ 'امن سڀائي' سيد الهندي شاهہ ڏيري واري جي سرڪردگيءَ هيٺ، اها ڪوشش ٿيڻ لڳي. شمس الدين "بلبل" ميهڙ وارو، شاهہ صاحب جي ساٿي ۾ هو. هوم رولين جو خيال هو تہ هندن سان هٿ هٿ ۾ ملائي آزادي حاصل ڪجي؛ ۽ امن سڀاين جو ارادو هو تہ اول انگريزن جي مدد سان هندن سان هڪجهڙائي حاصل ڪري، پوءِ آزاديءَ لاءِ لڙجي، ڇاڪاڻ تہ هنن

نٿي چاهيو تہ انگريزن جي غلاميءَ مان نڪري هندن جي اڪثريت هيٺ اقليت ٿي رهون. اسان جي "خلافت تحريڪ"، جا سن 1919ع ۾ بمبئيءَ مان اٿي انهيءَ جو مقصد هو تہ سنڌيءَ طرح "ڊئريڪ ايڪشن" سان آزادي حاصل ڪجي، ۽ ان جو ٻنهي سان واسطو نہ هو. هوم رولين جي حمايت ۾ "اخبار الامين" هئي، جنهن جا ايڊيٽر جناب محمد هاشم "مخلص" ۽ شمس الدين "بلبل" مرحوم هئا.

جناب حسن علي آفنديءَ سنڌ مدرسو قائم ڪري، سنڌ جي مسلمانن ڪي مغربي تعليم جي وسيلي سجاڳ ڪيو، ۽ سيد الهندي شاهہ، نوشهري فيروز ۾ انگريزي مدرسو قائم ڪيو، جو هينئر هاءِ اسڪول جي صورت ۾ هلندو اچي ٿو. "بلبل" مرحوم ميهڙ ۾ انگريزي مدرسو برپا ڪيو، جو پڻ هينئر هاءِ اسڪول جي صورت ۾ هلندو اچي ٿو. مدرسي جو پهريون هيڊ ماسٽر مسٽر هاساسنگ هو، جنهن مان ظاهري آهي تہ امن سيائي هندو-مسلم تعصب کان آزاد هئا. ٽيون اهڙو اسڪول پٿوري ۾ جناب غلام نبي شاهہ برپا ڪيو، جنهن جي عاليشان جبل جهڙي عمارت اجا بہ موجود آهي، پر افسوس جو پٿوري ۾ اسڪول هلي نہ سگهيو، ۽ ان کي شفٽ ڪري ميرپور خاص ۾ آندو ويو. سنڌ جي مسلمانن جي جديد تعليم اهڙي طريقي سان شروع ٿي.

سنڌ ۾ خلافت جو مکيہ مرڪز دادو هو، جتي مکيہ ڪارڪن جيوڻ شاهہ، ميان محمد هاشم ميمڻ ۽ حاجي محمد يعقوب هئا. ميان محمد رمضان درزي پهريون ماڻهو هو، جو هن تحريڪ ۾ جيل ويو، ۽ اهو بہ دادوءَ جو هو. خلافتي اجا بہ پراڻي جذبي سان سنڌ ۾ عام جام موجود آهن.

[ "نئين زندگي"، سيپٽمبر 1960ع ]

*

(هڪ تاريخي دستاويز)

## ”ون يونٽ“ جي قيام جي مخالفت ۾
## سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ آنربل پيرالاهي بخش جي تقرير

(11- آڪٽوبر، 1954ع — حيدرآباد)

جناب صدر! مان هن موضوع تي ڏکهي تقرير ڪرڻ نٿو گهران. منهنجي آنربل دوست مسٽر جي.ايم.سيد جيڪي به ٽي ڳالهيون پيش ڪيون هيون، مان سمجهان ٿو ته انهيءَ جي نقطہ نگاهہ کان به ٽي ڳالهيون هن هائوس جي اڳيان پيش ڪريان. مسٽر جي.ايم.سيد هن هائوس جي اڳيان جيڪا 16- سيپٽمبر تي عريضي پيش ڪئي هئي، انهيءَ جون به ٽي ڳالهيون هتي واضح ڪرڻ گهران ٿو. ٻيو ته انهيءَ تي ڪيترن ئي آنربل ميمبر صاحبن چيو آهي، ته آنربل شاهنواز پيرزادي به چيو آهي، جي مان پوءِ اوهان کي پيش ڪندس.

جناب صدر! مسٽر جي.ايم.سيد پنهنجي عريضيءَ ۾ جي ڳالهيون پيش ڪيون آهن، سي مان هتي واضح ڪرڻ گهران ٿو:

(1) دولت پاڪستان جي مرڪزي قانون ساز ادارن ۾ سنڌ کي به اوترائي عيوضي ملڻ گهرجن، جيترا سڀني مستقل قوميتن مان هر هڪ کي ملن.

(2) صوبائي اختيارن جي حدن اندر پنهنجين سمورين ملازمتن تي پاڻ قابض هجن.

(3) ملڪ جي دفاعي ملازمتن سميت سڀني مرڪزي ملازمتن ۾ ڪين آدم شماريءَ جي لحاظ سان جڳهيون ملڻ گهرجن.

(4) پنهنجي قدرتي ذرائع پيداوار ۽ پنهنجي صنعتي ۽ تجارتي وسائل جي ملڪيت ۽ استعمال سنڌس ئي مڪمل اختيار ۾ هجن.

(5) اعليٰ ڪان اعليٰ تعليم پنهنجي مادري زبان جي ذريعي ئي حاصل ٿئي.

(6) سمورين سنڌي ڳالهائيندڙ ايراضين (ڪراچي فيڊرل ايراضيءَ سميت) جهڙوڪ: رياست خيرپور، بهاولپور جا ڪي حصا، رياست لس بيلو وغيره، جيڪي جاگرافيءَ جي لحاظ سان هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن، تن سيني جي قومي زندگي متحده سياسي اجتماع تي ٻڌل هجي، ۽

(7) ڪيس اُهي سمورا سياسي، اقتصادي، ثقافتي ۽ ٻيا حق حاصل هجن، جن تي قوميتن جي خود ارادي واري تسليم شده اصول هيٺ ڪنهن به مستقل قوميت جو حق جاري ٿي سگهي ٿو.

جناب صدر! هيءُ ريزوليوشن آهي، جنهن تي سيني هڪ هڪ صاحب گهڻو ڳالهايو آهي، پر هڪ ڳالهه ضرور چوندس ته اسان جو آنربل چيف منسٽر صاحب، جو مون کان گهڻو آزمودگار آهي، تنهن کان پڇيو وڃي ته سنڌ جڏهن بامبي سان شامل هئي تڏهن اُن جي ڪهڙي حالت هئي! جڏهن اُتي سنڌ جا سمجهان ٿو ته 18، 19 ۽ 20 ميمبر هوندا، تن سان ڇا حالت ٿي گذرندي هئي جا ڪيس چڱيءَ طرح خبر هوندي.

توهان تنهن وقت سنڌ جي حالت ڏسو ها جڏهن بامبي سان شامل هئي ته اُن جي حالت بدتر هئي. اسان سان ماٽيلي ماءُ وارو برتاءُ هو، جنهن ڪري اسان جي آنربل چيف منسٽر صاحب زور شور سان ڪوشش ونئي سنڌ بامبي کان الڳ ڪرائي. تنهن ڪري هاڻي به اسان سان ساڳي حالت ٿيندي، جو سنڌي ٻيا دربدر ٿيندا. تنهنڪري سنڌ جو عوام انهيءَ ”هڪ يونٽ“ ٿيڻ تي خوش نه آهي. مهرباني ڪري سنڌ جي عوام کان به انهيءَ باري ۾ رايو ورتو وڃي، باقي ڏنڊي جي زور تي هيءُ ريزوليوشن پاس نه ڪرايو وڃي. مان اوهان کي چئلينج ڪندس ته سنڌ جو عوام انهيءَ ڳالهه لاءِ هرگز تيار نه آهي، ڇاڪاڻ ته مان ٻهراڙين ۾ ويو آهيان ۽ مون کي خبر آهي ته سنڌ جو عوام ڪنهن به حالت ۾ ”هڪ يونٽ“ ۾ راضي نه آهي. ٻيو مان اڄ جو مثال اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جيئن مان صبح جو آيس پئي ته رستي تي ڇانهه جو هوٽل هو. اُتي اڇي بينس ته هوٽل واري مون کان پڇيو ته اوهان سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر آهيو ڇا؟ مون چيومانس ته تون ڪيئن ٿو چوين؟ تنهن تي جواب ڏنائين ته اڄ اسيمبلي ٿيندي

جنهن ۾ ”هڪ يونٽ“ جو سوال بحاليءَ لاءِ پيش ٿيندو ۽ انهيءَ ڪري سمجهيم ته اوهان به ميمبر آهيو. تنهن تي مون چيو مانس ته هائو، مون کي چيائين ته هاڻي توهين وجو تا سنڌ کي ختم ڪرڻ!

سائين منهنجا! سنڌ جي عوام جي اها حالت آهي، مگر جي توهان هرويرو پنهنجي ڏنڊي جي زور سان يا ماڻهن کي جيلن ۾ وجهڻ سان يا پوليس جي زور سان، جنهن جي پهري هيٺ اسان آهيون. ”هڪ يونٽ“ جي ريزوليوشن پاس ڪرائيندا ته اهو ٺيڪ نه آهي.

(سنڌ اسيمبلي پروسيڊنگس مان ورتل)

جي.ايم.سيد

# پير الاهي بخش

پير صاحب جو خاندان پان سعيد آباد، تعلقي سيوهڻ، جي پير ۾ پير جي ڳوٺ جو رهاڪو آهي. سندس خانداني تعلقات مخدوم صاحب هالن واري سان رهيا آهن. سندس ڏاڏي جو نالو پير غلام حسين صاحب هو. هن خاندان جا مريد ڪانياواڙ رياست طرف هئا ۽ اجا تائين آهن.

پير الاهي بخش ولد پير نواز علي شاهه 1895 ڌاري، پنهنجي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. هن ابتدائي تعليم پانن جي سنڌي اسڪول ۾ ورتي. پوءِ خيرپور ميرس هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم ورتي، 1919ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ان ڪان پوءِ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ عليڳڙهه ڪاليج ۾ ويو، جتي ٿورو وقت پڙهڻ بعد، مولانا محمد علي "جوهر" جي چوڻ تي، جن شاگردن 1920ع ۾ قطع تعلقات جي ڪري ڪاليج ڇڏيو هو، انهن مان هيءُ به هو. اتان نڪري هيءُ عليڳڙهه ۾ نئين برپا ڪيل جامع مليه يونيورسٽيءَ ۾ اچي پڙهڻ وينو، انهيءَ درسگاهه جو سنگ بنياد مولانا محمود الحسن وڌو هو، ۽ حڪيم اجمل خان ان جو چانسيلر هو. اها يونيورسٽي پوءِ دهليءَ ۾ ڪجي آئي.

ڪجهه وقت جامع مليه ۾ تعليم وٺڻ بعد، اتان پڙهڻ ڇڏي، سنڌ ۾ آيو، ۽ خلافت هلچل ۾ بهرو وٺڻ لڳو. هي ڪراچي ۾ 8 ڪان 10 جولاءِ 1921ع تي، مولانا محمد علي "جوهر" جي صدارت هيٺ سڏايل صوبه سنڌ ڪانفرنس ۾ به شريڪ ٿيو هو، جنهن ۾ ڪيل تقريرن جي آڌار تي، مولانا محمد علي، مولانا مجدد سرهندي ۽ شنڪر آچاريه کي به به سال سزا ملي هئي.

هيءُ ڪجهه وقت آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ۽ آل انڊيا خلافت ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهي چڪو آهي. خلافت تحريڪ جهڪي ٿيڻ بعد، هن 1927ع ۾، وري عليڳڙهه ۾ پڙهڻ شروع ڪيو، جتان 1929ع ۾، ايم.اي ۽ ايل.ايل. بي جا امتحان پاس ڪري، موٽي اچي لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت ڪرڻ واري وقت ۾ به هيءُ عام ڪانفرنسن ۽ جلسن ۾ ويندو رهندو هو، جنهن ڪري خلافت جي ڏينهن وقت ماڻهن سان پيدا ڪيل تعلقات قائم رکندو آيو.

سنڌ جدا ٿيڻ تي، جڏهن 1937ع ۾، سنڌ اسيمبليءَ جون پهريون چونڊون ٿيون، تہ هيءُ دادو- جوهي تڪ مان خانبهادر يارمحمد خان جوڻيجي، پاٽ جي وينل، مکيہ وڪيل ۽ با اثر ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ تي چونڊجي آيو. هو سنڌ اتحاد پارٽيءَ جو ميمبر هو. اتحاد پارٽيءَ جا چوويهہ کن ميمبر چونڊجي آيل هئا، پر سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت واري ناهڻ بعد، آهستي آهستي ڪري، گهڻا ميمبر پارٽي ڇڏي وجي وزارت واري پارٽي سان شامل ٿيا. باقي اٺ يا نوَ ميمبر وجي مخالفت ۾ رهياسون. خانبهادر الهہ بخش اسيمبليءَ اندر پارٽيءَ جو ليڊر هو. پير صاحب پارٽيءَ سان وفادار رهندو آيو. ڪراچيءَ ۾ اسيمبلي سيشن جي موقعي تي پير صاحب گهڻو ڪري مون وٽ ئي رهندو هو.

مارچ 1938ع ۾، سرغلام حسين هدايت الله جي وزارت کي بجيٽ جي موقعي تي هڪ رپئي ڪٽر جي رٽ پاس ٿيڻ تي شڪست آئي. جنهن بعد الله بخش جي وزارت ٺهي، ان ۾ پير صاحب کي روينيو کاتي جو وزير ڪري ڪنيو ويو. سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت کي شڪست اچڻ کان اڳ، اتحاد پارٽيءَ جي ميمبرن وزارت سان هڪ پروگرام جي بنياد تي ڪوئليشن ناهي هئي. وزارت طرفان پروگرام جي سرانجاميءَ ۾ سست رفتاري ڏيکارڻ ۽ وزيرن نہ وڏائڻ ڪري جڏهن اسان هندو ووٽن جي اڪثريت سان گڏجي وزارت کي شڪست ڏني، تہ ٻاهر نڪرندڙ وزيرن "الوحيد" اخبار ذريعي نئين وزارت ۽ اتحاد پارٽيءَ کي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي منهن ڏيڻ ۽ وزيرن جا عوام سان تعلقات پيدا ڪرڻ خاطر، مون ۽ پير علي محمد شاهہ راشديءَ، پير الاهي بخش جي لاءِ ساريءَ سنڌ ۾ گشت لاءِ هڪ ڊگهو پروگرام رٿيو ۽ ڪيس دوري تي موڪليو، جنهن ۾ هن پبلڪ ميٽنگن ذريعي عوام کي ذهن نشين ڪيو تہ نئين وزارت سندن ڀلي لاءِ ڪم ڪرڻ چاهي ٿي، وغيره انهن جون شڪايتون ٻڌائين، حال احوال ورتائين. اهو سنڌ ۾ پهريون دفعو هو، جو سرڪاري عملدار ۽ عام ماڻهو هڪٻئي سان برابريءَ جي درجي تي مليا. عملدار پٽ تي عام ماڻهن سان گڏ ويٺا ۽ ساڳئي دسترخوان تي گڏ ماني کاڌائون، پير صاحب تقريرن جي ذريعي عام ماڻهن کي ٻڌايو تہ وزير عوام جا خدمتگار هئا ۽ عملدار وزيرن جا زيردست هئا. تنهنڪري وزير ۽ عملدار

سيئي خلق جا خادم هئا ۽ نہ حاڪم. انهيءَ گشت عوام جي مرده دلين ۾ بيداري ۽ امنگ پيدا ڪيا، ۽ عملدار طبقو پنهنجي رعب گهٽجڻ ڪري ناراض ٿيو.

گشت پوري ٿيڻ بعد اڳوڻن نڪتل وزيرن جي غلط پروپيگنڊا ڪي تہ بنجو اچي ويو، ليڪن يوروپين عملدارن طرفان گورنر وٽ احتجاج ڪيو ويو تہ پير صاحب جي گشت عملدارن جو اثر زائل ڪري ڇڏيو آهي. ماڻهن جا حوصلا وڌي ويا آهن ۽ قاعدي قانون جي عزت گهٽجي وئي آهي. انهيءَ تي سيني گڏجي هڪ منظم سازش جي ذريعي پير صاحب جہ ، پيدا ڪيل اثر تي پاڻي ڦيرڻ جي ڪوشش ڪئي. سيڪريٽرين جي قانوني رنڊڪن، گورنر طرفان دٻاءُ، ڪامورن جي پروپيگنڊا ۽ عدم تعاون ڪان مرعوب ٿي، ٻين وزيرن پير صاحب جي همت افزائي نہ ڪئي. ماڻهن ۾ پيدا ڪيل اميدن جو ڪو خاطرخواهہ نتيجو نہ نڪتو، ۽ عوام ۾ بددلي پيدا ٿيڻ لڳي. پير صاحب مجبور ٿي، ٻين وزيرن جي روش پٺاندر چُپ ٿي ويو. حقيقت ۾ عوام جي حوصلي وڌڻ مان ٽن گروهن کي خطرو محسوس ٿيو هو: (1) وڏا زميندار، هندو يا مسلمان، (2) شاهوڪار، ۽ (3) ڪامورا، اهي ٽيئي عوام جو حوصلو وڌڻ، سندن طاقت ڪمزور ٿيڻ جي برابر هو. اها پاليسي پير صاحب ڪان اختيار ڪرائڻ ۾ منهنجو ۽ علي محمد شاهہ راشديءَ جو وڏو هٿ هو، ان لاءِ مخالفن طرفان پهريون قدم اهو کنيو ويو تہ علي محمد شاهہ کي پير صاحب ڪان جدا ڪيو ويو. مون بہ پير صاحب کي ڪمزور ڏسي، ابتدا ۾ ، سندس ٻين وزيرن سان اختلاف پيدا ٿيڻ جي ڊپ ڪان، مٿس وڌيڪ زور نہ رکيو. نئين وزارت جنهن ڪانگريس پروگرام مطابق هلڻ جو اعلان ڪيو هو. تنهن کي اهو رُخ اختيار ڪندو ڏسي، آءٌ دلشڪستہ ٿي، ڳوٺ اچي ويٺس.

ٿوري وقت ڪان پوءِ، ڊلن وڌائڻ جو سوال وزارت جي سامهون آيو. اهو سوال اهڙو هو، جو وزارت کي اسان جي مدد وٺڻ جي ضرورت محسوس ٿي. مون کي ڪراچيءَ گهرايو ويو. پارٽين اڳيان اهو سوال رکيو ويو. وزارت کي مدد ڪندڙ ٽنهي پارٽين ان سوال تي غور ڪرڻ لاءِ مهلت گهري. وزيرن، گورنر جي دٻاءُ هيٺ اچي ڊلون وڌائي ڇڏيون. اها اسان ترقي پسند گروهہ جي ٻي شڪست هئي. هڪ عوام جي اميدن کي پورو نہ ڪرڻ، ٻي اسيمبلي ميمبرن جي ڪثرت جي راءِ کي ريٽي ڊلون

وڏائڻ، ان ڪري اتحاد پارٽيءَ ۾ اسان جو گروهه وزارت جي مدد چڏي، مخالفت ۾ هليا ويا. پير صاحب، جيڪو نظرياتي نقطهِ نگاهه سان اسان جي گروهه ۾ شمار ڪيو ويندو هو، سو وزارت سان رهجي ويو. پير صاحب بنيادي طور عوام جو طرفدار ۽ ترقي پسند خيالن جو هو. خلافت تحريڪ جي ڏينهن جو تربيت يافته هو.

پير صاحب، الله بخش وزارت ۾، مارچ 1940ع تائين رهندو آيو. ان کان پوءِ مير بنده علي خان جي وزارت هڪ سال ڪن رهي. ان وقت هيءُ وزارت کان ٻاهر هو. وري جڏهن 1941ع ۾ الله بخش جي وزارت دوباره قائم ٿي، تہ هيءُ ان ۾ وزير ڪري ڪنيو ويو. سيپٽمبر 1942ع ۾، خانبهادر الله بخش ڪانگريسين تي انگريزن جي ڪنيل سخت قدمن خلاف احتجاج ڪندي، پنهنجا لقب ڦٽا ڪيا. ان تي گورنر ڪيس ڊسمس ڪيو ۽ سر غلام حسين هدايت الله کي وزارت ناهڻ لاءِ گهرايائين. پير صاحب ان جي وزارت ۾ شريڪ ٿيو ۽ مسلم ليگ ۾ آيو.

سنہ 1945ع ۾، مسلم ليگ وزارت ۽ مسلم ليگ جماعت جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيا. اسان مسلم ليگ کان ٻاهر نڪري آياسون. 1946ع جي ابتدا ۾، سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. هيءُ ان ۾ مسلم ليگ ٽڪيٽ تي ميمبر چونڊجي آيو. وري ساڳئي سال سيپٽمبر مهيني ۾، گورنر اسيمبلي ختم ڪري، ڊسمبر ۾ نيون چونڊون ڪرايون. مسلم ليگ طرفان قاضي محمد اڪبر کي منهنجي خلاف اميدوار بيهاريو ويو. ۽ مون کي اليڪشن ۾ شڪست آئي. مون اليڪشن پٽيشن داخل ڪئي. 14- آگسٽ 1947ع تي پاڪستان قائم ٿيو. سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو، ۽ وزير اعظميءَ جي چارج کهڙي صاحب کي ملي. 1948ع ۾ کهڙي صاحب جو ڪراچيءَ جي سوال تان مرڪزي حڪومت سان اختلاف ٿي پيو. ان ڪراچيءَ کي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. مرڪزي حڪومت ان کي ڊسمس ڪري، وزير اعليٰ پير صاحب کي بنايو. ان ڪراچي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪئي. 1949ع ۾ منهنجي اليڪشن پٽيشن جو فيصلو مليو، جنهن ۾ پير صاحب کي ميمبريءَ کان ڊسڪواليفاءِ ڪرڻ جي سفارش ڪيل هئي، ان ڪري پير صاحب کي وزارت ۽ ميمبريءَ کان ٻاهر نڪرڻو پيو

4- سيپٽمبر 1950ع تي، پير صاحب جي خالي ٿيل ميمبريءَ جي جاءِ پرڻ لاءِ ناميڻيشن فارم ڀريا ويا. ان تي پير صاحب پنھنجو فرزند شاھنواز، اميدوار بيھاريو، قاضي فضل الله وزير اعليٰ ھو. کھڙو صاحب سنڌ مسلم ليگ جو صدر ھو. انھن، وقت جي ڪليڪٽر کان پير صاحب جي فرزند کي نابالغ ٺھرائي، ان جو ناميڻيشن پيپر رد ڪرائي، ميان عبداللطيف پنھور، خانبھادر کھڙي جي سالي، کي بنا مخالفت جي ميمبر چونڊرايو. ان کان پوءِ وري پير صاحب اسان سان اچي شامل ٿيو. 17- مارچ 1951ع تي، سن ۾ مسلم ليگ کان ٻاھر ڪارڪنن جي ميٽنگ سڏائي وئي، ان ۾ پير صاحب شريڪ ٿيو.

1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون نئين سر چونڊون ٿيون. ان ۾ متحده محاذ طرفان پير صاحب سنڌ اسيمبليءَ تي چونڊجي آيو، ۽ متحده محاذ ۾ اسيمبلي پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ٿي رھيو، 9- نومبر 1954ع تي پيرزاده وزارت ڊسمس ٿي، ۽ گورنر جنرل، غلام محمد، کھڙي صاحب تان پروڊا جون پابنديون ھٽائي، کيس سنڌ جو وزيراعليٰ ڪيو. ھن طاقت ۾ ايندي پير صاحب جي فرزند کي جيل ۾ وڌو. پوءِ 11- ڊسمبر 1954ع تي، حيدرآباد ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس سڏائي، سنڌ کي "ون يونٽ" ۾ شامل ڪرڻ جو ٺھراءُ ميمبرن کان زوريءَ پاس ڪرايو. ان ٺھراءَ جي برخلاف ووٽ ڪندڙن مان پير صاحب ھڪ ھو.

19- جنوري 1956ع تي، مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. ان تي پير صاحب چونڊجي آيو. مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ متحده محاذ پارٽيءَ جو سيڪريٽري ٿي رھيو. پاڪستان ۾ نيشنل عوامي پارٽي نھي، ته ھو ان جو ميمبر ٿيو. 17- سيپٽمبر 1957ع تي، مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾، ون يونٽ ٽوڙڻ جو ٺھراءُ رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙيءَ پيش ڪيو، ان جي پاس ڪرائڻ لاءِ پير صاحب گھڻي ڪوشش ورتي. 8- آڪٽوبر 1958ع ۾، مارشل لا ملڪ سان لاڳو ٿيڻ بعد ھن کي ٻين مکيه سياستدانن وانگر سياست کان خارج ڪيو ويو. ھن وقت ھو وڪالت ڪري رھيو آھي. مارشل لا پوري ٿيڻ بعد جڏھن وري اسيمبليون قائم ٿيون، ته امير حيدر شاھ کي نيشنل اسيمبليءَ ۾ ميمبر چونڊرائڻ لاءِ، ھن گھڻي ڪوشش ورتي. پير صاحب شخصي طرح نھايت

خوش خلق، عوام سان ميل جول ۽ رابطو رکندڙ، سادي زندگي بسر ڪندڙ، نمازي ۽ شريف النفس انسان آهي. طاقت ۾ هجي يا ٻاهر هر ڪنهن به ماٺوءَ کي حتي الامڪان مدد ڪرڻ کان انڪار نه ڪندو آهي يارن دوستن جا ڪيترائي ڪيس فيءَ کان سواءِ ڪٽندو آهي. طاقت ۾ اچڻ کان پوءِ اڪثر ماٺهن جا دماغ چڪر کائي ويندا آهن، هي صاحب هر حالت ۾ ساڳيو نهنو ۽ محبتي رهندو ايندو آهي.

سنڌ جي جملي وزيرن کان هن جي وزارت جي عرصي جا تعميري ڪم گهڻا آهن: سنڌ ۾ سندس ايام وزارت جا مکيه يادگار هي آهن. سنڌ مسلم ڪاليج برپا ڪرڻ، سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ، سنڌ ۾ زوري مفت تعليم ۽ بالغن جي تعليم کي رائج ڪرڻ، موجوده اين.جي.وي هاءِ اسڪول ۽ ٺڏهوڪي سنڌ ايس.ٽي ڪاليج لاءِ بلڊنگ نهرائڻ، ڪراچيءَ ۾ پن پيرالاهي بخش ڪالونين نهرائڻ ۾ مدد ڏيڻ، ان کان سواءِ ڪيترن ئي ڪاليجن ۽ تعليمي ادارن جي برپا ٿيڻ ۾ پڻ پير صاحب جو هٿ هو.

کيس پنج فرزند آهن: (1) ميان محمد نواز، (2) ميان شاهنواز، (3) ميان عبدالحميد، (4) ميان عبدالمجيد ۽ (5) عبدالرشيد.

("جنب گذاريم جن سين"، ڪتاب تان ورتل اقتباس)

پير علي محمد راشدي

# پير الاهي بخش

ڀان پرسان پير ڳوٺ جي پيدائش. ننڍڙائيءَ ۾ ئي سياست جي لونجهه لڳي ويس. تعليم ڇڏي خلافت تحريڪ ۾ ڪاهي پيو هو. انهن ڏينهن ۾ جو جوڙي جا ڪپڙا پهرڻ شروع ڪيائين ته شايد مرندي گهڙيءَ تائين جوڙيءَ جي پچر نه ڇڏيائين. دنيا بدلجي وئي، خلافت ختم ٿي وئي، ڪانگريس وجي ڪڙاهي ۾ پئي، جن چرخا هلائي جوڙي ٿي اُٽي سي پاڻ پٽ پٽيهر پهرڻ لڳا، پر جوڙيءَ جي جند پير صاحب مان ڪانه ڇٽي، ساڳي طرح ترڪي ٽوپي.

خلافت جي خاتمي ۾ جيل جي مختصر مهماني ڪاٽڻ بعد، لاڙڪاڻه لوڪل بورڊ جي اسڪالرشپ تي وڃي عليڳڙهه مان ايم.اي، ايل.ايل.بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين، اوڏانهن موٽڻ تي لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪيائين، پر هندو وڪيلن جو ڏاڍو زور هوندو هو. سٺيا اصيل انهن ڏانهن ويندا هئا. عام چوٽي هئي ته اٺي تي ڇٽيءَ وارا اصيل، چار آنا في ۽ چار آنا ٽانگي جو ڀاڙو، بوڇڻ جي ڪنڊ ۾ ٻڌيون وجي پير صاحب وٽ پهچندا هئا. فيءَ جي گهٽتائيءَ ڪي منڙي الله جو نالو وجهي پيا پورو ڪندا. گهڻو ڪري ته منجهند جي ماني به منجهانئس ڪيندا ۽ پبي هيءَ پيا ٻڌندا ته ”پير وڪيل ٻنهين جهانن جو ٻوڙ پلاءُ“ ٻوڙ پلاءُ انهن ڏينهن ۾ پير صاحب خود ڪي به دعوتن جي دوران ئي ميسر ٿيندو هوندو، پر اهڙن ڪٺل اصيلن ڪي انهن ڏينهن ۾ ملندڙ ٽڪي وارو نانُ به، مفت مرحمت ٿيڻ تي، ٻوڙ پلاءُ جو مزو ڏيندو هوندو. مطلب ته جيڪا في ڏيندا هئا، سا مانيءَ ۾ ڪڍيون ويندا هئا. اهو ئي سبب هو جو لاڙڪاڻي جو ديوان گوبند رام هاسو مل وڪيل منهن ڏسي ماڻهن جو وڪيل ٿيندو هو.سندس خيال هو ته پير صاحب پنهنجي اشرافت سان وڪالت جي مارڪيٽ خراب ڪري ڇڏي آهي. سندس اصيل بوڇڻ ۾ ته اٺ آنا ٻڌي اچن ٿا، پر سندن وَرَ ۽ ابداٽي ۾ سَوَن جا نوٽ لڪل رهن ٿا. تنهن ڪري گوبند رام اهڙن فريبي اصيلن ڪي منهن مان تاڙي اوچتو سندن پٽڪو لاهي ڏسندو هو، جنهن جي وڪڙن مان اڪثر لڪايل نوٽ ٻاهر نڪري ايندا هئا. ڪجهه ڏينهن بعد

سندس واقف اصيل پنهنجي پٽڪي کي پيسن رکڻ لاءِ غير محفوظ جاءِ سمجهي نوٽ ابداڻي ۾ لڪائي يا اڳڙيءَ ۾ ٻڌي وَرَ ۾ وجهي، اچڻ لڳا. ان جو علاج وري گوبند رام پنهنجي منشي ڪتومل کان ڪرائيندو هو، جيڪو کين پنهنجي ڪوني ۾ وٺي وجي سندن هيٺ مٿي جي پوري پوري تلاشي وٺندو هو. ان قسم جا اصيل ڳوناٺا هوندا هئا، ان زماني ۾ ڏاڙهيون وڏيون رکندا هئا. ڪتومل تلاشيءَ جي دوران ڏاڙهين تي به ڪرڙي نظر رکندو هو.

سنڌ 1936ع ۾ (بمبئيءَ کان) جدا ٿي.1937ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون پهريون عام چونڊون ٿيون. پير صاحب مرحوم دادوءَ مان اميدوار بيٺو. نوڙت، غريبت ۽ سياءَ جي سادگي ڪم آيس. هڪ دولتمند ۽ نالي واري وڪيل کي ڪيرائي ڪامياب ٿي آيو. انگريز موجود هو. ماڻهو پنهنجي مرضيءَ سان ووٽ ڏيندا هئا. سرڪاري هستا بوديءَ جو خطرو ڪونه هوندو هون.

1938ع ۾ سر غلام حسين مرحوم جي وزارت ڪري ۽ الله بخش مرحوم جي وزارت قائم ٿي.[1] پير الاهي بخش مرحوم ان جو روينيو وزير بڻيو. پر وزير بڻجڻ کان اڳ جيڪي به چار ڏينهن هڪ وزارت جي ڊهڻ ۽ ٻيءَ وزارت کي نهڻ ۾ لڳا. انهن ڏينهن ۾ ڪجهه وقت ته پير صاحب کي راڻي باغ ۾ وجي لڪائڻو پيو، چو ته هڪ بزرگ سر غلام حسين مرحوم پاران ڪيس اسان جي ڪيمپ مان ڀڄائي وڃڻ لاءِ مقرر ٿيل هو، جيڪو سندن ڳولها ۾ سرگردان ڦرندو ٿي وتيو. لڪ واريءَ جاءِ تي ساٿس گڏ رهڻ جو فرض منهنجي سپرد هو، جيڪو مون وڏيءَ حڪمت عمليءَ سان بجا آندو اسان لاءِ ماني حاجي مولا بخش سومري جي گهران ايندي ٿي رهي، پر اهو ڪم لڪ چپ جو هو، جيئن ڪنهن کي لڪايل پير صاحب جو پرو نه پوي. ”چانچوس“ چوڏس چوڏار جهٽ ڏيندا پي وتيا.

وزير بڻجڻ شرط پير صاحب سنڌ جي تفصيلي دوري تي نڪتو. دوري جي دوران آءٌ به سندن خدمت ۾ رهيس. ميٽنگن، تقريرن،

---

[1] ان واقعي جي تفصيل لاءِ ڪتاب (اهي ڏينهن، اهي شينهن) جي پهرين جلد (ٻي ايڊيشن جو صفحه 298 کان 303 تائين ڏسڻ گهرجي.

درخواستن، دعوتن جي ڏم هئي. تقريرن ۾ پير صاحب ڪامورا شاهي کي خوب لتاڙيندو ۽ جوش ۾ اچي پنهنجو لڪڻ هوا ۾ لوڏيندو ۽ چوندو رهيو ته: "هن سان هاٿي ڪامورن جو سر پڃبو". پير صاحب جي دل ۾ عوام پاران ڏاڍو جوش ۽ جذبو هو ۽ پاڻ پير به پڪو ۽ بنيادي هو. منهنجي ڊيوٽي هيءَ هئي ته جيڪي درخواستون پيش ٿين، سي واپس ڪراچي پهچڻ تائين پنهنجي قبضي ۾ رکندو وڃان. اهي درخواستون گهڻو ڪري ڪامورن جي خلاف هيون، جن جي باري ۾ مون کي معلوم ٿيو ته ڪن ڪامورن سازش ڪئي آهي ته وجهه وٺي مورڳو رستي مان انهن کي چورائي ونجي، تنهن ڪري پهريان پنهنجي وهاڻن ۾ وجهي مٿن مٿو رکي سمهندو هوس. وهاڻن ڪان وڏي پيون ته ڳوٽين ۾ وجهي ڏينهن جو پنهنجين اکين اڳيان موٽر ۾، ۽ رات جو ڳوٽيون ڪٽ هيٺان رکي سمهندو هوس. ڪراچي پهتاسين ته محسوس ٿيو ته پير صاحب جو نوڪر شاهيءَ خلاف ڪيل تقريرن جو ٻڌي گورنر صاحب ڏاڍس ناراض ٿي پيو آهي. گورنر سر لانسيلانٽ گرهام انگريزن جي انتظامي روايتن مطابق نوڪر شاهيءَ جو رکپال هو، تنهن سمجهيو ته نوڪر شاهيءَ جو خلاف تحريڪ جو بنياد وجهندڙ جناب جي.ايم. سيد ۽ ان جي پاران آئا آهيان، تنهن ڪري هن اهڙو چڪر هلايو جو جي.ايم. سيد، الله بخش مرحوم ڪان ۽ آءُ، پير الاهي بخش صاحب ڪان جدا ٿي وياسين. ڪجهه قدرت جو به هن ۾ هٿ هو چو ته جيڪڏهن اهو ڦيرو نه اچي ها ته هوند بعد جي تاريخ ٻيءَ طرح جڙي ها. ان ڪان پوءِ پير جو ناتو الله بخش مرحوم جي ذريعي ڪانگريس سان ٿيو. سيد ۽ مان وڃي ليگ ۾ شامل ٿياسين. تاريخ سنڌ جي ان ڦيري جو تفصيل هن ڪان پوءِ ٻيءَ جاءِ تي ايندو.

مگر هڪ ڳالهه، ان جدائيءَ ڪان پوءِ به، مڃڻ جهڙي آهي، يعني پير صاحب جا اسان سان سياسي اختلاف پيدا ٿيڻ ڪان پوءِ به ذاتي ۽ خانگي تعلقات ڪونه ٽٽا. سنڌس شرافت، شائستگي ۽ حضور شرمي سنڌس سياست تي به حاوي رهي. هونءَ به انهن ڏينهن جي ماڻهن جو عام دستور اهو هو، ڪنهن جا ڪنهن سان ڪيڏا به شديد سياسي اختلاف چو نه هجن پر باهمي ذاتي تعلقات کي انهن ڪان متاثر ٿيڻ نه ڏيندا هئا. هڪ ٻئي جي عزت ۾ هٿ ڪو نه وجهندا هئا، دشمني ڪا نه ڪندا هئا. اهڙيءَ

ذليلائي جو مظاهرو ڪو نہ ڪندا جو اڪيون بہ لڳي چار ٽين تہ ماڻهو ڪي شرم وچان پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پوي. شايد شرم ۽ حياءَ جي وٽ انهن ڏينهن ۾ معدوم ٿي ويل ڪانہ هئي. سياسي جنگيون بہ زبردست لڳيون، پر سياسي جنگين ڪي سياست جي حدن اندر رکيو ويندو هو. اهو دؤر 1946-47ع تائين قائم رهيو، ان ڪان پوءِ سياست جا ڦرڪا ئي ڦرڻ لڳا.

(ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' جلد-2 از: پير علي محمد راشدي تان ورتل اقتباس)

*



جناب پير الاهي بخش صاحب جن جو پوٽو جناب پير مظهرالحق
موجوده صوبائي وزيرتعليم ۽ خواندگي،
شهيد راڻي محترمه بينظير ڀٽو صاحبه سان ملاقات ڪري رهيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# عوام جو طرفدار سنڌ جو خزمتگار

موجوده دور ۾ سنڌ جي سياسي اڳواڻن جي تاريخ ۾ جناب پير الاهي بخش مرحوم جو ڪردار منفرد ۽ مثالي هو. هن پاڻ کي سنڌ جي غريب طبقي جو نمائندو، عوام جو طرفدار ۽ سنڌ جو خزمتگار ڪري سمجهيو. بنيادي طور تي، هو سياست ڪنڌڙ استحصالي طبقي جو مخالف، ۽ عوامي ترقيءَ جو علمبردار هو. هو انگريز سامراجي حڪومت جو مخالف هو. هن کي مسلمانن سان انگريزن جي ڪيل ناانصافين جو احساس هو ۽ هو انگريزن خلاف، سياسي محاذ جو حامي هو. ان مقصد لاءِ هن خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ نوجوانيءَ جي باوجود ملڪ جي وڏي خلافتي اڳواڻن سان ڪلهي ۾ ڪلهو ملائي تحريڪ کي زور وٺايو. انگريزن جي پيدا ڪيل استحصالي هندو طبقي جي ڏاڍ جي خلاف سنڌ جي بي پهچ ۽ بيوس مسلمانن جو پرجهلو ٿيو ۽ مسلمانن جي ترقيءَ لاءِ اعليٰ تعليم جا دروازا کوليائين.

آءٌ ڪاليج ۾ شاگرديءَ واري زماني کان وٺي، جناب پير صاحب جي عوامي پلائيءَ واري جذبي کان متاثر ٿيس، بلڪ ثناخوان ٿيس ۽ وقت آيو جو پاڻ مهرباني ڪري منهنجو مربي ۽ مددگار ٿيو. مون 1936ع ۾، ڪراچيءَ جي ڊي. جي سنڌ (D.J.Sindh) ڪاليج ۾ دخلا ورتي، اهو پهريون سال هو، ڪاليج ۾ مسلمان شاگرد آگرين تي ڳڻڻ جيترا هئا ۽ ڪاليج جي مشغلن ۽ تنظيمن ۾ ڪين ڪو دخل ڪو نہ هو. ان وقت مسلمان شاگردن جي مسئلن کي ٻڌڻ ۽ ساڻن همدردي ڪرڻ وارا چار اڳواڻ هئا، جن سان ملندا هئاسين. شيخ عبدالمجيد سنڌي، پير الاهي بخش (جڏهن ڪراچيءَ ۾ ايندو هو)، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ بئريسٽر عبدالرحمان (جيڪو آفريقا مان آيو هو. سندس فرزند مسٽر حسن علي پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر ٿيو). هڪ دفعي اسان وفد ناهي انهن سان ملياسون تہ مسلمان شاگردن لاءِ بہ ڪاليج قائم ڪيو وڃي. پيرُ صاحب وڏو دلاسو ڏنو ۽ چيو تہ وقت ايندو جو اوهان کي ڪاليج ملندو. ذاتي طور تي پير صاحب

هر محتاج جي مدد ڪندو هو. 1937ع جي آخر ۾ منهنجون اکيون ايتريون تہ خراب ٿي پيون جو مون پڙهڻ ڇڏيو. پر ڪراچيءَ ۾ رهي علاج ڪرائڻو هو. آءٌ جناب پير صاحب جن وٽ ويس تہ بہ پيرا (پي.ڊبليو.ڊي جي وزير) نهچلداس وزيراڻي کي زوردار سفارش ڪيائين ۽ مون کي ڪلارڪي جي جاءِ ملي. پير صاحب ائين ٻين جي بہ مدد ڪندو هو.

ڪراچيءَ ۾ اچڻ بعد پير صاحب جن جي باري ۾ وڌيڪ معلوم ٿيو تہ هو سنڌ جي ڀهراڙيءَ جو هو ۽ پنهنجي ذوق ۽ ذهانت سان ترقي ڪري ڪامياب ٿيو هو. پاڻ دادو ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو ۽ پان شهر جي اسڪول ۾ پرائمري تعليم پوري ڪيائين. ان بعد خيرپور رياست جي والي مير علي نواز صاحب جي قائم ڪيل خيرپور هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. ۽ اعليٰ تعليم لاءِ عليڳڙهہ جي .ايم.اي. او ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. ان وقت وطن پرست اڳواڻن جامعہ مليہ جي نالي سان هڪ جدا تعليمي ادارو قائم ڪيو. اتي مولانا محمد علي جهڙي بيدار مغز سياسي اڳواڻ سان واقفيت پيدا ڪيائين ۽ مولانا جي چوڻ تي هو انهن ويهن شاگردن جي گروهہ ۾ شامل ٿيو، جن نئين اداري جامعہ مليہ ۾ داخلا ورتي، جيڪو پوءِ دهلي ۾ آندو ويو (۽ اڄ تائين موجود آهي). نوجوانيءَ ۾ پير صاحب جي اعليٰ تعليم لاءِ ڪوشش ۽ وطن پرست اڳواڻن سان ناتو، سنڌ جي ذهين ۽ جذبي وارن شاگردن جي رهنمائيءَ لاءِ وڏو سبق هو. ڪاليج جا اڪثر شاگرد پير صاحب جي عزت ڪندا هئا.

وطن دوستي ۽ مسلمانن جي خدمت واري جذبي ۾ سرشار ٿي، پير صاحب پنهنجي اعليٰ تعليم وچ ۾ ڇڏي، سنڌ آيو ۽ خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. انهيءَ زماني ۾ دادو مان پنهنجي اخبار "شمشير الاسلام" ڪڍيائين. دادو ۽ لاڙڪاڻي مان پاڻ ۽ جان محمد جوڻيجو ان وقت خلافت تحريڪ جا سرويچ سرواڻ هئا.

مولانا محمد علي 1921ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وڏي آل انڊيا ڪانفرنس سڏائي، جن ۾ پير صاحب شامل هو. مولانا محمد علي ۽ ٻين اڳواڻن تي انگريزن جي حڪومت ڪيس داخل ڪرايو ۽ اهو ڪيس خالقڏني هال ۾ هليو. پير صاحب ڪيس جي پيروي ڪرڻ ۾ مولانا محمد علي ۽ ٻين اڳواڻن جي خدمت خاطر شامل رهيو. اهي ان دور جا وڏا ڪارناما هئا ۽ پير صاحب باوجود

ننڍي عمر جي وڏو اڳواڻ هو. جڏهن خلافت تحريڪ جو زور گهٽيو تڏهن حقيقتن ۽ حالتن تي نظر رکندي، پير صاحب ستن انن سالن جي وقفي بعد وري 1927ع ۾ وڃي مسلم يونيورسٽي عليگڙهه ۾ داخلا ورتي ۽ ايل.ايل.بي جي ڊگري حاصل ڪري، دادوءَ ۾ اچي وڪالت شروع ڪيائين، ۽ سنڌ جي سياست ۾ پڪا پختا قدم ڄمايائين. انگريزن جي حڪومت ۾ نوڪري ڪرڻ جو ڪڏهن به ڪو نه سوچيائين.

پير صاحب عوامي پلائي ۽ عوام جي اقتدار جو قائل هو. جڏهن وزير ٿيو ته پهريون پيرو وڏن آفيسرن کي ماڻهن سان گڏ هيٺ وهاريائين. انگريزن جي حڪومتي رعب تاب کي هلڪي ڪرڻ لاءِ پير صاحب ائين ڪيو ۽ واهه واهه ٿي وئي. خلافت تحريڪ ۾ تقريرون ڪندي انگريزن تي چوهه چنديائين، ۽ پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ به جن حڪومت جي ڏٽين پنهنجي من ماني ڪئي تن جي مخالفت ڪيائين ۽ حيدرآباد ۾ هلندڙ سنڌ اسيمبليءَ ۾ "ون يونٽ" قائم ڪرڻ خلاف ووٽ ڪيائين. سنڌ جي فقط پنجن ميمبرن ون يونٽ خلاف ووٽ ڪيو جن جو اڳواڻ پير صاحب هو.

پير الاهي بخش صاحب جي سنڌ لاءِ وڏي ۾ وڏي خدمت اها هئي جو تعليم جا دروازا کوليائين. سندس دلي خواهش هئي ته جيڪر سنڌ جا سڀ ٻارڙا ته پڙهن پر وڏا به پڙهن. هو پهريون تعليم جو وزير هو جنهن سنڌ ۾ مفت ۽ زوري تعليم توڙي بالغن جي تعليم شروع ڪرائي. بالغن جي تعليم ۾ هو پاڻ وڃي ڪي مرڪز ڏسندو هو. مون کي ائين ياد پوي ٿو ته نوابشاهه ۾ بالغن جي تعليم جو مرڪز ڪاميابيءَ سان هلي رهيو هو ۽ آءٌ به ڪم ڪري رهيو هوس جو پير صاحب پاڻ اتي آيو. مفت ۽ زوري تعليم جو سلسلو شروع ۾ ڍرو مگر پوءِ زور سان هليو ۽ پاڪستان کان پوءِ به هلندو رهيو ۽ 47 تعلقا زوري تعليم هيٺ اچي ويا هئا جو نئين حڪومت اهو هلندڙ ڪم بند ڪرايو. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سنڌ جي سڀني سياسي اڳواڻن ۽ ننڍن وڏن وزيرن جي ڀيٽ ۾ پير صاحب سنڌ جي تعليمي ترقيءَ لاءِ گهڻو ڪم ڪيو. بلڪ ائين چئي سگهجي ٿو ته تيار ڪرڻ بنهي ڪنهن ڪونه ڪيو. استادن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ، ڪراچيءَ ۾ بندر روڊ تي ٽريننگ ڪاليج طور شاندار عمارت ٺهرايائين. ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج جيڪي 1947ع کان پوءِ واري لڏپلاڻ ۾ بند

ٿي ويا هئا، سي ڪولرايائين. وڏي ڳالهه ته اعليٰ تعليم جي ترقيءَ لاءِ ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ڪيائين. ان کان اڳ، پنهنجو ڪيل وعدو به پورو ڪيائين جو مسلمان شاگردن جي اعليٰ تعليم لاءِ ”سنڌ مسلم ڪاليج“ قائم ڪيائين.

آءٌ مسلم يونيورسٽي عليڳڙهه ۾ پڙهندو هوس جو پير صاحب پاڻ اتي آيو انهيءَ لاءِ ته نئين ”سنڌ مسلم ڪاليج“ لاءِ پرنسيپال ۽ قابل استادن جي چونڊ ڪري سگهي. وائيس چانسيلر ڊاڪٽر ضياءُ الدين صاحب ۽ ٻين سندس وڏي مرحبا ڪئي ۽ ڊاڪٽر امير حسن صديقي جيڪو وائيس چانسيلر وٽ ڪم ڪري رهيو هو، تنهن کي پرنسيپال ڪري چونڊيائين. منهنجو ساڻس ملڻ ٿيو ته وڏي مهربانيءَ سان مليو ۽ اشاري طور چيائين ته اوهان پِي ايڇ ڊي ڊاڪٽريءَ جي ڊگري لاءِ ڪم ڪريو پوءِ اچي ”سنڌ مسلم ڪاليج“ کي زور وٺايو. غلام مصطفيٰ شاهه ۽ غلام نبي پنگر جن مون سان گڏ مسلم يونيورسٽيءَ مان ايم.اي.پاس ڪئي هئي، تن کي ۽ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي کي ڪاليج ۾ مقرر ڪيائين. پر پانئجي ٿو ته ڊاڪٽر امير حسن صديقي (پرنسيپال) جي زوردار راءِ هئي ته مون کي عليڳڙهه مان گهرائي. بس بنا دير جي سنڌ مسلم ڪاليج ۾ مقرريءَ جو آرڊر مون ڏانهن موڪليو ويو. مون معذرت ڪئي ۽ هڪ سال لاءِ مهلت گهري ته جيئن پي ايڇ.ڊي جي ڊگريءَ لاءِ پنهنجو تحقيقي مقالو لکي وٺان. منهنجي استاد پروفيسر عبدالعزيز ميمڻ صاحب پاڻ پير صاحب ڏانهن ان سلسلي ۾ خط به لکيو، پر پير صاحب سنڌ مسلم ڪاليج کي وڌائڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو، سو مسلم يونيورسٽي عليڳڙهه جي وائيس چانسيلر ڊاڪٽرضياءُ الدين ڏي ذاتي خط لکيائين ته هو مون کي مجلئي ڪراچيءَ روانو ڪري. پير صاحب مون تي مهربان هو ۽ سندس مون تي احسان هئا، جن کي ياد ڪندي مون ڊاڪٽريءَ جي ڊگري تان هٿ ڪنيو ۽ 1945ع جي نئين تعليمي سال ۾ اچي ”سنڌ مسلم ڪاليج“ ۾ ليڪچرار ٿيس.

1946ع ۾ مون دهليءَ چٽليٽيءَ واري معيار ۾ ڪامياب ٿي برٽش گورنمينٽ آف انڊيا طرفان اعليٰ تعليم لاءِ اسڪالر شپ حاصل ڪئي. آمريڪا وڃڻ کان اڳ پير صاحب سان ٽيليفون تي ڳالهايم ۽ موڪلايم.دلي خوشيءَ جو اظهار ڪيائين ۽ اعليٰ تعليم ۾ ڪاميابيءَ لاءِ همتايائين. 26- سيپٽمبر

1946ع تي آمريڪا ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ ۾ داخلا ملي ۽ ايم.اي جي ڊگريءَ بعد 1947ع ۾ ڊاڪٽريءَ جي ڊگريءَ لاءِ پنهنجو مقالو "سنڌ ۾ نئين تعليمي نظام لاءِ استادن جي تعليم ۽ تربيت" منظور ڪرايو. 1947ع ۾ پير صاحب ڏانهن مون پهريون خط لکيو، جنهن ۾ احوال ڏنم ۽ پڻ گذارش ڪيم ته سنڌ ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ طرفان مون کي مقالي لاءِ گهربل مواد موڪليو وڃي. ان جو جواب مون کي مارچ 1948ع ڌاري ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب طرفان مليو، جيڪو ان وقت ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن هو. جاڻايل هو ته آءٌ سنڌ مان ڪنهن به مواد ملڻ جي اميد نه رکان، ڇاڪاڻ جو هتان جا آفيسر ۽ ٻيا هليا ويا آهن ۽ ڪو به گهربل رڪارڊ پوريءَ طرح هٿ ڪري نٿو سگهجي. ٻيو خط پير صاحب ڏانهن مون 1948ع جي پوري ٽيڻ ڪان اڳ لکيو. پير صاحب ان وقت سنڌ جو چيف منسٽر هو. مون دليلن ۽ مثالن سان لکيو ته ملڪ جو سڄو نالو "متحده صوبه جات پاڪستان" (United States of Pakistan) رکيو وڃي ۽ ڪانسٽيٽيوشن ۾ اهو منظور ڪرايو وڃي. مقصد هو ته انهي نالي سان اها تصديق ٿيندي ته ملڪ جا سڀ صوبا بااختيار هئا، جن پنهنجا ڪي اختيار ڏيئي ملڪ قائم ڪيو ۽ باقي اختيارن جا هو مالڪ رهيا. ان خط جو جواب ڪو نه آيو ۽ نه مون جواب لاءِ ڪا گذارش ڪئي هئي.

پير مظهرالحق شاهنواز

# منهنجو ڏاڏا سائين پير الاهي بخش: هڪ تاريخ ساز شخصيت

مون جڏهن هوش سنڀاليو تہ پنهنجي گهر ۾ هڪ نهايت فرشتہ خصلت ۽ فرشتہ صورت بزرگ ڏٺم، مون کي ٻڌايو ويو تہ اهي تنهنجا ڏاڏا سائين آهن، ۽ بعد ۾ عمر وڌڻ سان خبر پوندي وئي تہ اُهي بزرگ منهنجا ڏاڏا سائين پير الاهي بخش آهن، جيڪي سنڌ جا وزير اعليٰ رهيا ۽ اُن وقت جي مغربي پاڪستان اسيمبلي جا ميمبر پڻ هئا، اُن کان اڳ سنڌ اسيمبليءَ جا لاڳيتا ميمبر ٿيندا آيا. مون کي ننڍي هوندي اها تہ خبر نہ هئي تہ منهنجا ڏاڏا سائين سنڌ جا ڪيڏا وڏا خدمتگار هئا. مون کي جيڪا پهرئين يادگيري آهي، ساڻن گڏجي گهران ڪٿي ٻاهر وڃڻ جي، تڏهن مان تقريباً ڇهن يا ستن سالن جو هوندس، مون ڏٺو تہ هڪ ٻيو بزرگ دادو واري بنگلي تي هڪ ڪار ۾ ساڻن ملڻ آيو هو، جتي اسان پنهنجي ڏاڏي سان گڏجي رهندا هئاسين، منهنجو والد صاحب سائين پير شاهنواز ۽ منهنجي امڙ سائڻ، اسان ان وقت چار ڀائر هئاسين، ۽ ان زماني ۾ ٽيهري ڏاري اهو بزرگ آيو هو، مون کي بعد ۾ پتو پيو تہ اهو سائين جي. ايم. سيد هو. ٻئي بزرگ جڏهن گاڏيءَ ۾ وينا تہ مون ضد ڪري گاڏيءَ ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ جيئن مان بہ ساڻن گڏ وڃان. منهنجي ضد جي باوجود بہ ڏاڏا سائين پنهنجي خدمتگار کي چيو تہ هن ننڍڙي کي گهر وٺي وڃو! پر سائين جي. ايم. سيد چيو تہ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي، ٻار سان گڏ وٺي ٿا هلون. پوءِ سائين جي. ايم. سيد مون کي پنهنجي ڪڇ ۾ ويهاريو، ۽ سندن


جي. ايم سيد

گاڏيءَ ۾ اسان روانا ٿياسين، اسان جي گاڏيءَ سان گڏ ٻيون ٻه ڪوڙ ساريون گاڏيون هيون جن ۾ ڪافي ماڻهو سوار هئا. مون کي ياد آهي ته اهو قافلو پيان سيد آباد يا ٽلٽي، انهن ٻن مان ڪو هڪ شهر هو، جتي هڪ وڏو جلسو ٿيو هو، جنهن ۾ ون يونٽ جي خلاف تقريرون ڪيون ويون. اهو واقعو مون کي انڪري به ياد آهي جو ان جلسي ۾ اسٽيج تي پيان سيد آباد جون مشهور 'منيون ٽڪيون' جن ۾ اندر مائو هوندو هو ۽ ٻاهران کنڊ جي ڪوٽنگ هوندي هئي، ورهايون ويون هيون، جيڪي ان زماني جي رواج موجب ٽڪر جي پاٽوڙن ۾ ورهائيندا هئا. جيڪي مون کي ڏاڏيون وٽيون ۽ ان ڪان پوءِ جتي به جلسي ۾ ويندا هئاسين ته اڪثر ڪوشش ڪندو هئس ته ڏاڏا وارن سان گڏجي وڃان ڇاڪاڻ جو اُتي اهي ٽڪيون ملنديون! پر اهي ٽڪيون ڪڏهن ملنديون هيون ته ڪڏهن نه به ملنديون هيون. بهرحال پنهنجي ڏاڏا سائينءَ سان اهو منهنجو پهريون تعارف هو، ۽ سندن دوستن ۾ جيڪو پهريون دوست مون ڏٺو، اُهو سائين جي. ايم. سيد هو. اُن ڪان پوءِ ته اهو سلسلو ڪافي سالن تائين جاري رهيو، پر اُن وقت مون کي اهو تصور ۾ به نه هو ته منهنجا ڏاڏا سائين مون کي سياست ۾ وٺي ايندا. اُن ڪان پوءِ اسان حيدرآباد شفٽ ٿي وياسين. حيدرآباد جي سول لائينس ۾ اسان جو 29 هون نمبر بنگلو هوندو هو، جيڪو اسان جي ڏاڏا سائين پاڪستان ٺهڻ وقت اسان لاءِ ورتو هو. جڏهن اسان اُن بنگلي ۾ شفٽ ٿياسين ته اُن وقت تائين اُهو بنگلو خالي هو، اتي اسان وٽ ڏاڏا مرحوم تقريباً هر ٻئين ٽئين مهيني ملڻ ايندا هئا، ۽ ڪجهه ڏينهن اسان سان گڏ رهندا هئا. اتي منهنجو نانو قاضي محمد اڪبر صاحب ساڻن ملڻ ايندو هو. ٻئي بزرگ پاڻ ۾ ڪافي دير تائين سياست تي ڳالهائيندا رهندا هئا ۽ مان پڙ ۾ ويهي سندن ڳالهيون غور سان ٻڌندو هئس.

ڏاڏا سائين حيدرآباد اچڻ دوران ڪڏهن ڪڏهن شام جو ڪنهن نہ ڪنهن پنهنجي پراڻي دوست سان ملڻ ويندا هئا، تہ مون کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي ويندا هئا، ۽ مون کي بہ خود شوق هوندو هو، تہ مان هنن بزرگن سان گڏ ويهي سندن ڳالهيون ٻڌان، منهنجي يادگيري ۾ جن بزرگن وٽ منهنجي ڏاڏا سائين پير الاهي بخش جو اچڻ وڃڻ هوندو هو يا گهڻي محبت، ساڻن گهرائپ ۽ دوستاڻا تعلقات هئا، انهن ۾ سيد ميران محمد شاهہ جو شمار سرفهرست ٿئي ٿو. جتي ڏاڏا سائين جن مون کي بہ پيرا وٺي ويا، ۽ ساڻن جنهن محبت ۽ اُڪير سان مليا، اهو مون کي اڄ ڏينهن تائين نٿو وسري. انهن ئي ڏينهن جي هڪڙي شام جو ڏاڏا سائين مون کي پاڻ سان گڏ پنڌ ئي پنڌ واڪ ڪندا، سائين ميران محمد شاهہ جي بنگلي تي وٺي آيا، سندن بنگلو جيڪو پڻ سول لائينس ۾ هوندو هو بعد ۾ اتي وينس سئنيما ٺهي. سائين ميران محمد شاهہ تمام سنهو ۽ ڏاڍي باغ بهار طبعيت جو مالڪ هو، جڏهن اسان


سيد ميران محمد شاهہ

وٽن وياسين تہ ان ڏينهن سندن ننيو پاءُ سائين قاسم علي شاهہ بہ اتي موجود هو جيڪو اڄ بہ مون کي چڱي طرح ياد آهي، جتي ساڻس ملاقات ٿي. هي ٻئي بزرگ ڪافي دير هڪ ٻئي سان ڪچهري ڪندا رهيا، مون کي تفصيل تہ ياد ڪونهن. پر مون کي ايترو اندازو ٿيو تہ سائين ميران
محمد شاهہ اسان جي ڏاڏا مرحوم پير الاهي بخش جو تمام سٺو دوست هو. ان کان علاوه اتي سول لائينس ۾ سردار محمد علي شاهہ ڄاموٽ پڻ رهندو هو، جتي پڻ ڏاڏا سائين مون کي هڪڙو دفعو وٺي ويا، جتي پڻ ساڻن ڪچهري ٿي. سردار محمد علي شاهہ ڄاموٽ تمام باغ بهار طبعيت جو مالڪ هو، ۽ سندس ڪچهريءَ ۾

پڻ ڏاڍو لطف آيو. ان کان علاوه سائين مخدوم طالب المولىٰ قبلہ سائين جن وٽ پڻ اڪثر ڏاڏا سائين مون کي وٺي ويندا هئا ۽ ڪافي دير تائين ساڻن ڪچهري ڪندا رهندا هئا. ڏاڏا مرحوم مون کي ٻڌائيندا هئا تہ اسان جو خاندان مخدوم سرور نوح رحہ جن جي خاندان مان آهي، پر جيڪي گادي نشين آهن، اهي اسان جا مرشد آهن. منهنجا ڏاڏا سائين پير الاهي بخش، جڏهن سائين مخدوم طالب المولىٰ سان ملندا هئا


مخدوم محمد الزمان طالب المولىٰ

تہ ڪين پيرين پئي ملندا هئا، ۽ مون کي چوندا هئا تہ تون بہ پيرين پئي مل. ان تي مان حيران ٿي ويندو هئس تہ هيڏي وڏي عمر جا بزرگ، هيڏي وڏي پوزيشن واري عهدي تي رهڻ جي باوجود بہ مخدوم صاحب جيڪي نسبتاً اُن زماني ۾ نوجوان نہ هوندا تہ بہ ٿورو مڊل ايج جا ضرور هوندا، پر ڏاڏا مرحوم کان تمام ننڍا هئا، مون ڏٺو تہ ڏاڏا مرحوم ساڻن جُهڪي پيرن تي هٿ رکي ملندا هئا، اها ئي اسان کي پنهنجي ڏاڏا سائينءَ کان ننڍي هوندي تربيت ملي، جو اسان ڪانئن اهو سکيو تہ جن سان جهڙا تعلقات هجن تہ انهن سان اُهڙي طرح مِلجي. آءٌ جيئن وڏو ٿيندو ويس تہ اڪثر ڏاڏا سائين وٽ موڪلن ۾ ڪراچي ويندو هئس جتي مون هڪڙي ڳالهہ نوٽ ڪئي هئي تہ ڏاڏا سائين مون کي ٻين بزرگن وٽ وٺي ويندا هئا ۽ وڃي ساڻن ملائيندا هئا، تہ جيئن مان اٿڻ ويهڻ، ۽ وڏن ماڻهن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ سکان.

ڏاڏا سائين مون کي گهٽي ۾ گهٽو سائين جي. ايم. سيد وٽ وٺي ويندا هئا. مون کي ياد آهي تہ انهن ڏينهن ۾ سائينءَ کي پير ۾ يا ٽنگ ۾ فريڪچر ٿي پيو هو، سندن طبعيت صحيح نہ هئي ۽ پاڻ بيمار هئا تہ ڏاڏا مرحوم مون کي اسپتال وٺي ويا، ۽

سائين سان گهڻي دير تائين ڪچهري ڪندا رهيا، حيدر منزل تي ڪچهري ڪرڻ ۾ به مان ساڻن گڏ ويندو هئس، ان ڪان علاوه ٻيو جيڪو عظيم انسان هو جنهن سان ڏاڏا مرحوم مون ڪي ملاقات ڪرائي، اهو هو اسان جو قائد عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽو. جڏهن ڀُٽي صاحب نئين پارٽي ٺاهي ته ڏاڏا مرحوم مون ڪي ساڻس ملائڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ 70 ڪلفٽن تي وٺي هليا هئا جتي ڪافي دير تائين شهيد ڀٽو سان ڪچهري ٿيندي رهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي شخصيت ۾ ايڏي ته ڪشش هوندي هئي جو مان ڪافي دير تائين ڪيس ڏسندو ئي رهيو هئس. هن ڏاڏا مرحوم جي ڏاڍي عزت


سر شاهنواز ڀٽو

پئي ڪئي. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي والد سر شاهنواز ڀُٽي سان ڏاڏا مرحوم جا تمام ديرينه ۽ گهرا تعلقات هئا، جو ڏاڏا مرحوم جي تعليم ۽ وڪالت ۾ سر شاهنواز ڀُٽي جو وڏو هٿ هو، جڏهن لاڙڪاڻو ۽ دادو هڪ ئي ضلعو هو، ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جو اسان دادو وارا حصو هئاسين. ان زماني ۾ سر شاهنواز ڀٽو لوڪل بورڊ لاڙڪاڻي جو پريزيڊنٽ چوندبو هو ۽ جيتوڻيڪ اهو منتخب ٿيندو هو، پر ان زماني ۾ ووٽ اهي ماڻهو ڏيندا هئا جيڪي


ذوالفقار علي ڀٽو

ڊِل يا ٽيڪس پريندڙ هئا. ڏاڏا مرحوم جو مامو سائين پير لعل محمد صاحب اول جيڪو زميندار هو ۽ سر شاهنواز ڀُٽي جو حمايتي هو ۽ ان ڪي اليڪشن ۾ پاڻ به ووٽ ڏيندو هو ۽ ڪيس ووٽ وٺي به ڏيندو هو. تنهن ڪري سر شاهنواز ڀُٽي سان اسان جو تعلق وڏيڪ

ويجهو ۽ گهرو هو. پُٽي صاحب سان ڏاڏا مرحوم جون تمام گهڻيون ڪچهريون ٿيون، جنهن ۾ مان پاڻ شامل هئس. ان ڪان علاوه ڏاڏا مرحوم جا پير گل حسن صاحب لنواري واري بزرگ سان بہ ڏاڍا گهرا مراسم هئا ۽ سندن جو پاڻ ۾ گهڻو ميل جول هو ۽ هو اڪثر ڏاڏا مرحوم کي چوندا هئا تہ توهان منهنجا وڏا ڀاءُ آهيو، ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ جيڪي صديقي خاندان آباد آهن، انهن ۾ لنواري وارن پيرن جو نالو تمام ممتاز حيثيت رکي ٿو ۽ اسان جو خاندان صديقي قريشي خاندان آهي. ڏاڏا مرحوم ٻڌائيندا هئا تہ اسان حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي فرزند حضرت محمد بن ابوبڪر صديق رضہ جو اولاد آهيون ۽ لنواري وارا پير حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي ٻئي فرزند حضرت عبدالرحمٰن بن ابوبڪر صديق رضہ جي اولاد مان آهن. پير گل حسن صاحب وٽ ڪراچي توڙي، سنڌن حيدرآباد جي لطيف آباد واري بنگلي تي ڏاڏا مرحوم مون کي ڪافي پيرا وٺي ويا ۽ ٻيا بہ تمام گهڻا بزرگ آهن جن سان ڏاڏا مرحوم ملڻ هلندا هئا.

ڏاڏا مرحوم پير الاهي بخش جن جي باري ۾ معلوم ٿيو تہ پاڻ ڪهڙين مشڪل حالتن ۾ تعليم حاصل ڪيائون، پوءِ جيئن آءٌ 1969ع دوران ڪجهہ عرصي لاءِ ڪراچيءَ ۾ حبيب بئنڪ ۾ ٽريني آفيسر طور مقرر ٿيس، جتي مون تقريباً 3 مهينا ڪن ڪم ڪيو پر بعد ۾ استعيفيٰ ڏيئي ايم اي جي تعليم لاءِ سنڌ يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي. انهن ٽن مهينن دوران آءٌ لاڳيتو پير الاهي بخش ڪالوني ڪراچيءَ ۾ سندن بنگلي تي رهيس. موڪل واري ڏينهن يا شام جو اڪثر ڪري ساڻن ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون. انهن ڪچهرين دوران مون کي اهي پراڻا خط ڏيکاريائون جيڪي عليڳڙهہ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيءَ دوران هم ڪلاسي دوستن جا سندن ڏانهن لکيل هئا جيڪي اڪثر پوسٽ ڪارڊ تي لکيل هئا ۽

اُن ئي عرصي دوران مون کي پاڻ پنهنجي هٿ سان لکيل پنهنجي آٽوبائيوگرافي ڏيکاريائون، جيڪا فل اسڪيپ پيپر تي سنڌيءَ ۾ لکيل هئي، جيڪا پوءِ مون پنهنجي ڪاپي ۾ به اُتاري ۽ سندن لاڏاڻي کان پوءِ مولوي عبدالواحد سنڌي صاحب جي زور ڀرڻ تي پنهنجي لفظن ۾ "نئين زندگي" رسالي لاءِ لکي، جيڪا مولوي صاحب قسطوار شايع ڪئي.

سائين پير الاهي بخش مرحوم تمام حسين انسان هئا. پنج وقت جا نمازي ۽ پرهيزگار. پاڻ اڪثر اڇي رنگ جي شلوار قميص پائيندا هئا، منجهن ڪا وڏائي ڪانه هئي. مون کي پنهنجي ڏاڏا سائينءَ ۾ تمام گهٽي نوڙت ڏسڻ ۾ آئي، ڪڏهن به اهو محسوس ٿيڻ نه ڏيندا هئا ته ڪو هو سنڌ جي وزير اعليٰ جي عهدي تي رهيا. انهن ڏينهن ۾ جڏهن وٽن ڪم ڪار سانگي دادو جا ماڻهو ايندا هئا ته پاڻ کين چوندا هئا ته، "بابا اوهان هلو تغلق هائوس، آءٌ فلاڻي ٽائيم تي پهچي ويندس." ۽ پوءِ مون کي ساڻن گڏجي ڪجهه جاين تي وڃڻ جو اتفاق پڻ ٿيندو هو. مون کان پڇندا هئا ته "چا پيو ڪرين؟" مان ورنديءَ ۾ چوندو هئس ته "ڪجهه به نه!" ته منهنجي ان ورنديءَ تي پاڻ چوندا هئا ته "هل". مان يڪدم تيار ٿي ساڻن گڏ هليو ويندو هئس. مون کي ياد آهي ته 1960ع واري ڍاڪي جي آخر ڌاري وٽن هڪ پراڻي جيپ هوندي هئي. هڪ ڀيري پاڻ ٻاهر نڪتا ته گاڏي نه هئي، پڇڻ تي معلوم ٿيو ته اها گهر جا نوجوان نينگر کاهي ويا. پاڻ ٿورو خفي ته ٿيا، پر پوءِ چيائون ته، "بابا ڪا ڳالهه نه آهي، ماڻهن کي ٽائيم ڏنو اٿم، هلو ته هلون." پوءِ اسان پنڌ بنگلي تان نڪري سڌو پير الاهي بخش ڪالونيءَ جي بس اسٽاپ تي آياسين، اتي 8- نمبر بس ۾ چڙهياسين جيڪا تغلق هائوس جي پاسي وئي پئي، بس جي ڪنڊڪٽر کين سڃاتو ته پاڻ پير الاهي بخش آهن جن جي نالي تي پير الاهي بخش ڪالوني آهي. ڪنڊڪٽر کين ڏسي

حيرت ۾ پئجي ويو ۽ ڪانئن ياڙي جا پيسا نہ پئي ورتا، جنهن تي ڏاڏا مرحوم ڪيس چيو تہ "جيڪڏهن تون ياڙو نہ وٺندين تہ مان بس مان هيٺ لهي ويندس." جنهن بعد هُن پيسا ونئي ٽڪيٽ ڏني. مان ڏٺو تہ بس ۾ سڀ ماڻهو ڪين حيرت سان ڏسي رهيا هئا تہ هيڏي وڏي عهدي تي رهڻ وارو بزرگ 8- نمبر هڪڙي ڪنارا بس ۾ عام ماڻهن وانگر ويٺو آهي اها هئي سندن سادگي ۽ انسان دوستي! پوءِ اتان سڌو تغلق هائوس پهتاسين جتي ماڻهو سندن انتظار ۾ ويٺا هئا، پاڻ سندن ڪم لاءِ آفيس ۾ هليا ويا. آءٌ ساڻن گڏ هئس، پوءِ اتان پنڌ ئي پنڌ سنڌ اسيمبلي بلڊنگ وياسين جنهن ۾ مان زندگيءَ ۾ پهريون دفعو اندر وڃي رهيو هئس اتي پاڻ جيئن ئي ڏاڪڻ چڙهي رهيا هئا تہ اتي ڪين بلوچ صاحب مليو جيڪو اصل خدا آباد جي پاسي جو رهاڪو هو، جيڪو شايد سنڌ اسيمبليءَ ۾ اسسٽنٽ سيڪريٽري يا ايڊيشنل سيڪريٽري هو ۽ ڏاڏا سائين ڪي ڏاڍي عزت سان مليو ۽ ڪانئن اچڻ جو سبب معلوم ڪيائين، تہ پاڻ ڪيس چيائون تہ "مان جي. ڊي. ميمڻ صاحب سان ملڻ آيو آهيان." مون جي. ڊي ميمڻ صاحب جو نالو پهريون دفعو ٻڌو هو. مٿي چڙهياسين تہ اتي سيڪريٽري فنانس جو دفتر هو، منهنجي خيال ۾ جي. ڊي ميمڻ صاحب ان زماني ۾ سيڪريٽري فنانس هوندو هو. مون نالو ٿورو عجيب محسوس ڪيو تہ ڪانئن پڇيم تہ "ڏاڏا سائين! جي. ڊي. ميمڻ ڪير آهي؟" ڪلي ورندي ڏنائون تہ، "اهو پهرئين منهنجو پرائيويٽ سيڪريٽري هوندو هو ۽ هاڻي سيڪريٽري فنانس آهي ۽ تمام سٺو آفيسر آهي." اسان جڏهن سندس آفيس پهتاسين تہ هو ڏاڍي عزت ۽ احترام سان مليو ۽ ڏاڏا مرحوم کي چيائين تہ "هيءَ توهان جي پنهنجي آفيس آهي جتي توهان ويهندا هئا." ڏاڏا سائين مرحوم ڪلي هائوڪار ڪئي ۽ چيائون تہ، "واقعي هيءَ اها ئي آفيس آهي جتي مان منسٽر جي

حيثيت ۾ ويهندو هئس.“ بهرحال پوءِ ساڻس ڪچهري ڪيائون ۽ ڪيس ماڻهن جا ڪم ڪار چيائون، جيڪي هن بر وقت ڪيا. ان ڪان پوءِ جي. ڊي. ميمڻ صاحب سان ڏاڏا سائين جي ملاقات تڏهن ٿي جڏهن پاڻ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو شايد چيئرمن يا ميمبر هو. ڏاڏا سائين کيس اطلاع ڪيو ته ”مان توهان سان ملڻ اچان ٿو؟“ جنهن تي هن ورندي ڏني ته ”سائين! توهان تڪليف نه ڪيو، مان توهان وٽ پاڻ اچان ٿو.“ ان وقت ڏاڏا سائين منهنجي ناني قاضي محمد اڪبر صاحب جي بنگلي تي ويٺا هئا ۽ ان زماني ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي آفيس به سول لائينس ۾ ان ساڳئي روڊ تي هوندي هئي جتي هاڻ سيشن ڪورٽ آهي. اتان جي. ڊي. ميمڻ صاحب منهنجي ناني قاضي محمد اڪبر صاحب جي گهر آيو ۽ اتي ڏاڏا مرحوم سان مليو ۽ ڏاڏا مرحوم ڪنهن ماڻهو جي ڪم لاءِ چيس، جنهن تي هن هائوڪار ڪري موڪلايو. ان کان علاوه ڪافي اهڙا واقعا آهن جيڪي اڄ به ذهن جي ڦرهيءَ تي موجود آهن، جنهن مان مون کي هڪڙو اهم واقعو ياد آهي ته انهن ڏينهن ۾ ون يونٽ جي خلاف جيڪي جلسا ٿيندا هئا انهن مان ٻن جلسن ۾ مان ڏاڏا مرحوم ۽ محترم سائين جي. ايم. سيد سان گڏجي شريڪ ٿيو هئس، ان کان پوءِ وري مون کي ياد پوي ٿو ته 1967ع يا 1968ع ۾ هڪڙو تمام وڏو اينٽي ون يونٽ ڪنوينشن قبله سائين مخدوم طالب المولىٰ سائين جن جي حيدرآباد جي سول لائينس واري بنگلي تي محترم سائين جي. ايم. سيد جي صدارت هيٺ ٿيو. ان ۾ ڏاڏا مرحوم شرڪت لاءِ آيا ۽ مون کي به پاڻ سان گڏ وٺي آيا جنهن ۾ مون جيڪي شخصيتون ڏٺيون جن اتي تقريرون ڪيون انهن ۾ نئين مان صادق علي ميمڻ صاحب جيڪو بعد ۾ ايم. اين. اي به ٿيو، غلام مصطفيٰ جتوئي صاحب، قبله مخدوم طالب المولىٰ، خان بهادر کهڙو شامل آهن. مان سمجهان ٿو

تہ منهنجو نانو قاضي محمد اڪبر صاحب پڻ اتي موجود هو ۽ ٻيا بہ ڪافي سنڌ جا سياستدان مون ڏٺا جيڪي اتي گڏ ٿيا هئا ۽ ون يونٽ جي خلاف زبردست تقريرون ڪيون هئائون. ڪجهہ اسيمبليءَ جا اهي ميمبر صاحبان بہ هئا جن اتي اهو اعتراف


قاضي محمد اڪبر

ڪيو تہ ون يونٽ جي حق ۾ اسيمبلي اندر جيڪو نهراءُ پيش ٿيو، هنن ان جي حق ۾ ووٽ ڏئي هڪ وڏو قومي ڏوهہ ڪيو آهي، جنهن لاءِ هُو سنڌي قوم کان معافي ٿا وٺن. ان کان علاوه جيڪي ميمبر صاحبان جن ون يونٽ نهراءَ جي خلاف ووٽ ڏنو هو جنهن ۾ منهنجا ڏاڏا سائين پير الاهي بخش جن بہ شامل هئا ۽ ساڻن عبدالحميد جتوئي مرحوم، رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙي صاحب ۽ شيخ خورشيد احمد صاحب بہ شامل هئا. اهي چار ئي بزرگ ان ڪنوينشن ۾ موجود هئا، منهنجي يادگيري مطابق انهيءَ ڪنوينشن ۾ انهن جو ذڪر تمام گهڻي عزت ۽ احترام سان ڪيو ويو ۽ کين وڏو مان ۽ مرتبو ڏنو ويو. ڇاڪاڻ جو انهن چئني ميمبرن سختيءَ ۽ ڏاڍ جي باوجود ون يونٽ جي


خانبهادر محمد ايوب کهڙو

نهراءَ خلاف ووٽ ڏنو هو تہ ون يونٽ نہ نهڻ کپي، جيڪو سنڌ جي لاءِ تمام نقصانڪار هو. خان بهادر محمد ايوب کهڙي ان وقت وزير اعليٰ جي حيثيت سان زبردستي اهو نهراءُ پاس ڪرايو هو. مان سمجهان ٿو تہ شايد شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب پڻ ان ڪنوينشن ۾ موجود هو. جنهن سان پڻ بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگرديءَ جي زماني ۾ منهنجون ڪافي ملاقاتون ٿيون.

هتي هڪ اهم واقعو ياد اچي ويو آهي جنهن جو ذڪر ضروري آهي. قائد عوام ذوالفقار علي ڀُٽي شهيد پاڪستان پيپلز پارٽي قائم ڪئي ته ڏاڏا مرحوم ان ۾ شامل ٿيو. 1968ع ڌاري هالا ۾ ڪنوينشن گهرايو ويو جنهن جي ميزباني قبله مخدومِ طالب الموليٰ سائين جن ڪرڻ فرمائي هئي. ڏاڏا مرحوم مون کي ان ۾ شرڪت لاءِ پاڻ سان وٺي ويا. هڪ رات اڳ ئي هالا ۾ مخدوم صاحب جي اناس بنگلي ۾ ترسياسين. صبح جو هالا جي سئنيما ۾ ڪنوينشن جو اهتمام هو. مان پاڻ کي اجا تائين وڏو خوش نصيب سمجهندو آهيان جو مون کي اهو شرف حاصل ٿيو جو ان اهم ڪنوينشن ۾ جنهن جي صدارت قائد عوام ڪئي، شرڪت ڪري سگهيس. ان ۾ اليڪشن ۾ حصو وٺڻ جو اهم فيصلو ڪيو ويو جيتوڻيڪ معراج محمد خان سميت ڪابي ڌر جي پارٽي اڳواڻن ان ۾ حصو وٺڻ جي سخت مخالفت ڪئي هئي.

مان پنهنجي ڏاڏي پير الاهي بخش جي شرافت، سادگي ۽ قومي خدمت جي جذبي سان سرشار شخصيت کان ڏاڍو متاثر رهيو آهيان ۽ مان پاڻ حيران ٿيندو آهيان ته جيڪا ڏاڏا مرحوم مون کي پنهنجي آتم ڪهاڻي ٻڌائي ته هڪڙي يتيم ٻار جي حيثيت ۾، چاڪاڻ ته سندن والد بزرگوار سندن صغيريءَ ۾ لاڏاڻو ڪري ويا هئا پوءِ سندن مامي پير لعل محمد سائين ڪين ۽ سندن ننڍي ڀاءُ پير واحد بخش


شيخ عبدالمجيد سنڌي

کي سنڀاليو. انهيءَ زماني ۾ ڏاڏا مرحوم کي ڀان سيد آباد ۾ پرائمري اسڪول جي تعليم حاصل ڪري پوءِ اڳتي پڙهڻ جو شوق هو. ڏاڏا مرحوم پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ لکيو آهي ته پاڻ ۾ ڇوڪرا وڏهي پياسون، ڪاوڙ سبب بنا ٻڌائڻ جي ڳوٺ ڇڏي هليا

ويا، هنن لکيو تہ ”مان پنهنجي مامي جي پٽ سائين پير جان محمد مرحوم جن سان ڪنهن ڳالهہ تي (ننڍي هوندي جيئن ٻار وڙهندا آهن) وڙهي پيس. اتان ڪاوڙجي مان هليو ويس ۽ ٽڪيٽ وٺي سڌو ڪراچي ڪينٽ اسٽيشن پهتس، جتي پان سيد آباد جا ميمڻ ڪُولي هوندا هئا، انهن ميمڻن وٽ وڃي انهن جي ڪوارٽر ۾ رهيس ۽ انهن سان ئي گڏجي سنڌ مدرستہ الاسلام ۾ داخلا وٺڻ لاءِ ويس، پر اتي مون کي ٻڌايو


هزهائينس مير علي نواز ناز

ويو تہ موڪلون ٿي ويون آهن جنهن جي ڪري داخلا بند آهي ۽ اتي ئي مون کي ڪنهن ٻڌايو تہ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس ۾ توهان ويندؤ تہ شايد توهان کي داخلا ملي وڃي. خيرپورميرس مير صاحبان جي اسٽيٽ هوندي هئي، پوءِ مان اتي ويس ۽ اتي وڌيڪ تعليم حاصل ڪيم“. ڏاڏا سائين جي تعليم حاصل ڪرڻ جا وڌيڪ تفصيل هن ڪتاب ۾ منهنجي ٻي مضمون سميت ٻين دوستن جي مضمونن ۾ پڻ ڏنل آهن جيڪي مان هتي ٻيهر دهرائڻ نٿو چاهيان. مشڪل حالتن ۾ سنڌن تعليم حاصل ڪرڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ نہ هو، جو

هڪڙو مڊل ڪلاس طبقي جو يتيم ٻار ننڍڙي عمر ۾ خيرپور ميرس جهڙي ڏورانهين علائقي ۾ جتي سندس ڪا بہ واقفيت نہ هجي، اتي ايڏي همت ڪري وڃي تعليم حاصل ڪري. سوچجي تہ اهو هڪ وڏو مثال آهي تہ پاڻ اتي داخلا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيئن جدوجهد ڪئي هوندائون، جو اتي داخلا نہ پئي ملي پر پوءِ سندن جستجو کين اتي داخلا ڏياري. اتي دريشاڻي صاحب هوندو هو، جيڪو منسٽر صاحب جو سيڪريٽري هو، جيڪو پوءِ اسڪول جو پرنسپل بہ ٿي رهيو. اسڪول وارن جو چوڻ هو تہ هتي جن يتيم

بارن کي داخلا ملندي هئي، اهي مفت جون مانيون کائي پاڻ ۾ جهيڙا ڪندا رهندا هئا. ڏاڏا سائين کين چيو ته، ”اهڙي ڳالهه نه آهي، مان سني گهراڻي جو آهيان ۽ غريب آهيان. مون کي توهان داخلا ڏيو، مان پڙهندس.“ پوءِ کين داخلا ملي. مون کي ٻڌايائون ته اتي مون راندين ۾ به دلچسپي ورتي ۽ هاڪي جي راند ۾ پاڻ مجرايم. هزهائينس مير علي نواز ناز جي ٽيم جا ڪئپٽن به ٿيا.


نبي بخش ڪلهوڙو

پاڻ راند سان گڏ پڙهائيءَ ۾ به تمام هوشيار هئا. مئٽرڪ جو امتحان ناز هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائون. مون کي پاڻ ٻڌائيندا هئا ته اتي جن ماڻهن سان گهاٽي دوستي ٿي، انهن ۾ مسٽر نبي بخش ڪلهوڙو، جيڪو ڪوٽڏيجي جو وينل هو، جو اڳتي هلي ڊپٽي ڪليڪٽر يا ڪليڪٽر ٿيو، شامل هو. ان کان علاوه آغا عبدالنبي جيڪو بعد ۾ ڪليڪٽر ٿيو، اهو سندن ڪلاس فيلو هو (شايد علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ يا ناز هاءِ اسڪول ۾) ٻيو علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ سندن بهترين دوست قاضي خدا بخش مورائي هو، جيڪو بعد ۾ ڪراچيءَ جو ميئر ٿيو. اهو علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ شاگرد اڳواڻ هوندو هو جيڪو اڳتي هلي شايد يونين جو پريزيڊنٽ يا وائيس پريزيڊنٽ ٿيو. تمام سرگرم، سمجهدار ۽ هوشيار شاگرد هوندو هو. هو ڪراچي شهر جو پهريون مسلمان ميئر ٿيو.

آغا عبدالنبي


قاضي خدا بخش

سنڌ جي اعليٰ درجي جي عالم، اديب، شاعر ۽ سنڌي ٻوليءَ


حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

جي جديد الفابيٽ ۽ عربي رسم الخط بنائڻ واري صلاحڪار ڪميٽي جي ميمبر حڪيم فتح محمد سيوهاڻي صاحب سان پڻ ڏاڏا سائين جو گهاٽو واسطو هوندو هو جيڪو قاضي محمد اڪبر صاحب جو چاچو هو ۽ سهرو بہ هو. ڏاڏا سائين جڏهن بہ ڪراچي ايندا هئا تہ انهن سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ سياست تي سندن ڳالهيون ٻولهيون ٿينديون هيون. اها ويجهڙائپ اڳتي هلي مائٽيءَ ۾ بدلجي وئي، بابا سائين جي شادي قاضي محمد اڪبر صاحب جي وڏي نياڻي حميده بيگم سان ٿي، جيڪا اسان جي عظيم امڙ هئي! ڏاڏا سائين پاڻ بہ تحريڪ خلافت جا تمام سرگرم ليڊر هوندا هئا ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي وٽ پڻ خلافت تحريڪ جا تمام گهڻا ليڊر ۽ ڪارڪن ايندا رهندا هئا.


مولانا محمد علي جوهر

مولانا محمد علي جوهر کان ڏاڏا مرحوم تمام گهڻو متاثر هئا، جاڪاڻ جو جڏهن پاڻ عليڳڙهہ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ ويا هئا تہ اتي انهيءَ زماني ۾ انهن خلافت تحريڪ هلائي، مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا شوڪت علي ٻنهي ڀائرن جي اها تحريڪ گهڻي مشهور ٿي وئي ۽ ان تمام گهڻي مقبوليت ۽ شهرت ماڻي. ان زماني ۾ مولانا محمد علي جوهر اپيل ڪئي هئي تہ علي ڳڙهہ يونيورسٽي انگريزن جي سرپرستيءَ ۾ قائم ٿي هئي، تنهنڪري اها ڇڏي سڀ مسلمان شاگرد سندن قائم ڪيل جامعہ مليہ ۾ داخلا وٺن. ڏاڏا مرحوم بہ ان اپيل تي عليڳڙهہ يونيورسٽي ڇڏي جامعہ مليہ ۾ داخلا ورتي، ۽ اتي مولانا محمد

علي جوهر ۽ ڊاڪٽر ذاڪر حسين جيڪو بعد ۾ ڀارت جو صدر ٿيو، انهن جا شاگرد ٿيا، ۽ انهن کان تعليم حاصل ڪيائون. پر جڏهن اها خلافت تحريڪ جهڪي ٿي وئي ۽ ختم ٿي وئي ته پوءِ ٻيهر واپس موٽي آيا ۽ پاڻ ٻيهر موٽي وڃي علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺي پنهنجي تعليم مڪمل ڪيائون.

بعد ۾ پاڻ ڪانگريس ۾ شامل ٿيا، شايد انهيءَ ڪري منجهن سادگيءَ جو عنصر نمايان هو جيڪو مون کي لڳو ته سندن ڪانگريس ۾، ۽ خلافت تحريڪ ۾ رهڻ جي ڪري پيدا ٿيو. منجهن جيڪا نهٺائي، سادگي ۽ عام ماڻهن سان ميل جول جو جيڪو طريقو هو، اهو پنهنجو مثال پاڻ هو. وٽن غريب ۽ غريب ماڻهو به ايندو هو ته پاڻ انهيءَ سان ڀاڪر پائي ملندا هئا. مون پنهنجي سڄي سياسي زندگيءَ ۾ سندن ان انداز کي مڪمل طور تي Adopt ڪيو ۽ مان پنهنجي پٽ بئريسٽر پير مجيب الحق صاحب کي به چوندو آهيان ته عام ماڻهن جا جيڪڏهن ڪي ڪم نه به ٿين تڏهن به کين ايڏو وڏو ڪو ملال نه ٿيندو آهي پر جيڪڏهن کين عزت، پيار ۽ محبت نه ڏني وڃي ته ان جو هنن کي تمام گهڻو رنج پهچندو آهي، ان لاءِ جيڪڏهن غريب ماڻهو اُميد سان اچن ٿا، ته انهن سان عزت، احترام، پيار، محبت ۽ قرب سان ڀاڪر پائي ملندؤ ته اها ئي انهن لاءِ وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته سياست ۾ چڱي پوزيشن تي وينل ماڻهو انهن سان عزت سان پيش اچي ٿو، ۽ اها ڳالهه مون پنهنجي ڏاڏا مرحوم کان سکي.

ڏاڏا مرحوم اڪثر ذڪر ڪندا هئا ته وڪيل، وڪيل هوندو آهي، جڏهن اسان منسٽري تان ڪجهه عرصي لاءِ هٽندا هئاسين ته وڃي ڪارو ڪوٽ پائي ڪورٽ جو رخ رکبو هو. گروپن جي بنياد تي سياست ٿيندي هئي، پارٽي بنيادن تي سياست ايتري نه ٿيندي هئي. سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي نهي، جنهن کي سنڌ اتحاد پارٽي به

چوندا هئا. پر ان وقت ۾ سڀ پنهنجي پارٽي جي ايڏي پابندي نہ ڪندا هئا، جيڪا اسان اڄڪلهہ هتي ڏسون ٿا، پر ان وقت گهڻو ڪري گروپ ٺاهي وزارتون وٺندا هئا، ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ تان گروپ ٽٽي پوندا هئا تہ ان جي نتيجي ۾ وزارت ڊهي پوندي هئي. اڳتي هلي مسلم ليگ مقبوليت ماڻي تہ پوءِ مسلم ليگ پارٽي ۽ ڪانگريس پارٽي باقاعده Establish ٿيون پر ان کان اڳ ۾ جيئن 1937ع ۾ سنڌ اسيمبلي قائم ٿي، تہ ان وقت ۾ حڪومت ٺاهڻ لاءِ گروپن جي ذريعي سياست ڪئي ويندي هئي. مون کي اڪثر ڏاڏا مرحوم ٻڌائيندا هئا تہ سائين جي. ايم. سيد جو مٿن اهڙو ٿورو هو جيڪو پوءِ اڳتي هلي پاڻ لاهڻ جي ڪوشش ڪيائون ۽ اُهو هيءُ هو تہ جڏهن محترم جي. ايم سيد ڪان نالا ورتا ويا ۽ ڪين آفر ڪئي وئي تہ هو وزير جي حيثيت ۾ شهيد الهہ بخش سومرو جي ڪابينا ۾ شامل ٿين تہ محترم جي. ايم سيد چيو تہ، ”هوڏانهن ڪانگريس وارن وزارت لاءِ مسٽر نهچلداس جو نالو ڏنو آهي. (موصوف ڪراچيءَ جو مشهور وڪيل هو). اسان بہ سندس مقابلي ۾ پنهنجو هڪڙو وڪيل ڏينداسين.“ جيئن تہ ڏاڏا مرحوم وڪالت ڪندي سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر ٿيا هئا ۽ سندن تعلق بہ ان ئي گروپ سان هو، ان ڪري اُن گروپ چيو تہ اسان پنهنجو هيءُ وڪيل ڏيون ٿا. پوءِ ڏاڏا مرحوم وزير ٿيو. ان دؤر ۾ اها وڏي ڳالهہ هئي تہ ماڻهو پنهنجي ذات کان مٿي ٿي سوچيندا هئا. شهيد الهہ بخش سومري جي ڪابينا ۾ صرف 2 وزير هئا. هڪڙو مسٽر نهچلداس ۽ ٻيو منهنجو ڏاڏا سائين پير الاهي بخش. پوءِ بعد ۾ هيءَ ڪابينا وڌندي وئي، پر تمام وڏي ڪابينا نہ هوندي هئي. ان زماني ۾ سائين جي. ايم. سيد جي ان مهربانيءَ جو ڏاڏا سائين اڪثر ذڪر ڪندا هئا. جيتوڻيڪ اڳتي هلي سياست ۾ سندن رستا بلڪل الڳ ٿي ويا پر ايوب خان واري مارشل لا ۾ ڏاڏا سائين کي

ايبڊو نالي هڪ ڪاري قانون هيٺ نااهل قرار ڏنو، پوءِ پاڻ اپيل ڪيائون جيڪا بعد ۾ بحال به ٿي، پر ان کان اڳ ٿي 1962ع جي آئين تحت اليڪشن ٿي، جنهن ۾ سائين جي. ايم. سيد جو وڏو فرزند سيد امير حيدر شاهه قومي اسيمبليءَ جي سيٽ لاءِ بيٺو، ته ڏاڏا مرحوم پنهنجي دادو واري بنگلي کي (جتي هاڻ منهنجي رهائش آهي) سندن اليڪشن ڪيمپ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ان ۾ سندن تمام گهڻي مدد ڪئي. مون کي اڪثر چوندا هئا ته منهنجي ڪوشش هوندي هئي ته آءٌ سائين جي. ايم. سيد جو اهو ٽورو موٽايان، پوءِ امير حيدر شاهه صاحب نوجوانيءَ واري عمر ۾ عبدالحميد جتوئي صاحب جهڙي سينيئر سياستدان کي شڪست ڏئي پنهنجي اباڻي ضلعي دادو مان ايم اين اي چونڊجي ويو. ان زماني ۾ ميهڙ کان ڪوٽڙي تائين دادو ضلعي ۾ ايم اين اي جي هڪ ئي سيٽ هئي، ڏاڏا سائين اڪثر ان واقعي جو ذڪر ڪندا هئا.

ان کان علاوه پاڻ پنهنجي آٽوبائيوگرافيءَ ۾ به لکيائون ۽ مون کي ڪافي پيرا ان باري ۾ ٻڌايائون ته جڏهن سنڌ اسيمبلي 1937ع ۾ وجود ۾ آئي ۽ ان جي اليڪشن ۾ جڏهن پاڻ بيٺا ته سندن مقابلي ۾ ان دؤر جو تمام وڏو ماڻهو جيڪو ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر به هو ۽ هن جا انگريزن سان تمام گهڻا تعلقات به هئا ۽ ڪيس خان بهادر جو لقب به مليل هو، بيٺو هو، اهو هو. خانبهادر يار محمد جوٽيجو. پاڻ ڏاڏا سائين جن ايترا وضعدار هوندا هئا جو آخري وقت تائين خانبهادر يار محمد جوٽيجي جي تعريف ڪندا هئا. هو سياسي مخالفت جي باوجود باهمي احترام ۾ تمام گهڻو يقين رکندا هئا. خان بهادر سان آخر تائين جڏهن به ڪٿي ملاقات ٿيندي هئي ته هڪ ٻئي سان تمام گهڻو پيار ۽ محبت سان ملندا هئا. ڏاڏا سائين ٻڌائيندا هئا ته انهيءَ دؤر ۾ جن سندن مدد ڪئي، انهن ۾ راڻيپور جو پير صاحب، سائين پير

عبدالجبار شاهه صاحب پڻ نهايت اهم شخصيت هئا، جن جا سڄيءَ سنڌ ۾ مريد هئا پر دادو ضلعي ۾ خاص طور تي سندن ڪافي اثر رسوخ هو. پاڻ انهن ڪان مدد گهريائون ۽ انهن بہ سندن تمام گهڻي مدد ڪئي. ساڻن مون کي بہ ملايائون. جڏهن ڏاڏا مرحوم ساڻن منهنجي ملاقات ڪرائي هئي، پير عبدالجبار شاهه صاحب مون کي پنهنجي پرسان ويهاريو تہ ڏاڏا سائين کين چيو تہ، ”سائين هِن کي دعا ڪريو.“ انهن ڏينهن ۾ مان سمجهان ٿو تہ منهنجي عمر تقريباً 20 يا 22 سالن جي هوندي. پير صاحب منهنجي پٺي ٺپڪي چيو تہ، ”بابا! الله سائين ڪندو ڏاڏي جهڙو ٿيندين.“ انهيءَ وقت مان سندن اها ڳالهہ سمجهي نہ سگهيس ڇاڪاڻ تہ منهنجو سياست ۾ اچڻ جو ڪو بہ خيال نہ هو.


پير عبدالجبار شاهه

ان وقت مان حبيب بئنڪ ۾ نوڪري ڪندو هئس ۽ منهنجو خيال هو تہ مان ايم. اي ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار ٿيان. جيڪو نہ ٿي سگهيس، بلڪ پوءِ ايڊمنسٽريشن ۾ مون کي وائيس چانسيلر غلام مصطفيٰ شاهه صاحب پاڻ گهرائي نوڪري ڏني. پير عبدالجبار شاهه صاحب ڪان علاوه ڏاڏا مرحوم خان بهادر امام بخش خان جتوئي موري وارن جو پڻ تمام گهڻو ذڪر ڪندا هئا جيڪي غلام مصطفيٰ خان جتوئي صاحب جا ڏاڏا هئا. پاڻ چوندا هئا تہ انهن جو مون تي تمام گهڻو احسان هو. پاڻ چوندا هئا تہ مان انهن وٽ لنگهي ويس ۽ کين چيم تہ توهان اليڪشن ۾ منهنجي مدد ڪريو. انهن جي وڏي زمينداري هئي، سندن ڪافي زمين هئي ۽ ڪافي هاري ناري هئا، سندن ڪيتي جتوئي ڏاڏا مرحوم ۽ منهنجي تڪ دادو تعلقي ۾ اچي

تي، هنن جو ڪافي اثر رسوخ هو، تنهنڪري انهن کي چيائون ته توهان منهنجي مدد ڪريو. جنهن تي خانبهادر امام بخش خان جتوئيءَ ڪين چيو ته، ”پير صاحب! تون نوجوان ماڻهو آهين، مان تنهنجي ضرور مدد ڪندس، چاڪاڻ ته مون کي لڳي ٿو ته تون ميمبر ٿيندين ۽ وزير به ٿيندين ۽ هتي مان پاڻ بينو آهيان جيڪڏهن تنهنجي ورڪ تي ويندس ته مان اليڪشن ڪونه کٽي سگهندس. پر جيڪڏهن مان اليڪشن کٽي به وڃان ته به وزير ٿي نه سگهندس، پر تون وزير ٿيندين، ان ڪري مان تنهنجي مدد ٿو ڪريان.“ ان زماني ۾ سفر ڏاڍو ڏکيو هوندو هو، درياء جي هُن پاسي ڪان دادو اچبو هو ته سفر ڏکيائي سان طئي ٿيندو هو. ان جي باوجود به ڏاڏا سائين جي مدد لاءِ خانبهادر امام بخش خان جتوئي ڪيتي جتوئيءَ ۾ اچي وينو ۽ اليڪشن ڏاڏا سائين کٽي ويا، ۽ هوڏانهن خانبهادر امام بخش خان جتوئي پنهنجو تڪ چڏي آيو ته اليڪشن ۾ به هارائي ويو. اها هنن جي ايڏي وڏي قرباني هئي، جنهن جو ڏاڏا اڪثر و بيشتر ذڪر ڪندا هئا ۽ پوءِ مون کي چيائون ڪو اهڙو وقت آيو جو آءٌ روينيو جو وزير هئس ۽ مون کين Compensate ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، جنهن جي تفصيل ۾ مان نٿو وڃڻ چاهيان، پر ڏاڏا سائين ٻڌايو ته ان دؤر ۾ مون سندن ڪافي خدمت ڪئي ۽ جڏهن خانبهادر صاحب لاڏاڻو ڪري ويا ته سندن فرزند غلام رسول خان جتوئي صاحب سان پڻ سندن تمام محبت ۽ شفقت رهي. مون ڏاڏا مرحوم ۾ اها خوبي ڏٺي ته جيڪو ساڻن چڱائي ڪندو هو يا احسان سان پيش ايندو هو ته پاڻ ڪوشش ڪندا هئا ته انهن سان به اهڙي ئي طريقي سان پيش اچن. مون کي ياد آهي ته ڏاڏا مرحوم هڪڙي دفعي چيو ته يان سيد آباد جو هڪ


خانبهادر امام بخش جتوئي

مشهور زميندار ۽ هڪ وڏو بااثر ماڻهو وڏيرو عبدالرحمٰن ميمڻ هو، سندن تمام سنو دوست هو، هو سدائين ان ڳالهه تي ناراض هوندو هو تہ توهان دوستن جو بہ اهوئي خيال رکو ٿا تہ مخالفن سان بہ ساڳئي طرح پيش اچو ٿا، جيڪا مناسب ڳالهہ ناهي. ڏاڏا مرحوم چيو تہ، ”مان ڪين چوندو هئس تہ اها سنت نبوي ﷺ آهي، جنهن جي ڪري اسان کي پنهنجي مخالفن سان بہ سٺي طريقي سان پيش اچڻ کپي.“

دادو شهر ۾ وٽن گهڻا ماڻهو ايندا ويندا هئا، پر هڪڙو بزرگ اڪثر وٽن ايندو هو ۽ اهو هو، سيٺ شمس الدين ميمڻ، جيڪو تمام پياري طبعيت جو مالڪ هو. هو ڏاڏا مرحوم وٽ اڪثر ايندو هو. ڏاڏا مرحوم جي دادو واري بنگلي ۾ هڪ وڏو ٿلهو هوندو هو جتي سرون لڳل هونديون هيون، جتي شام جو ڇڻڪار ٿيندو هو جتي آرام ڪرسي رکيل هوندي هئي، ۽ چؤ طرف ڪرسيون ۽ موڙا رکيل هوندا هئا، جتي ڏاڏا سائين وچ ۾ ويهندا هئا. اتي دادو شهر جا ماڻهو وٽن ملڻ ايندا هئا. مون کي سيٺ شمس الدين ميمڻ صاحب هڪڙو واقعو ٻڌايو تہ جيئن سندن والد صاحب سيٺ محمد يعقوب ميمڻ ڏاڏا مرحوم جا تمام سٺا دوست هوندا هئا ان حوالي سان ڏاڏا سائين وٽ اڪثر ملڻ ويندا هئا. جڏهن بہ اليڪشن ٿيندي هئي تہ هميشہ وڏن وانگر ان ۾ سندن ساٿ ڏيندا هئا. هڪڙو اهڙو موقعو آيو جنهن ۾ ڏاڏا مرحوم آخوند شفيع محمد وڪيل کي دادو ميونسپالٽيءَ جي ايڊمنسٽريٽر طور مقرر ڪرايو هو. آخوند صاحب جو اثر رسوخ تمام وڏي ويو، ڇو جو ميونسپالٽي جو ايڊمنسٽريٽر ان وقت تمام وڏي ڳالهہ هوندي هئي، ايڊمنسٽريٽر طور تي آخوند صاحب تمام بااثر ٿي ويا، جڏهن اليڪشن آئي تہ هو اليڪشن ۾ ڏاڏا سائين جي مقابلي ۾ بيهي رهيا. جيئن تہ ميمڻ ذات سان سندن تعلق هو ۽ آخوند سندن لقب هو. اچي مهم شروع ڪيائون ۽ چوڻ

لڳا ته، "بابا هر ڀيري پير الاهي بخش اليڪشن ۾ تو ٻيهي ۽ اسان مدد ٿا ڪريون. دادو شهر ۾ ميمڻن جا هيترا ووٽ آهن، مان به ميمڻ آهيان چو نه توهان سڀ ميمڻ منهنجي مدد ڪريو." پوءِ انهن به سيٺ صاحب جي بقول پاڻ انهن ڳالهين ۾ اچي ڏاڏا سائين جي خلاف مهم ۾ حصو ورتو پر اليڪشن ۾ ڏاڏا سائين هميشه جيان کٽي ويا. ڏاڏا مرحوم هميشه اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيندا هئا. 1937ع کان وٺي 1958ع تائين سنڌ اسيمبلي جا ۽ آخري به ٽي سال وري ويسٽ پاڪستان اسيمبلي جا ميمبر رهيا. سيٺ صاحب چيو ته "پوءِ مان ڦِڪائي جي ڪري اچڻ وڃڻ جو سلسلو بند ڪري ڇڏيو. هيڏي مخالفت ڪيم، هاڻ مان وٽن ڪيئن وڃان، هونئن ته اڪثر شام جو وٽن ڪچهريءَ ۾ ويهبو هو. هڪڙي دفعو مان دادو ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم تي ٻيٺو هئس ته پير سائين پويان کان اچي پاڪر پائي چيو ته "سيٺ صاحب هاڻ سلام دعا کان به وياسين ڇا؟ وڏن جو رستو نه تو ڇڏي ڏنو." جنهن تي مون کين چيو ته "نه سائين مون کي شرم ٿي آيو ۽ مان شرمسار آهيان، هاڻ توهان وٽ ضرور ايندس. ۽ پوءِ وري ساڳيو اچڻ وڃڻ شروع ڪيو، روزانو شام جو ڪچهري تي وڃي ويهبو هو. "پير صاحب زندگيءَ ۾ مخالف کي ڪڏهن به اهو طعنو نه ڏنو ته تو منهنجي اليڪشن ۾ مخالفت ڇو ڪئي، ڪڏهن به زبان سان ائين نه چيائون. مان هميشه سوچيندو هئس ته متان ڪڏهن چئي، متان چئي، پر ڪڏهن به نه چيائين." ڏاڏا مرحوم جي اها وڏي وضعداري ۽ عظمت هئي جو اليڪشن کان پوءِ وساري ڇڏيندا هئا ته ڪنهن مخالفت ڪئي. ۽ وري انهن سان ساڳيو ئي سلام دعا جو طريقو رکيو ايندا هئا، ۽ مون به تمام گهڻي ڪوشش ڪئي آهي ته بزرگن جو ساڳيو طريقو جاري رکجي. 1988ع کان وٺي 2010ع تائين تقريباً 22 سالن جي عرصي دوران مان سنڌ اسيمبلي جو پنج ڀيرا ميمبر چونڊبو آيو آهيان، ان عرصي ۾ هڪ ڀيرو منهنجي نياٽي

ڪامياب ٿي جا پڻ 5 سال ايم پي اي رهي، ڇاڪاڻ جو منهنجو فارم رد ڪري ڇڏيائون. سنڌ اسيمبليءَ ۾ منهنجي ميمبر شپ تقريباً 22 سال رهي، ڏاڏا مرحوم بہ تقريباً 22 سال ميمبر رهيا. ۽ تقريباً 44 سالن جو وڏو عرصو آهي جيڪو سنڌ اسيمبليءَ ۾ اسان جي فيملي جي ميمبر شپ رهي. مان پنهنجي پٽ بئريسٽر مجيب الحق صاحب کي چوندو آهيان تہ پنهنجي ڏاڏي مرحوم جو رستو اختيار ڪريو ۽ اُن تي هلندا رهو ۽ ماڻهن جي دلجوئي سان خدمت ڪندا رهو، الله سائين ان جو اجورو ڏيندو آهي ۽ دادو جا ماڻهو تمام گهڻا قدردان آهن جن وچولي طبقي جي ماڻهن کي اها عزت ڏني ۽ هينئر تہ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جا ووٽ آهن، ماڻهو ان کي ووٽ ڏيندا آهن. اسان جي تہ پيپلز پارٽي آهي ۽ اسان جو سڄو ضلعو ڀُٽي شهيد جو ۽ محترمہ شهيد بينظير ڀُٽي جو سپاهي آهي. بهرحال جڏهن پيپلز پارٽي نہ هئي، انهيءَ وقت ۾ بہ منهنجي ڏاڏي پير الاهي بخش کي ڇو عزت ڏيندا هئا؟ ڇو ماڻهو اُنهن جو خيال ڪندا هئا؟ ڇاڪاڻ جو نياز نوڙت، خلق جي خدمت ۽ انسان دوستيءَ وارو جذبو منجهن سرس هوندو هو.


شهيد محترمہ بينظير ڀُٽو

ڏاڏا مرحوم جا جن شخصيتن سان تعلقات هئا، اتڻ ويهڻ هو، مون ڪوشش ڪئي آهي تہ انهن سيني جو اوهان جي سامهون ذڪر ڪريان. ٿي سگهي ٿو تہ ڪافي رهجي ويا هجن. مون کي ياد آهي تہ هڪ ڀيري ڏاڏا سائين حيدرآباد آيا ۽ سائين ميران محمد شاهہ مرحوم سان سندن سول لائينس واري بنگلي تي ملڻ ويا، مون کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي ويا. ميران محمد شاهہ صاحب سان جڏهن ملي شام ڌاري اسان واپس پئي آياسين، تہ ڏاڏا سائين سول لائينس جي ئي هڪڙي بنگلي جي ٻاهران اچي بيٺا، ۽ گيٽ تي وچي نالو پڙهيائون، نالو پڙهي

سخت ڪاوڙ مان چيائون تہ ”ڪيڏو نہ ناخلف اولاد آهي جنهن پنهنجي پيءُ واري نالي جي لڳل تختي هٽائي پنهنجو نالو لڳائي ڇڏيو آهي. کهڙي وڏي ڳالهہ هئي جو جيڪڏهن پنهنجي پيءُ جي نالي جي هيٺان پنهنجي نالو جي تختي لڳرائي ڇڏي ها؟“ چاڪاڻ تہ هُنن جا والد صاحب ڪجهہ عرصو اڳي گذاري ويا هئا. مان نالو ڄاڻي واڻي نٿو لکان، ڇاڪاڻ تہ ڪنهن جي دل آزاري ٿيندي. پر انهيءَ ڳالهہ تي ڏاڏا سائين تمام گهڻو ناراض ٿيا هئا، ڇو جو هو وڏو سياستدان هو ۽ ڏاڏا مرحوم جو ڏاڍو گهرو دوست هو. مون کي اُنهن جي ڳوٺ بہ وٺي ويا هئا، انهن جي فرزندن سان تعزيت ڪرڻ لاءِ، پر ان ڳالهہ تي سخت ناراض هئا، تہ هنن پنهنجي پيءُ جو نالو مٽائي پنهنجو نالو ڇو لکرايو هو؟ سندن پيءُ جي ڪري تہ ماڻهو هنن کي سڃاڻن ٿا. اها ڳالهہ منهنجي ذهن ۾ ويهي رهي تہ اسان ڇا بہ ٿيون پر دنيا ۾ توڙي معاشري ۾ اسان جي شناخت پنهنجي بزرگن سان آهي، تنهن ڪري انهن جو احترام انهن جي باري ۾ ادب سان ڳالهائڻ يا انهن جي نشانين کي سنڀالڻ ضروري آهي.

بهرحال اها هڪڙي ڳالهہ مون ان ڪري ڪئي تہ جيئن پڙهندڙن کي اهو ٻڌائي سگهان تہ پنهنجي بزرگن جو ادب ڪرڻ تمام ضروري آهي، انهن جو نالو روشن ڪرڻ ضروري آهي، نہ کي انهن جو نالو مٽائڻ. جيئن هڪ سياستدان جو نالو سندس بنگلي تان اُن جي ئي پٽ هٽائي ڇڏيو. بهرحال دنيا ۾ هر قسم جا ماڻهو رهن ٿا پر مون پنهنجي بزرگن کان جيڪو ٻڌو هو، اهو توهان تائين پهچايو.

منهنجو نانو قاضي محمد اڪبر صاحب جڏهن ڏاڏا سائين سان اسان جي سول لائنس حيدرآباد واري گهر ملڻ ايندو هو تہ ٻئي پاڻ ۾ سياست جي مختلف پهلوئن تي ڳالهائيندا رهندا هئا ۽ اڪثر ڪري انگريزي ۾ ڳالهائيندا هئا، مان ننڍڙو هوندو هئس ۽ ان زماني ۾

انگريزي بہ ايتري ڪونہ ڄاڻندو هئس، پر ڪجھ مطلب سمجهي ضرور ويندو هئس. هڪڙي دفعي مون ڪين غور سان ٻڌو پئي تہ هنن انهيءَ ڳالھ کي نوٽ ڪيو ۽ نانا مرحوم ڏاڏا مرحوم کي انگريزيءَ ۾ چيو، تہ هيءُ ٻار غور سان اسان جون ڳالهيون ٻڌي رهيو آهي. هونئن تہ هو ان جو نوٽيس ڪونہ وٺندا هئا پر انهيءَ ڳالھ جو نوٽيس ورتائون تہ هي اسان وٽ اچي ويهي ٿو رهي ۽ غور سان اسان جي گفتگو ٻڌي ٿو. اهو منهنجو ٻالڪپڻ هو، مان ڏاڍو شرمندو ٿي اتان اٿي ويس.

ڏاڏا مرحوم جو سياست ۾ تمام گهڻو تجربو هو، منجهن سادگي ۽ شائستگي هميشہ جهلڪندي هئي. اڳيان هلي اهڙو واءُ وريو جو ڏاڏا مرحوم ۽ نانا مرحوم ٻئي سياست ۾ هڪٻئي جي مخالف ڌرين ۾ وڃي وينا. پوءِ اڪثر ڏاڏا مرحوم مون کي چوندو هو، تہ تنهنجي ناني جي ڪري منهنجي چيف منسٽري هلي وئي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن سائين جي. ايم. سيد منهنجي ناني قاضي محمد اڪبر جي اليڪشن کي چئلينج ڪيو هو تہ ان ۾ ڏاڏا مرحوم کي بہ Respondent ڪيو هئائين، ۽ ان پٽيشن ۾ ڏاڏا مرحوم جي خلاف فيصلو ٿيو ۽ ان دؤر جي چيف منسٽر جي حيثيت ۾ جڏهن سنڌن خلاف فيصلو آيو تہ اها وڏي ڳالھ هئي تہ ڪورٽ ايڏي بااختيار آهي جو ان اهو خيال بہ نہ رکيو تہ چيف منسٽر جي خلاف فيصلو پئي ڪري ۽ سائين جي. ايم. سيد جي پٽيشن منظور ٿي، جنهن ۾ نانا مرحوم ۽ ڏاڏا مرحوم ٻنهي جون سيٽون هليون ويون، پر بعد ۾ ڏاڏا مرحوم اپيل ڪئي جيڪا منظور پڻ ٿي، پر چيف منسٽري تہ هلي وئي ۽ نئين اليڪشن جو وقت بہ اچي ويو هو، اُن وقت جي مسلم ليگ جي ليڊر شپ جو ڪين اعتماد حاصل هو، قائد اعظم پاڻ ڏاڏا مرحوم کي چيف منسٽر طور نامزد ڪيو هو ۽ ڏاڏا سائين جن آساني سان چيف منسٽر ٿي ويا. پاڻ تمام سادا ماڻهو هئا ۽ تمام سٺي طرح حڪومت پئي هلايائون، جيڪڏهن پٽيشن تي سنڌن خلاف فيصلو نہ ٿئي ها تہ هو ڪافي عرصو چيف منسٽر هجن ها ۽ سنڌ جي اجا بہ وڌيڪ خدمت ڪري سگهن ها پر فقط 10 يا 11 مهينن

۾ سندن چيف منسٽري ختم ٿي وئي. تنهنڪري اڪثر مون کي چوندا هئا ته: ”تنهنجي ناني جي ڪري منهنجي سيٽ وئي، تنهنجو نانو مون کي چڏي کهڙي جي گروپ ۾ هليو ويو.“ پنهنجو اهو ڏک اڪثر ظاهر ڪندا هئا. منهنجي لاءِ ته وڏو امتحان هو جو هيڏانهن منهنجو ڏاڏو ۽ هوڏانهن منهنجو نانو. ان موقعي تي مان خاموش رهندو هئس ۽ ڪوبه تبصرو ڪونه ڪندو هئس، ۽ اهو فيصلو تاريخ تي ڇڏي ڏنو ته ڪنهن جي غلطي هئي ۽ نانا مرحوم وري چوندو هو ته: ”تنهنجو ڏاڏو تمام سادو هو ۽ سياست ۾ سادگي ۽ نيڪ نيتيءَ جي ڪري سندن پاڳ پلارو هو، جو هميشه وزير رهيو، وزير اعليٰ رهيو.“ مان سوچيندو هئس ته اها عجيب ڳالهه آهي جيڪو ماڻهو 10، 12 سال وزير رهي، ۽ پنهنجي پارلياماني سياست جو اڌ عرصو اقتدار ۾ رهي ته اها سندس وڏي ڪاميابي ليکبي، پوءِ اها پاڳ جي ڪري آهي يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري. منهنجو نانو قاضي محمد اڪبر صاحب به تمام وڏي دلچسپ ۽ همه گير شخصيت جا مالڪ هئا، انهن جي باري ۾ مون کي تمام گهڻيون يادگيريون آهن، مان سندن زير سايه ۽ سرپرستيءَ ۾ رهيس. ڇاڪاڻ جو منهنجي حيدرآباد ۾ سندن ئي بنگلي تي پيدائش ٿي، سندن وڏي نياڻيءَ جو پهريون ٻار هئس، ۽ اسان جي اها روايت آهي ته نياڻيءَ جو پهريون ٻار والدين وٽ ٿيندو آهي، تنهن ڪري منهنجي پيدائش به اتي ٿي، سندن گهر سان، سندن خاندان سان تمام گهڻي محبت ۽ عقيدت آهي جو منهنجي سڄي پرورش ۽ منهنجي پائرن جي پرورش ۾ منهنجن ناناڻن جو وڏو هٿ آهي. هن موضوع تي مان ڪنهن ٻئي وقت پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ لکندس.

ڏاڏا سائين مرحوم تي لکڻ لاءِ مون وٽ يادگيرين جو خزانو آهي. جڏهن به هن ڪتاب جو ڪو ٻيو ايڊيشن شايع ٿيو ته مان ان لاءِ وڌيڪ لکندس پر هن وقت ڪتاب جي ڇپائي ۾ دير جي خدشي سبب ايترو ڪافي آهي.

يار زنده صحبت باقي

پير مظهرالحق شاهنواز

# وياسي وينجهار

[جيئن تہ مون کي هميشه کان سنڌي ادب سان دلچسپي رهي آهي، ان ڪري سدائين اها دلي خواهش هوندي هئي تہ پنهنجي پياري ۽ نهايت عزت جي قابل ڏاڏا سائين جن جي حياتيءَ جو احوال سنڌن زندگيءَ ۾ ئي قلمبند ڪري ڇڏيان جو مون کي سنڌن جدوجهد سان ڀرپور زندگيءَ جي اهميت جي ڄاڻ هئي.

سال 1970ع ۾ مون کي اهڙو موقعو ملي ويو، هونءَ تہ مان پنهنجي گهر جي ڀاتين سميت حيدرآباد ۾ رهندو هوس، ان ڪري ڏاڏا سائين مرحوم سان لاڳيتو گڏ رهڻ جو موقعو ڪو نہ ملي سگهندو هو. پر 1970ع ۾ لاڳيتا ٽي چار مهينا حبيب بئنڪ جي ملازمت (جيڪا بعد ۾ ڇڏي ڏني هئي) سبب ڪراچيءَ ۾ رهڻو پيو ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي پراڻي خواهش ڪنهن قدر پوري ٿي.

مون ڏاڏا سائين کان پڇيو تہ ڇا پاڻ پنهنجي حياتيءَ جو احوال لکيو اٿن؟ منهنجي خوشيءَ جي انتها ڪا نہ رهي، جڏهن ٻڌايائون تہ پاڻ جڏهن وزير هئا تہ اهڙو احوال لکيو هئائون پر 1944ع تائين. ائين چئي پنهنجي ڪٻٽ مان پراڻا فائيل ڪڍيائون. ڪافي ڪوشش ڪان پوءِ ڪجهہ ڪاغذ لڌا. انهن فائلن ۾ سنڌن عروج جي وقت جي اهم واقعن جون اخباري ڪترون ۽ تصويرون پڻ هيون جي مون کي ڏاڍي دلچسپيءَ سان ڏيکاريائون، خاص طور تي جڏهن افغانستان جي بادشاهہ کي تخت تان معزول ڪيو ويو هو ۽ پاڻ ڪراچي آيو هو. انهيءَ واقعي کي اخبارن تمام گهڻي اهميت ڏني هئي، مون کي ٻڌايائون تہ ڪين بہ انهن ڏينهن ۾ هن واقعي سان بيحد دلچسپي هئي.

پوءِ مون کي انهن پراڻن ڪاغذن تان حياتيءَ جو احوال مون کي پنهنجي ڪاپي تي اتارڻ جي اجازت ڏنائون. ان کان علاوه 1944ع کان پوءِ جي اهم سياسي واقعن بابت مون کي زباني طور ٻڌايائون جو پڻ آءٌ مڪمل طرح ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرڻ جو ارادو رکان ٿو.

عليڳڙهه تحريڪ، خلافت تحريڪ، خاڪسار تحريڪ، سنڌ جي بمبئيءَ کان الڳ ڪرائڻ واري تحريڪ، سنڌ ۾ تعليم عام ڪرڻ واري تحريڪ، پاڪستان ناهڻ واري تحريڪ، ون يونٽ جي خلاف جدوجهد جو جوشيلو، نيڪ نيت ۽ مخلص ليڊر ۽ سنڌ جو بزرگ سياستدان الحاج پيرالاهي بخش اربع 8 آڪٽوبر 1975ع بمطابق 2 شوال 1395هه تي ڪراچيءَ ۾ انتقال ڪري ويو.
اِناللّٰه و اِنا اليه راجعون.]

هيءَ دنيا ايڏي تہ عارضي آهي جو هن کان پوءِ جي لمحي جي بہ پڪ ڪانهي. هن کان اڳ بہ بي شمار انسان هن دنيا ۾ اچي هليا ويا. جن مان ڪن کي اڄ تائين ساراهيو ويندو آهي. ۽ ڪن کي خراب لفظن سان ياد ڪجي ٿو. گهٽائي وري اهڙن انسانن جي آهي جن کي هميشہ لاءِ گوشہءِ گمنامي نصيب ٿي. هميشہ ائين ٿيندو رهيو آهي جو ڪي ماڻهو پنهنجن وڏن کان ورثي ۾ مليل اوچو مقام ماڻيندا آهن، تہ ڪي وري پنهنجي محنت ۽ صداقت سان انهيءَ مقام تي پهچندا آهن.

اسان جي سنڌ جي سياست تي گهڻو ڪري جاگيردارن، وڏن زميندارن، قبائلي سردارن ۽ وڏن روحاني پيشوائن ۽ انهن جي اولاد جو نسل درنسل غلبو رهيو آهي ۽ اقتدار سندن در جو ٻانهو رهيو آهي. اهڙا تمام ٿورا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا سياسي رهنما هوندا، جن گهڻو عرصو اقتدار ماڻيو هجي.

جناب پيرالاهي بخش پڻ اهڙن چند سياستدان مان هئا. جيڪي پنهنجي ذاتي صلاحيت جي ڪري سنڌ جي وزارت اعليٰ جي منصب تائين پهتا ۽ ڏهہ ٻارنهن سال اقتدار جي ايوان ۾ رهيا. شايد عام ماڻهن کي خبر نہ هجي، پر سندن قريبي ساٿي ۽ دادوءَ جا پراڻا رهواسي ڄاڻن ٿا تہ هو صاحب صديقي قريشي پيرن جي هڪ غريب خاندان ۾ ڄائو ۽ ننڍپڻ يتيميءَ ۽ ڪسمپرسيءَ ۾ گذريو هُين.

پير صاحب جن جي خاندان جو سلسلو حضرت مخدوم نوح سرورؒ جن سان ملي ٿو. سندن ڏاڏو پڙڏاڏو اصل ۾ گهوٽڪي تعلقي ۾ سرحد

ريلوي اسٽيشن کان ٻه ٽي ميل پري لڳ جهانپور جا رهندڙ هئا، جن جا مقبرا هن وقت به گهوٽڪي شهر ۾ آهن.

سندن والد مرحوم پير نواز علي شاهه پڻ انهيءَ ڳوٺ ۾ رهندا هئا، جو پوءِ درياءَ پائي ويو ۽ ڳوٺ جو نشان به باقي نه رهيو. سندن خاندان جا ڪيترائي ڀاتي لڏي وڃي بهاولپور رياست جي مختلف ڳوٺن ۾ آباد ٿيا. جناب پير نواز علي شاهه مرحوم مغفور جي پهرين شادي پڻ اتان ٿي، جا بي بي جلد وفات ڪري ويئي، پوءِ پاڻ حضرت مخدوم نوح سرورؒ جي خاندان، جيڪو سنڌ جي مختلف حصن ۾ رهندڙ هو، انهيءَ مان ڀان سيدآباد ضلع دادو جي ويجهو پير جي ڳوٺ ۾ آباد جناب پير لعل محمد مرحوم و مغفور جي همشيره محترمه سان شادي ڪئي. ان مان ٽي ٻار ٿيا، پيرالاهي بخش، پير واحد بخش ۽ ٽيون ننڍي هوندي ماتا جي بيماريءَ ۾ گذاري ويو. ڪين پنهنجي ڳوٺ تعلقي گهوٽڪي ۾ زمين ۽ کوهه وغيره هئا، جتي شاديءَ کان پوءِ به ويندا رهندا هئا، پر جڏهن ٻوڏ سڀ ڪجهه تباهه ڪري ڇڏيو ته پاڻ لڏي اچي پير جي ڳوٺ ۾ مستقل قيام ڪيائون.

جڏهن پيرالاهي بخش صاحب اجا 6-5 ورهين جا مس هئا ته سندن والد گذاري ويا ۽ سڄو بار وڃي سندن ماميءَ پير لعل محمد جن تي پيو. ابتدائي تربيت والده محترمه کان مليئن. جڏهن 8-7 ورهين جا ٿيا ته سندن شادي پنهنجي سڳي چاچي پير پريل شاهه جيڪي بهاولپور رياست ۾ رهڻ لڳا هئا، جي گهران ٿي. 1907ع ۾ پير صاحب کي ڀان سيدآباد پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو.

ساڻن گڏ سندن ماروٽ پير جان محمد به پڙهندو هو، چنچر آچر تي ڳوٺ ايندا هئا ته پير صاحب پاڻ نار، جيڪو سندن ننڍو ڀاءُ ڪرائيندو هو، تي وڃي ڳاڌي ڪاهيندا هئا، يا پيو به ٻنيءَ جو ڪم ڪار ڪندا هئا.

تعليم ۾ دلچسپيءَ جو سبب پنهنجي ذاتي ڪوشش کان علاوه سندن مامو پير لعل محمد پڻ هو جو کين همٿائيندو هو. اسڪول ۾ چڱا نمبر کڻندا هئا. انهيءَ زماني ۾ انگريزي پڙهڻ جو شوق ٿيو. جنهن لاءِ سندن استاد مسٽر دولترام (جيڪو سندن وزارت جي زماني ۾ زنده هو ۽ پاڻ ان جي ڏاڍي عزت ڪندا هئا)، وڌيڪ شوق جاڳايو. ڀهراڙيءَ جا شاگرد انهيءَ زماني ۾ سنڌ مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ڪراچي ويندا هئا. سو پير صاحب به داخلا

لاءِ اوڏانهن درخواست ڪئي هئي، پر جواب ڪو نہ پهتو هو تہ هڪ ڏينهن پنهنجي ماروٽ پير جان محمد سان راند ڪندي تڪرار ٿي پيو ۽ اتان يانن مان ئي رات جو 12 واري گاڏيءَ ۾ ڪراچي سنڌ مدرسي ۾ پڙهڻ جي خيال سان روانو ٿي ويو. ان وقت وٽن فقط ہ رپيا هئا ۽ ڪپڙن جو جوڙو جيڪو بدن تي پيل هو.

ڪراچي پهچڻ تي پڇائيندا. يانن جي ميمڻن: طالب ۽ جاڙي وٽ پهتا. اهو زمانو اپريل 1911ع جو هو. خبر پئي تہ مدرسي ڪي وئڪيشن آهي، پر خيرپور واري اسڪول ۾ داخلا بہ ملي ٿي، بورڊنگ هائوس بہ آهي.

ارادو ڪيائون تہ خيرپور وڃجي. جاڙي وارن ڪان هڪ بہ رپيا اڌارا وٺي شام جو خيرپور روانا ٿيا پر ٽڪيٽ لاءِ پورا پيسا نہ هئڻ سبب نوابشاهہ يا پڊعيدن تائين ٽڪيٽ ورتائون. خيرپور صبح جو پهتا، ٽڪيٽ نہ هئڻ سبب پليٽ فارم جي چيڙي تي وڃي اتان جنگلو ٽپي ٻاهر آيا. شهر ۾ اسٽيٽ جي وزير جي بنگلي تي پهتا. هڪ عريضي نويس ڪان مفت ۾ درخواست لکرائي، ان وقت شيخ صادق علي وزير رياست هو ۽ سندن پرائيويٽ سيڪريٽري مسٽر عبدالمجيد دريشاڻي ايم. اي هو.

خبر پئي تہ دريشاڻي ئي فري بورڊريون ڏيندو هو، سو ان وقت ڪو نہ هو، منجهند جو هو صاحب بہ آيو ۽ ڪين گهرايائين. درخواست ڏسي چيائين تہ ”پڙهندين يا بورڊنگ جي ماني کائي فساد ڪندين.“ اهو ان ڪري چيائين جو هڪ ڏينهن اڳ بورڊر پاڻ ۾ وڙهيا هئا. پير صاحب چيو ”سائين مان غريب آهيان، پڙهندس“.

ان تي دريشاڻي صاحب داخلا ڏني. ائين ڪين خيرپور ناز هاءِ اسڪول ۾ داخلا ملي ۽ فري بورڊنگ پڻ، پوءِ اتان پنهنجي مامي صاحب ڪي اطلاع موڪليائون.

پير الاهي بخش صاحب جن سان ان وقت اسڪول ۾ هم ڪلاسي هئا: شيخ نورمحمد (موجوده چيف جسٽس سنڌ بلوچستان هاءِ ڪورٽ، مسٽر جسٽس عبدالقادر شيخ جو والد ۽ مسٽر نبي بخش ڪلهوڙو. مسٽر مدد علي شاهہ، مسٽر علي محمد، آغا عبدالنبي، مسٽر اسلم شيخ ولد محمد ابراهيم شيخ وزير رياست، آخوند رسول بخش، قريشي فتح محمد ۽ ميان وريل شاهہ صاحب پڻ اسڪول ۾ پڙهندا هئا.

پير صاحب پنهنجي ڪلاس توڙي بورڊنگ هائوس جا مانيٽر هوندا هئا. فوٽ بال، هاڪي ۽ ڪرڪيٽ جا رانديگر ۽ جنرل ڪيپٽن هئا. انهيءَ زماني ۾ بلقان جي ترڪي واري جنگ جو متن گهڻو اثر هو ۽ انهيءَ وقت کان ئي منجهن ليڊر بنجڻ جون صلاحيتون پيدا ٿيون. ناز هاءِ اسڪول ۾ سندن استاد هئا، مسٽر عبدالرحمان، مسٽر اڏارام، مسٽر ليلارام، مسٽر ويرومل، مسٽر الله بخش انصاري، مسٽر عبدالمجيد دريشاڻي (پرنسيپال)، مسٽر قنتاري ۽ مسٽر غلام صابر.

پير صاحب ذهانت ۽ محنت جي ڪري پهريون ۽ ٻيو درجو هڪ سال ۾ پاس ڪيو ۽ پنجون ۽ ڇهون پڻ ساڳي سال ۾ پاس ڪيو. 1919ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ سندن مامو پير لعل محمد کين خانبهادر غلام محمد پرڳڙيءَ وٽ وٺي ويو ته جيئن پوليس انسپيڪٽري ۾ چونڊائي، پر پرڳڙي صاحب صلاح ڏني ته ڪاليج ۾ داخل ڪرايو وڃي ته وڌيڪ بهتر ٿيندو جا صلاح کين ڏاڍي وڻي ۽ اڳتي پڙهڻ جو پڪو پهه ڪيائون. وزير صاحب محمد ابراهيم ويهه رپيا وظيفو ماهوار مقرر ڪيو. عليڳڙهه يونيورسٽي ۾ داخلا وٺڻ لاءِ کين قاضي خدابخش مورائي صاحب (جو پوءِ ڪراچيءَ جو ميئر پڻ ٿيو) آماده ڪيو جو ان وقت اتي جو مشهور شاگرد هوندو هو ۽ اتي ساڻن ڏاڍي مدد ڪيائين.

پوءِ شاگرد يونين جو وائيس پريزيڊنٽ منتخب ٿيو هو. ان وقت صرف ٻه سنڌي شاگرد هئا، قاضي صاحب ۽ پير صاحب پوءِ مسٽر دين محمد عليگ، مسٽر عثمان علي انصاري، مسٽر غلام حيدر شڪارپوري، ڪنڊياري جو سيد شرف الدين شاهه پڻ اچي ساڻن شامل ٿيا.

سن 1921ع ۾ مولانا محمد علي جوهر علي ڳڙهه ۾ آيو ۽ شاگردن اسٽرائيڪ ڪئي. پهرين ته ڪاليج جي پراڻي عمارت تي قبضو ڪيائون. پر پوءِ ڪليڪٽر ڪائنس زوري قبضو خالي ڪرايو. ائين تعلقات جي مهم شروع ٿي، جنهن ۾ به پير صاحب نمايان ڀهرو ورتو.

مولانا جوهر نيشنل مسلم يونيورسٽي قائم ڪئي ۽ پيرالاهي بخش صاحب اتي جي اوائلي شاگردن مان هڪ هئا ۽ کين ليڊر جي حيثيت حاصل ٿي چڪي هئي.

ان يونيورسٽيءَ جو افتتاح شيخ الهند مولانا محمود الحسن ديو بنديءَ ڪيو هو. اهو زمانو 1921ع جي شروعات وارو هو. ڊاڪٽر ذاڪر حسين (بعد ۾ پارت جو صدر ٿيو) پير صاحب وارن کي اقتصاديات پڙهائيندو هو. مولانا جوهر پهريون وائيس چانسيلر هو ۽ ڪين جنرل ليڪچرس ڏيندو هو. پير صاحب انهيءَ زماني ۾ هٽ سان هڪ پني تي روزنامہ اخبار ”الاصلاح“ ڪڍندو هو، جنهن ۾ مولانا جوهر سميت سيني تي نڪتہ چيني ڪئي ويندي هئي. پاڻ اتان بي.اي. پاس ڪيائون.

ان زماني ۾ مولانا جوهر خلافت تحريڪ جو آغاز ڪيو ۽ سڄي هندستان ۾ شاگردن جا جٿا موڪليائين.

سنڌ لاءِ ستن سنڌي شاگردن: پيرالاهي بخش، مسٽر دين محمد عليگ، مسٽر غلام حيدر، مسٽر فتح محمد سولنگي، مسٽر عبدالڪريم پيرزادو، قاضي فضل الله ۽ مولوي تاج محمد دراني کي موڪليائين، ڪراچي پهچي هر هڪ کي ڌار ضلعي ۾ وڃي ڪم ڪرڻ لاءِ چيو ويو. پير صاحب کي لاڙڪاڻي موڪليو ويو. ان وقت سنڌن مامو بضد هو تہ وري عليگڙهہ وڃي بي.اي پاس ڪري، تہ ڪا سني نوڪري ملي، پر پير صاحب کي خلافت تحريڪ لاءِ ايڏو جوش هو جو گهر وارن جو بہ ايترو خيال نہ هوندو هيس. لاڙڪاڻي ۾ خلافت جو ڪم زور ونرايائين ۽ سال ڏيڍ اندر سوا سؤ خلافت ڪميٽيون برپا ڪيون ويون.

پير صاحب ان وقت ڪانگريس جا بہ ميمبر هئا، ان ڪري ڪانگريس ورڪرن مسٽر ريجهومل لاهوري، رلم موٽواڻي، پريداس تولاڻي ۽ مسٽر پرتاب راءِ بہ سلٽ ڏنو. مسٽر رحيم بخش ابڙو، سيٺ خداداد سرهيو، پير تراب علي شاهہ قنبر وارو ۽ پير علي انور شاهہ وارن وڏو ڀهرو ورتو.

پير الاهي بخش صاحب خلافت ڪميٽيءَ جا سيڪريٽري هوندا هئا. 1921ع ۾ ئي احمدآباد ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيا. 1922ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا، جنهن ۾ پوءِ علي برادران کي ٻن سالن جي سزا بہ ملي.

پير صاحب ان ڪيس جي ڪار گذاري سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرائي. اهو ڪتاب لاڙڪاڻي خلافت ڪميٽيءَ

جي ملڪيت هو ۽ سيئو بازار ۾ گيلارام جي پريس مان ڇپرايو هئائون. خلافت جو دفتر بہ اتي هو، ڇپائيءَ جا پيسا بہ پوءِ ڪتاب جي وڪري مان تيل آمدنيءَ مان ڏنا ويا هئا.

ان وقت هڪ وڏو چوغو ۽ شلوار لباس هوندو هو، بعضي سونٽي تيلهو ڳچيءَ ۾، هٿ ۾ ڏنبو هوندو هئس. خلافت تحريڪ جو تمام زور هوندو هو. سڄي پاڪ هند ۾ خلافت ورڪرن جو اهو لباس هوندو هو. مولانا محمد علي جوهر جي وفات تائين اهو لباس رهيو.

ڳوٺ ڳوٺ ۾ جلسا ڪندا هئا. ان وقت ۾ پير صاحب جي ملاقات مولانا امروٽي صاحب سان ٿي. جن سان ساڻن ڏاڍو قرب رهيو.

مهاتما گانڌيءَ جي چورا چوري يو.پي هڪ ڳوٺ جي واقعي جي نتيجي ۾ خلافت تحريڪ ختم ڪرڻ واري اپيل ڪان پوءِ زور گهٽجي ويو، خلافت جو ڪم جهڪو ٿيڻ لڳو. ان زماني ۾ پيرالاهي بخش صاحب هڪ هفتيوار اخبار ”آفتاب“ جي نالي سان ڪڍي، جا سال بہ هلي.

25-1924ع ۾ خلافت تحريڪ بلڪل ختم ٿي وئي. ان زماني ۾ پير صاحب جو مرحوم و مغفور سر شاهنواز ڀٽي صاحب سان اچ وڃ جو رستو هو ۽ ڪيس پير صاحب پنهنجو دوست ۽ خيرخواه سمجهندو هو. هڪ ڏينهن اڪيلائيءَ ۾ پير صاحب کي صلاح ڏني ۽ چيو تہ:

”منهنجو خيال آهي تہ تون وڃي بي.اي، ايل.ايل.بي. پاس ڪري اچ، پوءِ تنهنجو مستقبل ڏاڍو چڱو آهي. تون ڳالهائي سگهين ٿو، ماڻهن ۾ تون مقبوليت حاصل ڪري چڪو آهين. تون جلدئي هڪ سنو وڪيل ٿي پوندين ۽ پوءِ تنهنجو مستقبل تمام سنو ٿيندو.“

پير صاحب ان تي ويچار ڪرڻ جو واعدو ڪيو، ان وچم حيدرآباد جي وڪيل مسٽر نورمحمد عليگ بہ اها صلاح ڏني.

پوءِ پير صاحب بيهر عليگڙھ وڃڻ جو فيصلو ڪيو. سرشاهنواز ڀٽي لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ مان اسڪالرشپ ڏياري.

1926ع ۾ عليگڙھ ۾ داخلا ملي. ان وقت عليگڙھ يونيورسٽيءَ ۾ ٿيهہ کن سنڌي شاگرد پڙهندا هئا، جن ۾ آغا تاج محمد، فتح محمد سولنگي، غلام رسول جج، مسٽر جمع خان وغيره قابل ذڪر آهن.

پير صاحب کي سنڌي ايسوسيئيشن جو صدر چونڊيو ويو. 1927ع ۾ بي.اي.پاس ڪيائين. 1928ع ۾ فرسٽ ايل.ايل.بي پاس ڪري ڳوٺ آيا تہ سنڌن ڪلاس فيلي نبي بخش ڪلهوڙي کين هڪ خط لکيو تہ خيرپور اچي ڪوٺڏيجي جي مير صاحب مير غلام حسين ٽالپر جي ٻن ڇوڪرن- فرزند مير جيئل ۽ پاٽيجي مير مريد عباس کي بہ عليڳڙهہ وٺي وڃي. اهي ٻئي صاحبزادا پير صاحب جي نگرانيءَ ۾ هڪ سال لاءِ عليڳڙهہ ۾ هئا. 1929ع ۾ پاڻ ايم.اي. ۽ ايل.ايل.بي بہ پاس ڪيائون ۽ ٻئي صاحبزادا بہ مئٽرڪ ۾ پاس ٿيا. اهو سال پير صاحب صاحبزادن سان گڏ "مشتاق منزل" نالي عمارت ۾ رهيا.

سيپٽمبر 1929ع ۾ پيرالاهي بخش صاحب لاڙڪاڻي ۾ اڪيلي سر وڪالت شروع ڪئي، ڪنهن جا بہ پائيوار ڪو نہ ٿيا. مسٽر پيسومل شڪارپوري وڪيل جو منشي ارجن داس وٽن اچي منشي بيٺو. آفيس نواب غيبي خان چانڊئي جي بنگلي لڳ ورتي، جا سنڌن 1937ع ۾ وزير بڻجڻ تائين وٽن رهي.

ان وقت لاڙڪاڻي ۾ صرف بہ مسلمان وڪيل هئا، مسٽر يارمحمد جوڻيجو سرڪاري وڪيل هو ۽ مسٽر محمد حنيف صديقي جو پير صاحب کان بہ ٽي سال سينيئر هو، پر مسٽر گوبند رام سيوهاڻيءَ سان پائيوار هو. پير صاحب جي وڪالت تمام سٺي هلڻ لڳي جو ماڻهو کين اڳ ئي سڃاڻندا هئا.

سر شاهنواز ڀٽو ۽ ٻيا دوست ڏاڍا خوش ٿيا ۽ سندس همت افزائي ڪندا رهندا هئا. پاڻ بہ محنت ڪندا هئا.

سنڌن اوطاق ۾ مسافر اصيل اچي رهندا هئا تہ کين ماني بہ کارائيندا هئا. پير صاحب ڪڏهن پاڻ، پان بہ نہ کاڌائون پر اصيلن لاءِ هر وقت چلم تيار رکائيندا هئا.

وڪالت شروع ڪرڻ لاءِ پهرئين ڏينهن جڏهن پير صاحب لاڙڪاڻي لاءِ دادو جي ريلوي اسٽيشن تي آيو تہ ڪيس دادوءَ جي هڪ معزز شخصيت ميان جيوڻ شاهہ مرحوم هڪ ڪيس ڏنو ۽ في بہ ڏني. ان کان ٿورو اڳ جيڪب آباد ۾ ڏهہ خون ٿيا هئا. جنهن ۾ چار مسلمان جوابدار هئا. اوترائي وڪيل هئا. جن مان هڪ پير صاحب بہ هئا. لاهور مان سر شفيع

۽ هڪ جوابدار خانبهادر دلمراد خان جو وڪيل هو. پيرزاده عبدالقادر ۽ مسٽر نبي بخش ولد خدابخش جا وڪيل هئا جو هڪ خلافتي ورڪر هو. اهو ڪيس مسٽر محمد علي نالي هڪ جج هلايو. اهو ڪيس ڪجهه وقت هليو ۽ پير صاحب کي ڪيس هلندي سر شفيع جهڙي ماهرِ قانون کان سکيا ملي. دلچسپ ڳالهه هيءَ ته پير صاحب سميت باقي ٻن جا اصيل ته ڪيس مان آزاد ٿي ويا پر سر شفيع جي اصيل کي سزا ملي. پير صاحب ان ڪيس ۾ في ڪا نه ورتي هئي جو اها هڪ قومي ڳالهه هئي. سر شفيع به پير صاحب کي همٿائيندو هو ۽ چوندو هو ته سندن آئيندو تمام سنو آهي.

بهرحال لاڙڪاڻي ۾ جاءِ وٺي پريڪٽس شروع ڪيائون. سندن جاءِ جي سامهون ٽيئومل جو دڪان هو جنهن سان سني دعا سلام هُئن. پير صاحب ڪيسن تي ڏاڍي محنت ڪندا هئا. ۽ هميشه تيار ٿي ڪورٽ ۾ ويندا هئا. ٻن ٽن سالن ۾ وٽن ڪم ايترو ته وڌي ويو جو پارٽنر رکڻ جي ضرورت محسوس ٿين، به ٿي منشي هوندا هئن پر پاڻ سعدو ديري جي وينل ارجن داس تي گهڻو ويساهه ڪندا هئا. ارجن داس انگريزي بنهه پڙهيل ڪو نه هو، ته به مئٽرڪ پاس وارن وانگر انگريزي ڳالهائيندو هو. پير صاحب وزير ٿيا ته به ارجن داس ساڻن گڏ رهيو، جيسين پاڻ جيئرو هو، پير صاحب ڪيس تمام گهڻو پائيندا هئا. ارجن داس 1941ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ديهانت ڪري ويو. سندس پوين سان به پير صاحب دوستي قائم رکي .

وڪالت جو ڪم سنو پئي هليو. سيشنس جج مسٽر عبدالله آخوند (جو خدا جي فضل سان هن وقت به بقيد حيات آهي) هو جو بقول پير صاحب جي، کين ڏاڍو همٿائيندو هو ۽ خيال رکندو هو. آخوند صاحب جا ٻه فرزند اهم سرڪاري عهدن تي فائز آهن. جناب اقبال آخوند اقوام متحده ۾ مستقل نمائندو آهي، ته جناب رفيق آخوند سنڌ سرڪار ۾ ايڊيشنل چيف سيڪريٽري آهي.

پير صاحب غريبن جا ڪيس مفت هلائيندا هئا ۽ کين هر قسم جي سهوليت ڏيندا هئا. ضلعي جا زميندار ۽ ڪامورا گهڻو وٽن اچي ٽڪندا هئا. غريب اصيل به سندن اوطاق تي رهندا ۽ ماني وغيره کائيندا هئا. ان

ڪري لاڙڪاڻي ۾ ان وقت عام طور تي چوندا هئا ته "بابا پير جو ننگر چڙهيو پيو آهي، جيڪو اتي ويندو ته سڀ سهوليت ملندس." ڳوٺان به ماڻهو: اسحاق ڏوترو ۽ پريو پنهور پاڻ سان وٺيو آيا هئا، جيڪي پيا خدمت چاڪري ڪندا هئا ۽ ايترن ماڻهن کي منهن ڏيندا هئا.

پير صاحب جو ننڍو ڀاءُ پير واحد بخش ڳوٺ رهندو هو ۽ گهر جو سمورو ڪاروبار سنڀاليو ويٺو هو. سندن وڪالت واري شروعاتي زماني ۾ سندن پنهنجي ڪا به زمين نه هئي پر سندن ڀاءُ، پنهنجي مامي جناب پيرلعل محمد جي زمين آباد ڪندو هو. 1931ع کان براج نڪتو ۽ پوءِ سرڪاري زمينون يڪسالي تي ڪٽڻ لڳا. ڪجهه وقت سندن دوست جمعدار مهر علي خان پٺيوالري ڪئي پر پوءِ رڳو پاڻ ڪٽندا هئا. وڪالت مان آمدني چڱي ٿيندي هئي جنهن مان ڪافي زمينون ورتائون. چيرايون جايون پڪيون ڪرايائون. ائين چڱيءَ طرح پيرن تي بيٺا.

دادو ضلعو ڌار ٿيو ته لوڪل بورڊ جون چونڊون ٿيون. پير صاحب، خانبهادر يارمحمد ۽ خانهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي چوڻ تي دادوءَ مان هٿ ڪڍي جوهيءَ مان بيٺا پر جيئن ته اليڪشن جي چالبازين کان بلڪل بي خبر هئا، ان ڪري ساڻن دوڪو ڪيو ويو ۽ اليڪشن ۾ هارايائون پر بقول سندن، ڪين اڳتي لاءِ سٺو سبق مليو. ڪين اسڪول بورڊ جي ميمبري ملي.

1932ع ۾ سنڌ اسيمبلي جي ميمبريءَ لاءِ اليڪشن جو ڪم شروع ٿيو. مسٽر يار محمد جوڻيجي ۽ پير صاحب معاهدو ڪيو ته پهريون صاحب ميهڙ ڪڪڙ واري سيٽ تان بيهندو ۽ پويون صاحب دادو جوهيءَ مان. پر خانبهادر غلام محمد اسراڻ وارهه- ڏوڪري واري تڪ ۾ نواب لاهوري جي اميدوار بيهڻ ڪري ميهڙ ڪڪڙ مان پاڻ بيهڻ جو سوچيو ۽ جوڻيجي صاحب کي چيو ته هو دادو- جوهيءَ مان بيهي ته ٻئي ميمبر چونڊجي ويندا. ان تي جوڻيجي صاحب پير صاحب جي مخالفت ۾ بيٺو. ان وقت سنڌ ۾ به

سياسي پارٽيون هيون: هڪ سر شاهنواز ڀٽي جي اڳواڻيءَ ۾، ٻي وري حاجي عبدالله هارون جي قيادت هيٺ.

پير صاحب جا جيئن ته سر شاهنواز ڀٽي سان پراڻا تعلقات هئا، ان ڪري سندن پارٽي طرفان اميدوار بيٺو. عجيب اتفاق ته پير صاحب جو انتخابي نشان به تلوار هو. اليڪشن جي ورڪ هلي. جوڻيجي صاحب کي سيني ڪامورن سواءِ ايڪڙ ٻيڪڙ جي، جي مدد حاصل هئي. مسٽر نور نبي ڪليڪٽر هو. اها اليڪشن به دادو ضلعي جي سياسي تاريخ ۾ يادگار هئي. هڪ پاسي جوڻيجي صاحب جهڙو اثر رسوخ رکندڙ صاحب ۽ وڏو ماڻهو ۽ ٻئي طرف پير الاهي بخش جهڙو سرڪار ۾ نوجوان ۽ غريب اميدوار! پر عوام جي حمايت کين حاصل هئي جو ان زماني جي ڪن مشهور قومي معاملن ۾ پير صاحب مسلمانن جي مفت قانوني مدد ڪئي هئي. ان ڪري مقبوليت حاصل ڪري ورتي هئائون. ڪيترائي اثر وارا قبائلي سردار پڻ ان مدد سبب پير صاحب جو پاسو جهلي بيٺا جن مان سردار مينهون خان جمالي، مرزا خان رستماڻي، جهنبو خان شاهاڻي ۽ دادو تعلقي جا معزز ماڻهو جهڙوڪ: سيٺ حاجي محمد يعقوب ميمڻ مرحوم، رئيس محمد عالم گهلو، حاجي پورو خان شيخ، سرائي شير محمد ڏاوچ، سيد ڪوڙل شاهه پيري وارو، سيد مراد علي شاهه واهڙ وارو ۽ حاجي محمد شاهه ڦٽائي ۽ ٻين کان علاوه درگاهه شريف راڻيپور جو سجادهٔ نشين حضرت پير عبدالجبار شاهه مرحوم نهايت قابل ذڪر هستيون هيون. نه رڳو دادو بلڪ ٻين هنڌن کان مثلاً موري مان خانبهادر امام بخش خان جتوئي، (غلام مصطفيٰ خان جتوئي چيف منسٽر سنڌ جو ڏاڏو) پنهنجي اليڪشن ڇڏي اچي پير صاحب جي مدد ڪئي.

بي سرو سامانيءَ جي حالت جي باوجود پاڻ اليڪشن ۾ هزارن جي اڪثريت سان ڪامياب ٿيا ۽ جلدئي سنڌ ڪابينا ۾ پهرين روينيو وزير ۽ پوءِ وزير تعليم طور کڄي ويا. وزير مقرر ٿيڻ شرط پارٽيءَ جي نئين قائد شهيد الله بخش سومري کين عوامي دورن لاءِ منتخب ڪيو. پير صاحب

زمين تي عوام سان گڏ ويهي انگريزي ڪامورن کي بہ هيٺ ويهڻ تي مجبور ڪيو، جنهن تي انگريز سخت ناراض ٿيا. پير صاحب جي تقريرن جو موضوع هيءُ هوندو هو تہ ڪامورا وزيرن جا نوڪر آهن ۽ وزير عوام جا نوڪر آهن. موقعي تي درخواستون وٺي احڪام جاري ڪيا ويندا هئا ۽ اتي جو اتي عمل بہ ٿيندو هو. ان زماني ۾ عوام کي ڏٽن ڏيڻ جو سوچي بہ نہ سگهبو هو. ماڻهن جي وزيرن تائين رسائي اڄ جي مقابلي ۾ وڌيڪ آسان هئي.

سڄي سنڌ جي عوامي دورن پير صاحب کي مقبول وزير بڻايو. پير صاحب هڪ حضور شرم، روزي نماز جا سختيءَ سان پابند هئا. ماڻهو سندن ايمانداريءَ جو مثال ڏيندا هئا. اهوئي سبب هو جو هر وزارت ۾ کين کنيو ويندو هو. پير صاحب کي تعميري ڪمن خاص طور تي تعليم سان بيحد دلچسپي هوندي هئي. پاڻ اڪثر ذڪر ڪندا هئا تہ جيئن تہ هو پاڻ غريبي حالت ۾ پڙهيو، تنهن ڪري غريبن جي تعليم جو اونو رهندو هئن. اسڪالر شپون گهٽي ۾ گهٽيون منظور ڪيائون، جيئن غريبن جي ٻارن جي تعليم ۾ ڪا رڪاوٽ نہ ٿئي. سندن وزير ٿيڻ کان اڳ چند هاءِ اسڪول (ٽي يا چار) ۽ بہ يا ٽي ڪاليج هوندا هئا. رٿا تيار ڪيائون تہ هر هڪ تعلقي هيڊڪوارٽر ۾ هاءِ اسڪول ۽ هر هڪ ضلعي هيڊ ڪوارٽر ۾ ڪاليج قائم ٿئي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي رٿا تيار ڪري بل پيش ڪيائون ۽ سخت مخالفت جي باوجود اهو بل پاس ڪرائي ورتائون جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ پهرين يونيورسٽي قائم ٿي. اهڙا ڪيترائي تعليمي ادارا آهن جيڪي سندن ڪوشش سان وجود ۾ آيا، سنڌ ۾ زوري تعليم ۽ بالغن جي تعليم شروع ڪرايائون ۽ لٽريسي موومينٽ شروع ڪيائون، جن جي يادگارن ۾ پيرالاهي بخش لٽريسي ٽاور سکر ۾ اڄ بہ قائم آهي.

ان زماني ۾، پيرالاهي بخش صاحب جن سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊ ۾ اميدوار بيٺا تہ سندن حق ۾ قادري پريس لاڙڪاڻي هڪ نظم ڇاپيو، جنهن جون ڪجهہ مصرائون آهن:

پير صاحب آهه لائق هر طرح اڄ ووٽ جو،
ديندار ۽ آهه حاجي ۽ سدا مهمان نواز،
خلق جي خذمت ڪري ٿو، آهه همدرد ۽ معين،
بالغن جي جنهن ڪئي تعليم جاري سنڌ ۾،
علم ۾ اعليٰ ٿيو ۽ عقل ۾ هوشيار آهه
خوب خوش خلق ۽ نهايت نرم خوش گفتار آهه.
بي ريا، منصف ۽ مظلومن جو حامي يار آهه،
جاهلن ۽ اڻ پڙهين جو هيءُ سدا غمخوار آهه.

[ ماهوار”نئين زندگي“مئي- جون، نومبر 1976ع]

*



پير بخشل شاهه جيلاني راڻيپور، آغا غلام نبي پٺاڻ، پير الاهي بخش، پير عبدالجبار شاهه جيلاني راڻيپور ۽ آغا تاج محمد



پير الاهي بخش ۽ سندن ڪٽنب پير جو ڳوٺ (پان سيد آباد) ۾ ورتل گروپ فوٽو (1966ع)

سڄي ڪان ويٺلن ۾ پير غلام حسين شاهه (سوٽ)، پير عبدالمجيد (فرزند)، پير شاهنواز (فرزند)، پير محمد نواز (فرزند)، پير الاهي بخش، پير فضل محمد (سوٽ)، پير جمن شاهه (سوٽ)، پير لعل محمد (سوٽ جو فرزند)، پير شير محمد (سوٽ جو فرزند)، سڄي ڪان بيٺلن ۾ پير يار شاهه (مائٽ)، پير پريل شاهه (سوٽ جو فرزند)، پير منور الحق (پوٽو) پير خليل احمد (پوٽو)، پير مظهرالحق (پوٽو)، پير مشتاق (پوٽو)، پير حسين (پاٽيو)، پير عبدالحميد (فرزند)، پير منصور احمد (پوٽو)، پير عبدالرشيد (فرزند)، پير مظفر الحق (پوٽو)، پير عبدالستار (سوٽ جو پٽ)، پير منظور احمد (پاٽيو هيٺ پٽ تي ويٺلن ۾ سڄي ڪان پير اختر حسين (سوٽ جو فرزند) پير خادم حسين (سوٽ جو فرزند)، (نالو معلوم ٿي نہ سگهيو) پير رسول بخش (سوٽ جو فرزند)، پير نصير الله (پوٽو)

# GOVERNMENT NAZ PILOT SECONDARY SCHOOL
## KHAIRPUR MIR'S
## GENERAL REGISTER

| | | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 479 | Muhammad Hussain S/O Kazi Ahmed | Muslim | Noorpur | 08.01.1894, Eigth, January, E/H Ninty Four | 01.04.1911 | A Gov: School Hasanpur | V Class | [illegible] | V Class | Passed Finish the Course |
| 480 | Dharam Das S/O Mul Chand | Hindu | Naumani | 07.04.1897, Seventh, April, E/H Ninty Seven | 10.04.1911 | A Gov: School Khairpur | III Class | | | Left the School |
| 481 | Muhammad Sulleman S/O Abdul Ghafoor | Muslim | Jacobabad | 10.03.1894, Tenth, March, E/H Ninty Four | 15.04.1911 | Gov: School Jacobabad | V Class | [illegible] | V Class | Passed Finish the Course |
| 482 | Noor Muhammad S/O Tutal Shaikh | Muslim | Pano Akil | 07.03.1898, Seventh March E/H Ninty Eigth | 17.04.1911 | Pano Akil | I Class | [illegible] | VII Class | Passed Matric |
| 483 | Ahmed Ali S/O M. Hizbullah | Muslim | Halani | 15.03.1900, Fifteenth, March Nineteen Hundred | 18.04.19811 | Halani School | I Class | [illegible] | VII Class | Sent up for U.Education |
| 484 | Rahim Dino S/O Muhammad Saleh | Muslim | Pir-jo-Goth | 04.07.1900 Fourt July Nintee Hundred | 24.04.1911 | Gov. School Pir-jo-Goth | I Class | [illegible] | VII Class | Sent up for U Education |
| 485 | Ghulam Rasool S/O Abdul Ghafoor | Muslim | Shikarpur | 21.01.1896, Twenty First, January E/H Ninty Six | 26.04.1911 | Gov: School Shikarpur | I Class | [illegible] | II Class | Struck Off |
| 486 | Sahkan S/O Bul Chand | Hindu | Gambat | 31.07.1901, Thirty Fist, July N H One | 03.05.1911 | Gov. School Mangalo Wari | I Class | [illegible] | II Class | Went to Kahri School |
| 487 | Shah Muhammad S/O Sultan Ali | Muslim | Sami | 01.07.1899, First July E/H Ninty Nine | 06.05.1911 | Gov. School Sami | I Class | | | Left the School |
| 488 | Illahi Bux Shah S/O Newaz Ali Shah | Muslim | Bhan | 01.01.1895, First January, E/H Ninty Five | 06.05.1911 | Gov: School Bhan | I Class | 31.03.1916 | VII Class | Sent up for U.Education |
| 489 | Dham Das S/O Shan Das | Hindu | Khairpur | 11.06.1898, Eleventh June E/H Ninty Eigth | 10.05.1911 | Privately | II Class | [illegible] | | Left the School |
| 490 | Kadir Dad S/O Moula Dad | Muslim | Lahore | | 24.07.1911 | Islamia High School Lahore | I Class | [illegible] | I Class | Wishes to join other school |
| 491 | Ghulam Ali S/O Mir Azam Ali | Muslim | Faizabad | 05.02.1896 Fifth February E/H Ninty Six | 02.08.1911 | High School Quetta | III Class | [illegible] | III Class | Left the School |
| 492 | Tirdoo S/O Wadhu Ram | Hindu | Kot Mir Muhammad | 18.08.1899, Eighteen August E/H Ninty Nine | 08.08.1911 | Kot Mir Muhammad | I Class | [illegible] | III Class | Left the School |
| 493 | Azizullah S/O Haji Hakim | Muslim | Rohri | | 08.08.1911 | New Academy Rohri | II Class | | | Struck Off due to long Absence |
| 494 | Najamuddin S/O Loung Khan | Muslim | Karachi | 14.12.1899, Fourteenth December E/H Ninty Nine | 02.309.1911 | New Academy Rohri | II Class | | | Struck Off due to long Absence |
| 495 | Khemo Chandi Ram | Hindu | Khairpur | 15.04.1892, Fifteenth, April, E/H Ninty Two | 02.09.1911 | Gov: School Khairpur | I Class | [illegible] | I Class | Fail |
| 496 | Kishan Singh S/O Chuagh Singh | Hindu | Khairpur | 10.02.1896, Tenth, February, E/H Ninty Six | 03.09.1911 | Gov: School Khairpur | IV Class | [illegible] | IV Class | to Study Sec. Course |
| 497 | Rajhu S/O Hazari Singh | Hindu | Khairpur | 18.08.1895, Eighteen August, E/H Ninty Five | 06.09.1911 | New Academy Rohri | III Class | [illegible] | III Class | Struck Off |
| 498 | Noor Ahmed S/O Ghulam Mahi | Muslim | Chakwal | 12.04.1902, Twelveth, April N H Two | 07.10.1911 | D.B High School Chakwal | I Class | [illegible] | III Class | Left the School |

گورنمنٽ ناز پائلٽ سيڪنڊري اسڪول خيرپور ميرس جي جنرل رجسٽر جي اختصار جو عڪس،
جنهن ۾ 488 نمبر تي جناب پير الاهي بخش صاحب جن جي داخلا ڊيڪاريل آهي

نفيس احمد شيخ [انٽرويو]

# پير الاهي بخش... ”شرافت جو هڪ ادارو“

## جناب قاضي محمد اعظم جون پير صاحب بابت ساروڻيون

**سوال: ضلعي جي پس منظر ۾ اڳاٽن باهمي سياسي ۽ سماجي لاڳاپن سان گڏ اوهان جي خاندان ۽ پير صاحب جي خاندان جي وچ ۾ سڳاوتيءَ جي حوالي سان هڪ قريبي رشتيداري جُڙي... تہ سڀ کان اول انهيءَ نقطي تي ڪجهہ احوال ڏي وجي تہ بهتر...**

جواب: خالق ڪائنات مختلف انسانن کي مختلف صلاحيتن سان سَنواريو آهي، پر اُنهن مان ڪن خوشبختن کي هڪ ”اداري“ جي حيثيت پئي بخشي آهي. اسان جي سنڌ جي سپوت محترم پير الاهي بخش صاحب کي ربّ ڪريم گوناگون صفتن سان نوازيو هو. پير صاحب الله تعاليٰ جي فضل سان اُنهن برگزيده بندن مان هئا، جن کي اڪيچار خوبين جي ڪري شرافت جي هڪ مستقل ”اداري“ جي حيثيت حاصل هئي. مالڪ جي متن اِها خصوصي مِهر هئي. پير صاحب جي خصوصيتن



جناب قاضي محمد اعظم، ن. ا. ش جي سوال کي غور سان ٻڌي رهيو آهي

مان هڪ اهم گڻ، جيڪو مون پنهنجي نندپڻ کان ئي محسوس ڪيو، اُهو هو ”شرافت“ وارو گڻ! سنڌي سليمي ۾ چئبو آهي تہ ”ادا، هي تہ ڪو اشراف ماڻھو آهي“، پير صاحب اُن محاوري جا سؤ فيصد رول- ماڊل هئا. ربّ ڪريم کين شريف النفسيءَ جي خزاني مان ججهو ڪجهہ بخشيو هو، انڪري پير صاحب جي اولين سڃاڻپ جو نمايان نقطو ”شرافت“ رهيو. سچي زندگي سياست جي پُرخار ۽ صبر آزما وادي ۾ رهڻ جي باوجود پير صاحب پنهنجي اِنهيءَ اعليٰ خوبي کي آخر تائين قائم دائم رکيو، جا ڳالهہ سندس عظمت جي سڀ کان اهم ۽ مکيہ ثابتي آهي.

ساڳئي ضلعي مان هجڻ ڪري اسان جي خاندان ۽ پير صاحب جي خاندان جا سماجي تعلقات تمام پُراڻا پئي رهيا آهن. جيئن تہ اسان جو واسطو سيوهڻ شريف سان هو ۽ پير صاحب جو ڳوٺ (يان سعيدآباد) ايترو تہ ويجهو هو جو چڻ هڪ محلي جي حيثيت هئي، انڪري وڏڙن کان وٺي سُني واسطيداري پئي هلندي آئي. اسان جي ڏاڏا بزرگ خليفہ حڪيم غلام محي الدين عباسي جا هڪ عرصي کان وٺي پانن جي ان باوقار صديقي قريشي خاندان سان گهاٽا دوستانہ تعلقات پئي رهندا آيا، جن کي اڳتي هلي اسان جي والد بزرگوار قاضي عبدالقيوم صاحب پوريءَ طرح قائم رکيو ۽ بعد ۾ ادا وڏي قاضي محمد اڪبر ۽ ادا قاضي عبدالمجيد ”عابد“ پنهنجي روايتي پاڙيچائيءَ جي پسمنظر ۾ اُنهن ۾ اضافو آندو. سو، ان طرح سان پير صاحب جي خاندان سان اسان جي خاندان جي واسطن جو هڪ لاڳيتو وٽندڙ سلسلو موجود رهيو.

هاڻي اهو آهي قرابت جو قديمي سماجي پسمنظر، جنهن ۾ اڳتي هلي سڳاوتيءَ جي حوالي سان رشتيداري جڙي، ۽ اِن طرح اُنهن اڳاڻن لاڳاپن طرفين کي وڌيڪ ويجهو آندو، جنهن موجب پير الاهي بخش صاحب جي فرزند پير ميان شاهنواز جي شادي مِنهنجي ڀائٽيِ، ادا وڏي قاضي محمد اڪبر جي نياڻيءَ سان ٿي ۽ ان طرح ان مٺي مائٽي سان وڌيڪ خوشگواريت پيدا ٿي.

**سوال:** ماشاء الله، پنهنجي عمر عزيز جي حوالي سان، پاڪستان ٺهڻ

**ڪان ٿورو اڳ واري دؤر ۾، اوهان ڪي پنهنجي ”نوجوانيءَ“ جي وقتن ۾ پير الاهي بخش صاحب جي جيڪا سانڀر آهي، تنهن تي روشني وجهو...**

جواب: يادش بخير... مون کي پير الاهي بخش صاحب جي اولين سانڀر غالباً 1940ع واري زماني جي آهي. اُن وقت منهنجي عمر 14-15 سال ڪن هئي. پير صاحب جن اُن زماني ۾ ادا اڪبر ۽ ادا عابد وٽ حيدرآباد آيا هئا. مان ٻُلجان نٿو، ته اُن وقت سنڌ جي پريميئر الله بخش سومري جي ڪئبينيٽ جا ميمبر هئا. ڪنهن شخصيت جو ”وزير“ جي حيثيت ۾ پروٽوڪال ڏسڻ جو مون لاءِ اهو پهريون موقعو هو ۽ اُهو مسلم ليگ جي عروج وارو دؤر هو ۽ حيدرآباد مسلم ليگ جا سمورا ڪارڪن اچي اسان جي رهائشگاهه تي مڙيا هئا، جو ادا اڪبر ۽ ادا عابد مسلم ليگ جا شهر ۾ نهايت مکيه ۽ سرگرم ليبر هئا. ادا اڪبر ته صوبائي سطح تي مسلم ليگ نئشنل گارڊ جو سالار اعليٰ هو، انڪري سمورا ڪارڪن سندس ڪمان هيٺ ڪم ڪندا هئا ۽ اسان جي خاندان جو گهڻو احترام ڪندا هئا، جو الله تعاليٰ اسان جي خاندان جي وڏي عزت مقرر ڪئي هئي.

مون کي ياد آهي ته پير صاحب جن اسان سيني ننڍن سان ڏاڍي شفقت سان پيش آيا ۽ سچ ته سندن پنهنجائپ سان اسان کي ڏاڍي خوشي ٿي هئي. منهنجي تعارف تي منهنجي نالي سان ”جاه“ لفظ ملائي مون کي ”اعظم جاه“ سڏيائون ۽ اُن ڪان پوءِ مون کي هميشه گهڻي پيار ۽ پاٻوهه مان ”اعظم جاه“ ئي سڏيندا هئا.

اها ته ٿي بنهه ابتدائي زماني جي سانڀر، پر اُن ڪان پوءِ ويندي سندن وفات تائين، اندازاً 35 سال ڪن، زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي موقعن تي پير صاحب سان منهنجي ملاقاتن جا سلسلا رهيا، جن جو اگر تفصيل سان ويهي وستار ڪجي ته ضخيم ڪتاب به جڙي سگهي ٿو. اڪيچار يادگيريون آهن... ڪٿان شروع ڪجي... ۽ ڪيئن اُنهن کي لفظن ۾ بيان ڪجي... مون کي ڪجهه مشڪل پيو نظر اچي.

پير صاحب بابت پنهنجي يادگيرين ۾ هڪ خاص واقعو مون کي اهو ته ياد اچي ته 1946ع وارين چونڊن ۾ جوش و خروش جو هڪ خاص

غلغلو برپا ٿيو هو. ٿيو هيئن جو قائداعظمؒ پاڻ ذاتي طرح دادو ضلعي مان ادا اڪبر کي اليڪشن ۾ بيهاريو، جنهن جو پنهنجي مدمقابل سائين جي.ايم.سيد جي تجربي ۽ وسيع سياسي اثر رسوخ سان سخت ٽڪراءُ هو. سنڌ جي سياست ۾ انهيءَ اليڪشن کي ڪيترن ئي حوالن سان هڪ خاص اهميت حاصل آهي، جو هڪ پاسي سيد غلام مرتضيٰ شاهه جهڙو سينيئر سياستدان ۽ ٻئي پاسي ادا اڪبر جهڙو نوآموز اُميدوار، جنهن کي بهرحال مسلم ليگ جي فُل سپورٽ حاصل هئي. انهيءَ اليڪشن ۾ مون کي ادا اڪبر جي طرف کان "پولنگ ايجنٽ" مقرر ڪيو ويو ۽ مون کي "آمري" پولنگ اسٽيشن تي فرض انجام ڏيڻا هئا. آءٌ اُن زماني ۾ ويهارو کن ورهين جو الهڙ نوجوان هئس ۽ اليڪشني تجربن کان آگاهي ڪانه هئي، سو ڪجهه مونجهاري جو شڪار ٿيس. پر اسان جي پير صاحب مون ۾ همت ۽ حوصلي جو روح ڦوڪيو ۽ مون کي آياريائين ته آءٌ پڙهيل ڳڙهيل شهري باشعور نوجوان آهيان، سو آءٌ خوش اسلوبيءَ سان پولنگ کي مُنهن ڏئي ويندس ۽ مون کي گهبرائڻ نه کپي. پير صاحب جي آٿت مون کي ڏاڍي ڪم آئي ۽ سندس همت افزائيءَ واري ڏڍ جي سهاري سان مون پولنگ جو ڪم پوري اعتماد ۽ خاطرخواه انداز سان سرانجام ڏنو ۽ انهيءَ پولنگ تي ادا اڪبر کي رڪارڊ ووٽ حاصل ٿيا. سچ ته اگر پير صاحب جي مون کي حوصله افزائي حاصل نه هجي ها ته شهر حيدرآباد کان گهڻو پري، ٻئي ضلعي ۾ "آمري" نالي ڳوٺ ۾ آءٌ ايترو اطمينان ۽ بُردباريءَ سان چونڊ جو ڪم انجام ڏئي ڪونه سگهان ها.

ان طرح سان مختلف وقتن تي پير صاحب کان مون کي سياسي طرح هميشه رهبري پئي حاصل ٿي. ويسٽ پاڪستان جي زماني ۾ جڏهن آءٌ ايم.پي.اي هوس ۽ اجلاس لاهور ۾ ٿيندا هئا، اُن زماني ۾ به ڪيترن ئي موقعن تي مون پير صاحب کان رهنمائي حاصل ڪئي، جو پاڻ ادا اڪبر ۽ ادا عابد کان سينئر پارليامينٽيرين ۽ تجربيڪار هئا ۽ سندس وسيع نگاهه کي پنهنجي همعصرن ۾ هڪ خاص اهميت هوندي هئي.

**سوال: الحمدلله پير صاحب جيءَ زندگي "سياست" جي حوالي سان "پرپوريٽ" واري نظر اچي ٿي، ان تي هڪ مجمل نظر درڪار...**

جواب: ادا نفيس! منهنجيءَ نظر ۾ پير صاحب جي سياسي زندگي چئن نقطن تي ٻَڌل نظر اچي. اول خلافت تحريڪ، ۽ اُن کان پوءِ سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ واري تحريڪ، اُن کان پوءِ مسلم ليگ جي حوالي سان انگريز کان آزاديءَ واري تحريڪ ۽ خاص ڪري 1940ع کان پوءِ قيام پاڪستان لاءِ جدوجهد واري تحريڪ.

بنيادي ڳالهه اها آهي ته پير صاحب جن جيڪا ڀرپور سياسي زندگي گذاري، تنهن ۾ اِنهيءَ اهلِ دل بزرگ "خدمتِ خلق" واري جذبي جي دامن کي پنهنجن هٿن ۾ مضبوطيءَ سان پڪڙي رکيو هو ۽ سدائين سندن مطمع نظر اهوئي هوندو هو ته سڀاجهي سنڌ جي ڏتڙيل خلق جي وڌ کان وڌ خدمت ڪجي.

پير صاحب جن عليگڙهه ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وڃڻ کان اڳ ئي خلافت تحريڪ ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو هو. ان تحريڪ ۾ سنڌ مان سر حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي، سيد غلام مرتضيٰ شاهه (جي.ايم.سيد)، پير غلام مجدد سرهندي ۽ ٻيا اڪيچار مخلص قومي ڪارڪن اُن کي زور وٺائي رهيا هئا. خود منهنجي پنهنجي خاندان مان اسان جي بزرگن چاچا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ بابا قاضي عبدالقيوم جو خلافت تحريڪ ۾ سرگرم ڪردار سنڌ جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم حصو آهي. "ترڪ موالات" ۽ "ريشمي رومال" تحريڪ به اِنهيءَ ئي خلافت تحريڪ جا جُزا يا حصا آهن. پير صاحب جن نه صرف خلافت تحريڪ ۾ نهايت سرگرميءَ سان حصو ورتو، پر ايتريقدر جو عليگڙهه ۾ تعليم دوران 1920ع ۾ مولانا محمد علي "جوهر" جي تحريڪ تي جن شاگردن انگريزن کان نفرت جي حوالي سان ماڳهين تعليم اڌ ۾ ڇڏي ڪاليج کي ڇڏيو، پير صاحب تن آدرشي نوجوانن مان هڪ هو ۽ ائين سنڌ موٽي آيو ۽ هتي اچي خلافت ۾ ڀرپور بهرو وٺڻ شروع ڪيائين. ايتريقدر جو سندس سرگرم خدمتن جي اعتراف ۾ ڪيس هڪ مرحلي تي "آل انڊيا خلافت ڪاميٽي" جهڙي اعليٰ ليول واري فورم تي ميمبر به چونڊيو ويو. عليگڙهه ۾ اعليٰ امتحان پاس ڪرڻ لاءِ پير صاحب جن ڪجهه سالن کان پوءِ ٻيهر عليگڙهه ويا هئا ۽ اڳوڻي اڌ ۾ رهيل تعليم کي مڪمل ڪندي ايم. اي ۽ ايل. بي جون ڊگريون امتيازي گريڊن ۾ حاصل ڪيائون، جا ڳالهه اُن

ڏؤر ۾ هڪ تمام وڏي ڳالهه هئي ۽ خود اوهان پاڻ ذرا اندازو لڳايو تہ انهن امتحانن لاءِ اُن زماني ۾ ڪيڏي نہ اتاهه محنت جي ضرورت هوندي هئي، جا پاڻ ڪيائون.

ساڳيءَ طرح سنڌ جي بامبي پريزيڊنسيءَ کان علحدگي واريءَ تحريڪ ۾ پير صاحب نهايت نمايان ڪردار ادا ڪيو. اُن تحريڪ ۾ سر عبدالله هارون، ميران محمد شاهه، محمد ايوب کهڙي، سائين جي.ايم.سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد هاشم گزدر، پير علي محمد راشدي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ ٻين قومي رهنمائن سان گڏ پير الاهي بخش صاحب جو ڪردار سج وانگر چٽو نظر اچي ٿو، تنهن تي تاريخ نويس ئي بهتر روشني وجهي سگهن ٿا.

وري جڏهن 1936ع ۾ تحريڪ ڪامياب ٿي ۽ سنڌ کي پنهنجي صوبائي حيثيت حاصل ٿي تہ اُن زماني ۾ سنڌ ۾ مسلم ليگ کي زور وناڻڻ واريءَ تحريڪ ۾ پير صاحب جن ساڳئي جذبي سان پيش پيش نظر اچن ٿا. ڌارئي انگريز کان نفرت تہ ڪين جڻ سُتيءَ ۾ مليل هئي، سو آزاديءَ واري تحريڪ ۾ سنڌن جدوجهد مثالي حيثيت رکي ٿي. هڪ پاسي سنڌن معاشي مشغولي "وڪالت" هئي، جا لاڙڪاڻي کان شروع ڪئي هئائون، پر قومي خدمت لاءِ تحريڪن ۾ لاڳيتو سرگرم رهڻ سان اُنهيءَ مصروفيت تي وڏو اثر پيو ۽ مان سمجهان ٿو تہ پير صاحب جي اها هڪ وڏي قومي قرباني آهي، جو پنهنجي سموري صلاحيت ۽ سمورو وقت قيامِ پاڪستان جي جدوجهد کي ارپي ڇڏيائون ۽ وڪالت تي سنڌن ڌيان نالي ماتر پئي رهيو.

قيام پاڪستان جي جدوجهد دوران پير صاحب جن کي بانيءِ پاڪستان قائداعظم محمد علي جناح جو هڪ خاص قرب حاصل هو. پير صاحب جي تعليمي خدمتن جو وري هڪ الڳ حيرت انگيز ۽ مثالي داستان آهي. انهيءَ تعليمي پهلوءَ جي حوالي سان قائداعظم جي دل ۾ پير صاحب لاءِ هڪ خاص قدر هوندو هو، جو پاڻ سالن جا سال انهيءَ مشهور اداري "سنڌ مدرسہ بورڊ" جا ناميارا وائيس پريزيڊنٽ ۽ پريزيڊنٽ رهي خدمت ڪيائون، جنهن اداري جو مشهور اسڪول "سنڌ مدرسة الاسلام" بانيءِ پاڪستان جو اوائلي تعليمي درسگاهہ هو.

پير صاحب جن 1938ع واري مشهور آل انڊيا مسلم ليگ ڪانفرنس (ڪراچي) ۾ سرگرم نظر اچن ٿا ته وري 1940ع ۾ لاهور ۾ منعقد ٿيل مشهور زمانه ڪانفرنس ۾ به فعال ڪردار ادا ڪيائون، جتي "پاڪستان نهراءُ" پاس ڪيو ويو هو. ان طرح لمحي به لمحي پاڻ تحريڪ پاڪستان جي جدوجهد ۾ عملي طرح نهايت متحرڪ رهيا ۽ پنهنجي اخلاص ۽ جاکوڙ سان ان ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيائون.

1937ع جي چونڊن کان پوءِ مختلف وزارتن ۾ ڪين وزير رهڻ جا ججها موقعا ميسر ٿيا، انڪري سندن "خدمت خلق" واري داستان کي پيرائتو رقم ڪرڻ لاءِ سچ ته وڏي ريسرچ جي ضرورت آهي ۽ مان سمجهان ٿو ته ان طويل داستان لکجڻ سان ڪيترائي ڪتاب نهي سگهن ٿا.

ساڳيءَ ريت، پاڪستان نهڻ کان پوءِ پير صاحب مختلف وقتن تي سنڌ وزارت ۾ وزير ۽ صوبي جي چيف منسٽر جي اعليٰ منصب تي اچڻ کان پوءِ "خلق جي خدمت" جا ڪيترائي عمدا مثال قائم ڪيا. پير صاحب بنيادي طرح هڪ انتهائي همدرد ۽ هڏ ڏوڪي انسان هئا، انڪري پاڪستان نهڻ کان پوءِ پارت جي ٻين صوبن مان آيل هزارن لکن ماڻهن جي ڪراچي ۽ سنڌ ۾ آبادڪاري واري ڪم ۾ نهايت سرگرميءَ سان ڪم ڪيائون. وٽن ڪوبه مت ڀيد ڪونه هوندو هو، انڪري هر ڏتڙيل جي واهر ڪرڻ سندن خاص شيوو هوندو هو. نئين آيل آباديءَ مان ڪيترائي ناميارا ماڻهو ۽ مشاهير پير صاحب جا ذاتي دوست ۽ مداح ۽ معتقد هوندا هئا.

مون کي چڱي يادگيري آهي ته دهليءَ مان آيل حڪيم محمد سعيد "همدرد" نالي سان ڪراچيءَ ۾ بندر روڊ تي هڪ معمولي دواخانو هلائيندو هو، جنهن کي جمائڻ ۾ پير صاحب جو وڏو هٿ هو. پير صاحب جي مدد ۽ مشورن سان حڪيم صاحب اڳتي وڌيو، گهڻو اڳتي وڌيو ۽ ايتريقدر ڪامياب ٿيو جو اڳتي هلي پوئين زماني ۾ "همدرد يونيورسٽي" قائم ڪيائين ۽ سنڌ جي گورنريءَ جي ممتاز منصب تي به فائز ٿيو. ان ترقيءَ ۾ سندس ذاتي محنتن ۽ صلاحيتن

جو بيشڪ دخل هو، پر اوائلي زماني ۾ هڪ هٿين خالي شخص پير صاحب جي فياضي مان گهڻو حاصل ڪيو.

پاڪستان جي قيام واري جدوجهد جي سچي سپاهيءَ پير صاحب، ادبي حوالي سان برصغير جي وڏي عالم ۽ دهليءَ مان ڌڪڙجي آيل "انجمنِ ترقي اردو" (هند) جي باباءِ اردو مولوي عبدالحق جي به خوب خدمت ۽ پذيرائي ڪئي. انجمن لاءِ مولوي صاحب کي ڪراچي سول اسپتال وٽ وسيع عريض جايون هٿ ڪري ڏيڻ ۾ پير صاحب جو وڏو هٿ هو. انهيءَ ڪم ۾ مولوي صاحب جي آڳاٽن دوستن پير علي محمد راشدي ۽ پير حسام الدين راشدي جي سفارش ۽ ڪوششن جو به وڏو دخل آهي.

پير صاحب نوان آيل آبادڪار ايڏي ته وڏي تعداد ۾ آباد ڪيا، جو هڪ نه، پر ٻن بستين جو نالو ئي پير الاهي بخش ڪالوني (P.I.B.Colony) پئجي ويو. اها اسان جي نيڪنام پير صاحب جي اخلاص ۽ ڪشاده قلبيءَ جي اهم ثابتي آهي.

مون کي اهو به چڱو ياد آهي ته دهليءَ مان آيل مير خليل الرحمان کي ڪراچيءَ ۾ ڄمائڻ ۽ سهوليتون ميسر ڪري ڏيڻ ۾ پير صاحب جو وڏو هٿ هو. مير صاحب "جنگ" اخبار هٿ جي مشين (ليٿو) تي دهليءَ مان جاري ڪئي هئي، جا ڪراچيءَ ۾ اچڻ سان ئي وڏي سائيز تي آب و تاب سان نڪرڻ شروع ٿي. مير خليل الرحمان جو پير صاحب سان لاڳيتو رابطو ۽ وٽس اچڻ وڃڻ هوندو هو. ساڳيءَ طرح اردوءَ جي ممتاز شاعر "رئيس" امروهويءَ کي پير صاحب سان اٿاهه عقيدت هوندي هئي. اِهي ته مون فقط ٻه چار مثال ڏنا آهن، اصل ۾ پير صاحب پنهنجي مزاج ۾ شفقت جو هڪ اهڙو پَريل ڪکر هو، جيڪو بنا ڪنهن متييد جي، لاڳيتو وسندو رهيو.

ادا نفيس! هيءَ ته ڳالهه مان ڳالهه پئي نڪتي ته زياده تر ڪراچيءَ جو تذڪرو طويل ٿي ويو آهي، ورنه منهنجو مقصد قطعي اهو ڪونه آهي ته پير صاحب فقط ڪراچيءَ وارن کي نوازيو ۽ سنڌ جي ٻين ضلعن کي نظرانداز ڪيو. توهان فقط ايترو سوچيو ته پير صاحب جي پَل مانسائيءَ پنهنجن ماروئڙن ۽ سانگيئڙن لاءِ ڇا ڇا نه ڪيو

هوندو. پير صاحب بنا ڪنهن مت ڀيد جي سنڌ جي سمورن رهاڪن جي هڪجيتري ۽ خوب خدمت ڪئي، ان جو هڪ مثال اوهان جي آڏو اِهو آهي تہ سکر جي ماڻهن چندو ڪري پير صاحب جي خدمتن جي عقيدت جو خراج پيش ڪرڻ لاءِ سکر ۾ ٽاور تعمير ڪرائي ان جو "پير الاهي بخش ٽاور" نالو رکيو، جو اڄ بہ دنيا جهان جي آڏو انهيءَ باڪردار آدرشي انسان جي خدمتن جي ثابتي ڏئي رهيو آهي.

مقصد تہ فقير منش پير صاحب سياست کي "عبادت" تصور ڪندي پنهنجي سموري زندگي "خلق جي خدمت" ۾ صرف ڪئي ۽ خوب صرف ڪئي. پير صاحب جي سياسي زندگي اڄڪلهہ جي سياستدانن لاءِ هڪ "سبق" جو درجو رکي ٿي. الحمدالله سنڌ جي سياست ۾ اڄ بہ ڪيئي سنڌ جا سڄڻ موجود آهن، جن لاءِ پير صاحب جي زندگي "مهميز" بنجي سگهي ٿي.

**سوال: محترم پير صاحب جي گوناگون خدمتن مان "تعليم" جي خدمت وارو پهلو سيني پهلوئن کان وڌيڪ سگهارو ۽ نمايان پئي رهيو آهي. انهيءَ پهلوءَ تي روشني وجهو...**

جواب: ادا... مان سمجهان ٿو تہ اسان سنڌ وارن لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام لاءِ جدوجهد پير صاحب جو هملا جبل کان بہ وڏو ڪارنامو آهي. پير صاحب اڳلي زماني ۾ عليڳڙهہ ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي، انڪري سنڌ جي تعليمي پستيءَ کان بخوبي آگاهہ هو، ۽ کيس اها بہ سُڌ هئي تہ قومي ترقيءَ جو راز تعليم ۾ ئي لڪل آهي، جنهن کي منظرعام تي آڻڻ لاءِ علم جي حاصلات ضروري آهي. لهٰذا، سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ پير صاحب اسيمبلي ايوان مان بل پاس ڪرايو. ان کان اڳ 1940ع واري زماني ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ سنڌ جي ڪن بزرگن هڪ ڪميٽي قائم ڪري فزيبلٽي رپورٽ تيار ڪرائي هئي، پر ان کي باضابطا ايوان ۾ "ائڪٽ" جي صورت پير صاحب ئي ڏياري ۽ مستحڪم بنيادن تي يونيورسٽي جو قيام عمل ۾ آيو.

پر اُن کان گهڻو اڳ 1937ع واري زماني ۾ پير صاحب سنڌ ۾ تعليمي تحريڪ شروع ڪئي هئي. سنڌ جي بمبئي کان جدائيءَ کان پوءِ جيئن ئي پير صاحب کي صوبائي وزارت ملي تہ پير صاحب "تعليم" کي

ترجيح ڏيندي سنڌ ۾ جاڳرتا جي هڪ لهر برپا ڪئي. سيني ڪمن جي مٿان تعليم جي واڌاري کي ترجيح ڏنائين. سنڌ ۾ سوين نوان اسڪول کوليائين. انگريزي تعليم لاءِ ڳوٺن ۾ اي.وي اسڪول قائم ڪيائين. مڊل اسڪولن کي هاءِ اسڪولن جا درجا ڏنائين. ان سان گڏ عام ماڻهن جي ناخواندگي ختم ڪرڻ لاءِ رات جا اسڪول Night Schools قائم ڪيائين، جنهن کي "بالغن جي تعليم" چئجي ٿو. "زوري تعليم" جو محاورو اوهان ٻُڌو هوندو، سنڌ ۾ زوري مفت تعليم پير صاحب ئي قائم ڪئي، جيئن ڪوبہ اڻپڙهيل رهجي نہ وڃي. ان طرح نياڻين جي تعليم لاءِ بہ خاص ڌيان ڏنائين. حيدرآباد ۾ نياڻين جي تعليم لاءِ مشهور اداري "سنڌ مدرسة البنات" قائم ڪرڻ لاءِ سيد ميران محمد شاهہ ۽ مخدوم غلام حيدر صديقي سان گڏ پير صاحب جو ڪردار بہ نمايان نظر اچي ٿو.

پير صاحب وزارت دوران تعليم جي ڦهلاءُ (منادي) لاءِ سڄيءَ سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ دورا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ ماڻهن کي تعليم پرائڻ لاءِ تاڪيدي پيغام ڏنائين. هرهنڌ جلسا برپا ڪري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ تقريرن ۾ ماڻهن کي آپارينلو رهيو. پير علي محمد راشديءَ جي حوالي سان ٿورو اڳ ۾ اوهان اها روايت پئي بيان ڪئي تہ "اُنهن جلسن ۾ پير صاحب لڪڻ هوا ۾ لهرائي ماڻهن کي ديڄارينلو بہ رهيو تہ اگر اوهان نہ پڙهندا تہ آءٌ اِن لَڪڻ سان اوهان جا مٿا ڦاڙيندس." ان حد تائين تاڪيدون ڪرڻ، ظاهر آهي تہ اُن دل جلئي ماڻهوءَ جو ئي شيوو ٿي سگهي ٿو، جنهن جي دل ۾ تنزل جو درد ۽ ترقيءَ جي آرزو هجي.

هوڏانهن سنڌ جي مشهور اداري "سنڌ مدرسة الاسلام" جي انتظامي فورم "سنڌ مدرسہ بورڊ" تي پير صاحب ورهين جا ورهيہ نائب صدر ۽ صدر جي حيثيت ۾ مثالي تعليمي خدمتون انجام ڏنيون ۽ اڳتي هلي، سنڌ مسلم ڪاليج ۽ لا ڪاليج قائم ڪرايائين، جن سنڌ ۾ تعليم لاءِ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

پير صاحب پنهنجي هڪ وزارت واري زماني ۾ پليءَ پت ڄاتو تہ سنڌ ۾ تعليم جي صحيح رهنمائي لاءِ ڪنهن قابل شخصيت جي اشد ضرورت آهي. سنڌ جو سپوت شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو

اُن زماني ۾ اسماعيل ڪاليج بمبئيءَ ۾ عربيءَ جو پروفيسر هو. پير صاحب جي ئي ايماءُ تي علامه صاحب سنڌ موٽي آيو ۽ پير صاحب ڪيس سنڌ جو تعليمي سرواڻ D.P.I (ڊئريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشنس سنڌ) مقرر ڪيو، جنهن عهدي تي رهندي علامه صاحب ورنڌ ڏهاڪو کن سال سنڌ ۾ تعليم جي واڳ سنڀالي ۽ سنڌ ۾ تعليم جا بنياد پُختا ٿيا.

جيئن ته تعليم جو واڌارو پير صاحب جو محبوب موضوع ۽ مشغلو هو، انڪري سنڌ جي ڪيترن ئي ڪاليجن جي قيام ۾ پير صاحب جو وڏو هٿ رهيو. نورمحمد هاءِ اسڪول واري اداري "حيدرآباد ايڊيوڪيشن سوسائٽي" سان ته پير صاحب جي خاص رغبت هوندي هئي ۽ ان لاءِ مالي مددون ڪيائين.

ان طرح شخصي سطح تي غريب شاگردن جي اعانت ڪرڻ ۽ اسڪالرشپون ڏيارڻ جو سلسلو ان کان الڳ آهي.

**سوال: پير صاحب جي ذاتي خوبين مان مروت ۽ لحاظ، وضعداري ۽ روايتن جي پاسداري، فراخ ذهني ۽ ڪشاده قلبي، غريب پروري ۽ دوست نوازي، سُخن پروري ۽ وعده وفائي، عَفو ۽ درگذر ڪي سندس ٻين همعصرن ۾ هڪ خاص اهميت آهي. انهن بابت اوهان پنهنجا تاثرات بيان ڪريو...**

جواب: ادا نفيس! اِهي جيڪي ٻه خوبيون اوهان بيان ڪيون آهن، پير صاحب اُنهن سمورين خصوصيتن جو الحمدلله مجموعو هو. مان سمجهان ٿو ته اهڙو ڪوبه گُڻ رهجي ڪونه ٿو وڃي، جنهن کي اوهان موضوع بنايو نه هجي ۽ پير صاحب کي الله سائين انهن خوبين جو وڏو خزانو عطا ڪيو هو. مان اُن ۾ ٿورڙو واڌارو فقط ايترو ڪرڻ چاهيندس ته پير صاحب جي مزاج ۾ فقيري ۽ درويشي جو عنصر ججهو سمايل هو، جنهن جي ظاهري نماءُ کان پرهيز ڪندي، مرحوم هميشه "عمل" تي گهڻو ڌيان ڏيندا هئا.

پير صاحب جي "غريب پروري" جي حوالي سان هتي آءٌ سندس اُنهن مسڪين اصيلن جو ذڪر ڪرڻ چاهيندس، جن ۾ جا

ڪيس پير صاحب بنا فيءَ جي ڪٽندو هو. اصيل اگر اعلان ڪيو ته ”آءٌ نادار آهيان“ ته اُن تان پير صاحب طرفان ”في معاف“! رهندو مهل سارو ماني به کارائي ڇڏيندو هو ۽ واپسيءَ جو ڪرايو به سندس کيسي ۾ وجهندو هو. پير صاحب صحيح معنيٰ ۾ هڪ ”غريب پرور“ انسان هو ۽ مهل تي ڪنهن مسڪين کي مايوس ڪونه ڪندو هو. غريب لاءِ سندس هڏ ججهو ڪُرڪندو هو ۽ ائين لڳندو هو ته رسول پاڪ ﷺ جن جي حديث شريف ڪيس هميشه ياد هوندي هئي ته ”ياالله! محشر جي ڏينهن مون کي مسڪينن سان گڏ اُٿار!“

ٻيو ته مروت ۽ لحاظ ۾ ته پير صاحب پنهنجو مَٽ پاڻ هو. پنهنجي بدخواهه ۽ مٺ گهُرئي کان به ڪڏهن وير ڪونه ورتائين ۽ هميشه حُسن سلوڪ سان هرڪنهن سان پيش ايندو هو. پير صاحب خوش خُلق به حد درجي جو هو. نهٺائي ۽ نماڻائي ته ڪيس وڏڙن کان ورثي ۾ مليل هئي. سنڌ جي قديم ثقافتي روايتن جي احساس وسيلي وضعداري ۽ روايتن جي پاسداري جو مجموعو هو. شرافت ۾ پنهنجو مثال جڻ پاڻ ئي هو. سياسي ميدانن ۾ ڪيترائي لاهه چاڙها آيا، پر شرافت جو دامن ڪڏهن ۾ هٿن مان ڪونه ڇڏيائين. صحيح معنيٰ ۾ ”شريف النفس“ انسان هو.

ان طرح پير صاحب ”سنڌ دوستيءَ“ جي حوالي سان هڪ نهايت نمايان ۽ قابل فخر ڪارنامو اِهو انجام ڏنو، جو سنڌ اسيمبلي (حيدرآباد) ۾ 1954ع ڌاري ”ون يونٽ“ جي قيام لاءِ بل جي چٽي مخالفت ڪيائين ۽ ان قدم کي سنڌ دشمن قرار ڏنائين. ان ڦهري ڪاروائي دوران ميمبرن تي زوربار آٽي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ جو اهڙو ته هيانءُ- ڦاڙيندڙ ماحول برپا ڪيو ويو هو، جو اسيمبليءَ جي سمورن ميمبرن مان فقط چار مجاهد اهڙا نڪتا، جن انهيءَ سنڌ دشمن قدم کي نِنديو ۽ علي الاعلان مخالفت ڪئي، باقي سمورن ميمبرن بنا چُون چُرا جي حمايت ڪري، بل پاس ڪرايو. اُنهن چئن ”سنڌ سينگار شخصيتن“ ۾ اسان جي پير الاهي بخش صاحب جو نالو چنڊ وانگر روشن ۽ سرفهرست هو. باقي ٽي هئا- رئيس عبدالحميد خان جتوئي، رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي ۽ شيخ خورشيد احمد.

غرض ته اسان جو پيرالاهي بخش صاحب "شرافت جو هڪ ياري پندار ۽ مستقل ادارو" هو، جنهن مان انيڪ قسم جون بيون، خوبيون ۽ خصوصيتون برپا ٿيون ۽ انهن وسيلي سنڌ کي سندس هٿان گهڻو ڪجھ حاصل ٿيو.

*

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

# پيرالاهي بخش: هڪ انمول انسان

شخصيت: بُلند قَدُ، مُرڪندڙ چهرو، شريف نظرون ۽ دلڪش گفتگوءَ وارو پير حاجي الاهي بخش سنڌ جو هڪ خود اُبرَندڙُ ستارو هو. سندس والد محترم پير نواز علي صديقي قريشي، پان سعيد آباد ضلعي دادوءَ جي پرسان پنهنجي ڳوٺ (پير ڳوٺ) ۾ رهندو هو. سندس تعلق وچولي طبقي جي ننڍي زميندار يءَ سان هو. پير الاهي بخش اڃا ننڍڙوئي هو تہ سندس والد صاحب گذاري ويو ۽ سندس مامي پير لعل محمد سندس پرورش ڪئي. پرائمري چار درجا پان سعيد آباد جي پرائمري اسڪول مان پاس ڪري غريب شاگردن جي وظيفي تي ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس مان مئٽرڪ پاس ڪيائين.

تعليم ۽ پيشو: اُن وقت دادو اڃا ضلعو ڪونہ نهيو هو. لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي طرفان پيرالاهي بخش کي عليڳڙه مسلم ڪاليج ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وظيفو ڏنو ويو. لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ سر شاهنواز خان ڀُٽي منجهس قابليت ۽ اهليت جا جوهر پانپي ورتا هئا: جڏهن عليڳڙه مان ايم.اي ۽ ايل.ايل.بي جا امتحان ڪاميابيءَ سان سَر ڪري موٽيو تڏهن ضلعي هيڊڪوارٽر لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪيائين. جڏهن دادو ضلعو نهيو تڏهن پير حاجي الاهي بخش ٻين سيني وڪيلن کان اڳ دادو شهر ۾ پنهنجي وڪالت جي آفيس کولي غريبن ۽ وچولي طبقي جي اشرافن جي وڪيل طور پنهنجي سڃاڻپ ناهي. في گهٽ وٺندو هو، يا تہ ماڳهين بغير فيءَ جي غريبن ۽ بيواهن جا مقدما وڙهندو هو ۽ اڪثر کٽندو هو، تنهنڪري سندس عوامي مقبوليت ۾ اضافو ٿيو. جڏهن سنڌ بمبئي پريزيڊنسيءَ کان ڇڄي هڪ صوبو بڻي تڏهن صوبائي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون، ان وقت پير حاجي الاهي بخش

MLA (ميمبر ليجسليٽو اسيمبلي) چونڊجي ويو. پاڻ وچولي طبقي سان تعلق رکندڙ هو، جڏهن تہ سندس مخالف اُميدوار هڪ وڏو جاگيردار هو.

**سياست ۽ نصب العين:** پيرحاجي الاهي بخش اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو تہ کيس وزير مقرر ڪيو ويو. سنڌ جي تاريخ ۾ سندس شناخت وزير تعليم طور ڪئي پئي وڃي. هن مختلف ڪابينائن ۾ اهو عهدو سنڀاليو ۽ دل و جان سان سنڌ جي تعليمي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. لازمي پرائمري تعليم، ڇوڪرين جي تعليم ۽ بالغن جي تعليم جي سلسلي ۾ سندس ڪردار ناقابل فراموش آهي. هن سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هندو ميمبرن جي سخت مخالفت جي باوجود سنڌ يونيورسٽي ايڪٽ 1947ع، چئن ووٽن جي اڪثريت سان بحال ٿيو.

**تدبير ۽ عمل:** يونيورسٽيءَ کي ڪاليجن جي ضرورت ٿيندي آهي، سنڌ ۾ هندن طرفان اڳ ئي خانگي ڪاليج برپا ڪيا ويا هئا. حاجي پيرالاهي بخش مسلمانن جي پهرئين ڪاليج، سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي جي قيام لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي ۽ انهيءَ ڪارنامي کان علاوه سيڪنڊري ٽيچرس لاءِ بي. ٽي ڪاليج قائم ڪري، اُنهن کي عليگڙهہ جي مسافت کان بچايو. عورتن لاءِ ڌار ڪاليج قائم ڪيو. هر تعلقي هيڊڪوارٽر ۾ هڪ هاءِ اسڪول کوليو ويو. هن وزير باتدبير، نهايت عقلمنديءَ ۽ محنت سان سنڌ جي تعليمي ترقيءَ ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام لاءِ اڻٿڪ ۽ سرتوڙ ڪوشش ڪئي.

سال 1943ع ۾، حاجي پيرالاهي بخش سنڌ جو وزير تعليم ۽ سنڌ مدرسہ بورڊ جو پريزيڊنٽ ٿيو. انهيءَ حيثيت ۾ هن سنڌ مسلم ڪاليج قائم ڪرڻ جو عزم ڪيو. سندس پنهنجو بيان هن ريت آهي:

"1943ع ۾، آءٌ سنڌ مدرسہ بورڊ جو پريزيڊنٽ هُئس. مون سنڌ مسلم ڪاليج جي قيام لاءِ ڪوشش ڪئي. 21 جون تي قائداعظم محمد علي جناح اُنهيءَ جو افتتاح ڪيو. سندس آمد کان اڳ بورڊ جي هڪ ميمبر سندس گوش گذار ڪيو تہ تجويز ڪيل ڪاليج جي قائم ڪرڻ لاءِ ڪافي فنڊس موجود نہ آهن. هن کيس

ڪن سُر ۾ چيو تہ پير صاحب جذباتي ماڻهو آهي. ڪٿي توهان جي توهين نہ ڪرائي! سو، جڏهن آءٌ جناح صاحب کي عرض ڪرڻ ويس تہ مون سان گڏجي هلي هن اهم رسم افتتاح ۾ تشريف فرما ٿئي، تڏهن هن مون کي اُنهيءَ (ڪَن سُر جي ڳالهہ) بابت ٻڌايو تہ آءٌ اُتي ئي هڪ لک رپيا جمع ڪري وٺندس. قائداعظم منهنجي جذبي ۽ حوصلي جي تعريف ڪئي، ۽ جڏهن ڪاليج جو افتتاح ڪري رهيو هو، تڏهن پنهنجي ذاتي چنده طور پنج هزار رپيا جمع ڪرائڻ جو اعلان ڪيائين. ٻيا شريڪ حاضرين اُنهيءَ اعلان کان متاثر ٿيا ۽ ٿڌي تي 85 هزار رپيا گڏ ٿي ويا. (ماهوار نئين زندگي، جون جولاءِ 1970ع، ص 150، 151) ٽن سالن بعد سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي هڪ نهراءُ بحال ڪيو جنهن موجب سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ جي عمارت تعمير ڪرڻ لاءِ خاص ايڊوڪيشن سيس لاڳو ڪئي وئي، اُنهيءَ نهراءَ جو محرڪ ۽ قائد، پير حاجي الاهي بخش پاڻ هو. اُستادن جي پرتيءَ ۾ هن جنهن بي ريائي ۽ لياقت شناسيءَ جو ثبوت ڏنو، اهو پرتي ڪيل اُستادن جي نالن مان ظاهر آهي.

وزير تعليم سنڌ ۽ سنڌ مدرسہ بورڊ جي پريزيڊنٽ پير حاجي الاهي بخش، SMC (سنڌ مسلم ڪاليج) جي تدريسي عملي لاءِ جيڪي شخصيتون چونڊيون اُنهن جا نالا خود بہ سنڌ جي تعليمي تاريخ ۾ مشهور ۽ معروف آهن. اُهي هئا: پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهہ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر نبي بخش قاضي ۽ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو. سيد غلام مصطفيٰ شاهہ هڪ ڏهاڪي سالن تائين ڪاليج جو پرنسيپال ٿي رهيو ۽ وزير تعليم، بورڊ جي پريزيڊنٽ، ڪنهن سفارش يا لالچ تي ٻئي ڪنهن خواهشمند کي انهيءَ عهدي تي مقرر نہ ڪيو.

استقامت، ايمانداري، اصول ۽ اخلاق جي پابنديءَ سان گڏ پيرصاحب مرحوم جي انڪساري دينداري ۽ صاف گوئي، سياست جي ميدان ۾ هڪ انوکو مثال هيون.

سنڌ مدرسي جي برانچن کولڻ ۽ انتظامات درست رکڻ ۾ بہ پيرصاحب ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 1940ع ۾ لياريءَ (ڪراچي) ۾ مدرسہ

جي برانچ کولي وئي ۽ مس فاطمہ جناح جي هٿان هڪ گرلس هاءِ اسڪول جو افتتاح ڪرايو ويو. 1941ع ۾ سنڌ مسلم لا ڪاليج جي قيام تائين پير صاحب جي تعليمي جهاد ۾ جدوجهد جاري رهي.

5- **تعليم لاءِ جهاد:** سندس حڪمت عملي ۽ جدوجهد جو هڪ عمدو مثال بالغن جي تعليم لاءِ هلايل مهم مان ملي ٿو: مؤرخہ 2 اپريل 1941ع تي، مرحوم عثمان علي انصاري ايجوڪيشنل انسپيڪٽر سنڌ ۽ سيڪريٽري سينٽرل لٽريسي ڪاميٽي جيڪا ڪار گذاري رپورٽ پڌري ڪئي، اُنهيءَ جو متن هن ريت آهي:

”پهرين اپريل 1939ع تي، آنربل پير الاهي بخش، وزير تعليم هڪ تعليمي ڪانفرنس ڪوٺائي، جنهن ۾ سنڌ جي مختلف تعليمي مسئلن تي غور ويچار ڪيو ويو. جيڪي فيصلا ڪيا ويا، اُنهن ۾ هڪ فيصلو هيءُ هو تہ هڪ ضلعي جي ٻن تعلقن ۽ ڪراچي شهر ۾ هڪ ئي وقت هڪ خوانگيءَ جي مهم هلائي ويندي. اهڙي ريت هن مهم ۾ هيٺيان چوڏهن تعلقا شامل ڪيا ويا: ڪراچي ضلعي مان ٺٽو ۽ ميرپور ساڪرو، حيدرآباد ضلعي مان حيدرآباد ۽ هالا تعلقا، ٿرپارڪر ضلعي مان ميرپورخاص ۽ سامارو تعلقا، نواب شاهہ ضلعي مان نواب شاهہ ۽ سڪرنڊ تعلقا، سکر ضلعي مان سکر ۽ شڪارپور تعلقا اپر سنڌ فرنٽيئر (جيڪب آباد) ضلعي مان جيڪب آباد ۽ ڪنڌ ڪوٽ تعلقا، لاڙڪاڻي ضلعي مان لاڙڪاڻو ۽ رتوديرو تعلقا، ۽ دادو ضلعي مان دادو ۽ جوهي تعلقا.

هڪ مرڪزي لٽريسي بورڊ ناهيو ويو. آنربل وزير تعليم اُنهيءَ بورڊ جو پاڻ چيئرمن هو. ڊي.پي.آءِ (ڊئريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن) سنڌ کي خزانچي مقرر ڪيو ويو، اي.آءِ (ايجوڪيشنل انسپيڪٽر) سنڌ کي سيڪريٽري طور کنيو ويو ۽ باقي ميمبرن ۾ ڊائريڪٽر ائگريڪلچر سنڌ، رورل ريڪنسٽرڪشن آفيسر سنڌ ۽ مرحوم ايچ- ايس پمناڻي، ايم-ايل- اي (ميمبر ليجسليٽو اسيمبلي) سنڌ شامل هئا.

هر ضلعي ۾، ڊسٽرڪٽ لٽريسي ڪاميٽي تشڪيل ڏني وئي: ضلعي جو ڪليڪٽر اُنهيءَ ڪاميٽيءَ جو چيئرمن هو. ڊسٽرڪٽ

اسڪول بورڊ جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر ۽ هڪ سينئر اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊوڪيشنل انسپيڪٽر ٻئي ڪاميٽيءَ جا سيڪريٽري هئا. سيئي ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ مختيارڪار، عهدي جي لحاظ کان، ڊسٽرڪٽ ڪاميٽيءَ جا ميمبر هئا. اُنهن کان علاوه ڊپٽي ايڊوڪيشنل انسپيڪٽر فار مسلم ايڊوڪيشن ۽ حد جو اسسٽنٽ انسپيڪٽر، ضلع هيڊڪوارٽر ۾ مقرر ائگريڪلچرل انسپيڪٽر ۽ هر تعلقي مان ٽي بااثر معززين جيڪي ڪليڪٽر مقرر ڪري، اُهي بہ ضلع ڪاميٽيءَ جا ميمبر هئا. ڪراچي شهر لاءِ هڪ الڳ 42 ميمبرن جي ڪاميٽي جوڙي وئي، جنهن جو چيئرمن مسٽر حاتم علوي ۽ سيڪريٽري ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ڪيو ويو هو. سيئي ميمبر بااثر ۽ مشهور شخصيتون هئا، جن ۾ ڊهہ MLA's (ميمبر ليجسليٽو اسيمبلي) هئا. متعدد خواتين ۽ ڪجهہ هاءِ اسڪولن جا سربراهہ بہ اُنهن ۾ شامل هئا.

**بالغن جي تعليم جو پروگرام:**

تاريخ پهرين مئي 1939ع (بين الاقوامي مزدورن جو ڏينهن) "لٽريسي ڊي" (خواندگي جو ڏينهن) طور ملهايو ويو. "لٽريسي ڪئمپين" (خواندگي جي مهم) لاءِ منتخب ڪيل تعلقي جو هر ڳوٺ ۾ اهو جشن ٿيو: صبح جو، شاگردن ۽ اُستادن جو جلوس ڳوٺن جي گهٽين مان گذريو. انهيءَ ڏينهن لاءِ تيار ڪيل نعرا هنيا ويا ۽ هٿن ۾ بئنر ۽ پوسٽر هئا، جن تي خواندگيءَ جا فائدا ۽ ناخواندگيءَ جا نقصان لکيل هئا. جتي ممڪن ٿيو، موسيقيءَ جو پڻ انتظام ڪيو ويو هو. شام جو هڪ عام جلسو منعقد ٿيو، جنهن ۾ موسيقي، ناٽڪ ۽ تقريرون شامل هيون. اهو جشن ۽ پروگرام هڪ هفتي تائين روز ٿيندو رهيو. پوءِ 15 ڏينهن جو هڪ عوامي پروپئگنڊا پروگرام جاري ٿيو جنهن ۾ سرڪاري ڪامورا، خانگي ادارن جا عهديدار ۽ مقامي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جا ارڪان شامل ٿيا. پوءِ خواندگيءَ جي مرڪزن قائم ڪرڻ جو مرحلو آيو.

جنهن ڳوٺ ۾ گهٽ ۾ گهٽ 15 اڻپڙهيل هئا، اُتي خواندگيءَجو هڪ مرڪز قائم ڪيو ويو. باقاعدي ڪم ڪندڙ اُستادن کي مقامي اختياريءَ وارن اُنهن مرڪزن ۾ پڙهائڻ لاءِ مقرر

ڪيو، اُنهن ڪان علاوه پنهنجي رضا خوشيءَ سان پڙهائڻ وارن پڙهيلن کي 5 رپين ڪان 15 رپين تائين ماهوار وظيفي تي رکيو ويو. مرڪزن کي پرائمري اسڪولن جي جاين يا مفت مسواڙي جاين ۾ قائم ڪيو ويو. جيڪي ڳوٺ جي نيڪ مردن طرفان مهيا ڪيون ويون.

بالغن جي تعليم لاءِ هڪ خاص فنڊ رکيو ويو جنهن مان مرڪزن جو چالو خرچ هلايو ويندو هو. اهڙيءَ طرح هر مرڪز ۾ تڏا، بتيون ۽ گاسليٽ مهيا ڪيا ويا، ۽ هر پڙهندڙ بالغ کي مفت ڪتاب ۽ لکڻ جو سامان ڏنو ويو.

هيءُ پروگرام 15 مئي ڪان 31 ڊسمبر 1939ع تائين هلايو ويو، جنهن جي ذريعي 29995 بالغ لکڻ پڙهڻ جي لائق ٿيا ۽ اُنهن ۾ 2077 عورتون به شامل هيون. هن پروگرام جو خاص ۽ دلچسپ حصو هڪ هفتيوار رسالو "علم" جي اشاعت ۽ مفت تقسيم هئي. اُنهيءَ رسالي ۾ صحت، صفائي، صحت عام، تعليم، زراعت ۽ اخلاق بابت مضمون ڇپبا هئا ۽ اُنهن سان گڏ هڪ خبرنامو به هوندو هو.

پڙهڻ جي عادت وجهڻ لاءِ رسالہ علم جي مفت ورهاست ڪان پوءِ هر ضلع ۾ هڪ موبائيل لائبرريون يا گشتي ڪتبخانو هلايو ويو، جيڪو بالغن جي تعليم واري پروگرام ذريعي پڙهيل لکيل ماڻهن کي دلچسپ ڪهاڻين ۽ ٻئي مواد جا ڪتاب مهيا ڪندو هو. دادو ضلع جي لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ خان بهادر محمد پريل ڪلهوڙي هن پروگرام کي ڪامياب ڪرڻ ۾ خاص خدمتون سرانجام ڏنيون، تنهنڪري رپورٽ ۾ سندس خاص ذڪر ڪيو ويو.

مرحوم پير حاجي الاهي بخش هڪ غير متعصب ۽ انصاف پسند سياستدان هو. سندس وزارت ۾ پنهنجي ۽ پرائي جو فرق نہ هوندو هو. فقط لائق ملازمن کي نوازيو ويندو هو ۽ خلق خدا جي ڪم ايندڙ وڏن ماڻهن کي ساراهيو ويندو هو. پارٽيءَ سان وابستگيءَ جو خيال نہ ڪندو هو.

**ذاتي زندگي ۽ اوصاف:** هن عظيم انسان جي ذاتي زندگيءَ ۾ سادگي، انکساري ۽ فقيريءَ جو شاهد هيءُ مضمون نگار بہ آهي: تعليمي وزارت ۽ سنڌ جي وزارت اعليٰ جي عهدن ماڻڻ بعد، پير الاهي بخش ڪالوني ڪراچيءَ ۾ هڪ گهر نهرائي اُتي رهندو هو. ڪراچيءَ ۾ پير الاهي بخش ڪالوني سندس وزارت ۽ ڪراچيءَ ۾ آبادڪاريءَ واري زماني ۾ ٺهي هئي. سندس دادو شهر ۾ وڪالت واري زماني ۾ نهرايل بنگلو، منهنجي سؤٽ قاضي غلام عيسيٰ جي گهر جي قريب هو، جتي شام جي وقت سندن ڪچهري ٿيندي هئي. ٻئي ٺُپُ ايماندار، سادا ۽ ڪفايتي انسان هئا. ڳالهيون بہ الله رسول ۽ عام جي ڀلائيءَ جون ڪندا هئا. نہ ڪنهن جي گلا غيبت، نہ ڪنهن جي اجائي ساراهہ ڪندا هئا.

مون کي پير سائين مرحوم کي ويجهو ڏسڻ جو موقعو تڏهن مليو، جڏهن مان ادي غلام عيسيٰ سان گڏجي سندس PIB ڪالوني ڪراچيءَ واري بنگلي ۾ مليس، منهنجي بدليءَ لاءِ مسٽر غلام رضا پُني انسپيڪٽر آف اسڪولس کي سفارش ڪرائڻي هئي، جيڪو پڻ سان گڏ پير حاجي الاهي بخش سائين جو نوازيل هو. سائين وٽ ٽيليفون جي سهولت نہ هئي، يا اها خراب هئي، تنهنڪري پوسٽ آفيس هلي اُتي رکيل موجود پبلڪ ڪال جي سهولت استعمال ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. وٽس موٽرڪار بہ نہ هئي، سو اسان سان گڏجي ڪافي پنڌ ڪري اُتي پهتو ۽ فون تي منهنجو ڪم ڪيائين. رب پاڪ کيس پنهنجي جوارِ رحمت ۾ هميشہ رکي ۽ سندس پونيرن کي پنهنجي حفظ ۽ هدايت عطا فرمائي. (آمين)

هڪ عرض واجب آهي تہ پير حاجي الاهي بخش مرحوم جي زندگي، خدمات ۽ سياسي تدابير بابت گهربل تحقيق نہ ٿي آهي، جيڪا هاڻي سندس لائق پوٽي ۽ قابل جانشين پير مظهرالحق جي ذاتي دلچسپي ۽ نظرداريءَ هيٺ ٿيڻ گهرجي. اها تحقيق تاريخ جي محققن ۽ سنڌ جي ايندڙ نسلن لاءِ هيءُ هڪ عمدو تحفو هوندي.

عبدالغفار صديقي

# پير الاهي بخش

## (هڪ آدرشي انسان)

پير الاهي بخش هڪ اهڙو آدرشي انسان هو، جنهن آل انديا خلافت تحريڪ ڪميٽيءَ جي ميمبريءَ کان سنڌ جي وزارت اعليٰ تائين پهچي، شرافت، خدمت، صداقت، شائستگيءَ، سادگيءَ، نهٺائيءَ جو هڪ اهڙو مثال قائم ڪيو، جنهن جهڙو سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ اڄ ڏينهن تائين ملڻ مشڪل آهي.

پاڻ سنڌ جي مردم خيز ضلعي دادوءَ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ "پير ڳوٺ" ۾ 1895ع جنم ورتائين، سندس والد جو نالو پير نواز علي ۽ ڏاڏي جو نالو پير غلام حسين هو، جيڪي صاحب تقويٰ هئا ۽ سندن مريدن ۽ خادمن جو حلقو سنڌ کان ٻاهر راجستان، ڪاٺياواڙ ۽ پيچ تائين هو.

ان کان اڳ جو پير الاهي بخش صاحب جي سوانح حيات تي هڪ نظر وجهجي، ضروري ٿو سمجهان ته سندس شرافت، خلوص ۽ محبت جو هڪ واقعو توهان جي اڳيان رکان.

پاڪستان نهڻ کان اڳ جي ڳالهه آهي. مان اڃا ننڍو هوس ۽ پنهنجي ڳوٺ پاٽ شريف جي مسلم اسڪول ۾ ٽيون درجو پڙهندو هوس. 1946ع جو زمانو هو. بابا سائين مون کي دادوءَ وٺي ويو. اسان جا قريبي عزيز اتي شاهاڻي محلي ۾ رهندا هئا. پهريائين چاچا غلام عيسيٰ جي گهر وياسين، جتان پوءِ پيرالاهي بخش جي بنگلي تي وياسين، جو بلڪل قريب، بلڪ پاڙي ۾ هو. شام جي مهل هئي. پير صاحب پنهنجي بنگلي جي اڱڻ ۾ ڪاٺ جي آرام ڪرسيءَ تي ويٺو هو ۽ دادو شهر ۽ آسپاس جا معززين ساڻس گفتگوءَ ۾ مصروف هئا. جيئن ئي اسان ٻاهرئين دروازي کان اندر اڱڻ ۾ داخل ٿياسين ۽ پير صاحب جي نظر بابا سائينءَ تي پئي ته هڪدم اٿي بيٺو ۽ وڌي اچي بابا سائينءَ سان ڀاڪر پائي نهايت پيار ۽ پاٻوهه سان مليو. پوءِ پنهنجي پاسي ۾ هڪ ٻي ڪرسي رکائي مون کي نهايت شفقت ۽ پيار سان ان تي وهاريائين. ٻيون سڀ ڳالهيون ڇڏي پهريائين مون کان حال احوال

ورتائين. نالو پڇيائين، قرآن مجيد جي باري ۾ پڇيائين، اسڪول ۽ پڙهائيءَ جي باري ۾ پڇيائين. مون ڪيس فنافٽ جواب ڏنا. ڇيم تہ قرآن مجيد سڄو پڙهي پڄايو اٿم، پنج ئي ڪلما ياد اٿم، بيت ياد اٿم، حسابن ۾ بہ هوشيار آهيان. جنهن بعد ٽئين درجي جي ڪورس مان بہ ٽي سوال پڇيائين، جن جا جواب صحيح ملڻ تي ڏهين روپئي جو نوٽ انعام ڏنائين.

سو اهڙيءَ طرح پير صاحب سان منهنجي پهرين ملاقات 1946ع ۾ سندس دادوءَ واري بنگلي تي ٿي. جتي پيار، محبت ۽ علمي ڳالهين سان گڏ اليڪشن جون ڳالهيون بہ هلي رهيون هيون، جيڪي ان وقت منهنجي سمجهہ ۾ نہ آيون. پر پوءِ رات جي ماني پير صاحب سان گڏ ڪائي، موڪلائي، جڏهن گهر پهتاسين تہ مون اليڪشن جي ڳالهين بابت بابا سائينءَ کان پڇيو. ٻڌايائين تہ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن جي اليڪشن ٿي رهي آهي. اسان جي ضلعي دادوءَ مان جي.ايم سيد ۽ قاضي محمد اڪبر هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ حصو وٺي رهيا آهن. پير الاهي بخش، قاضي محمد اڪبر جي حمايت ۾ آهي ۽ کيس اليڪشن کٽائڻ لاءِ ملاقاتون ۽ گڏجاڻيون ڪري رهيو آهي. مون سوال ڪيو تہ پير صاحب پاڻ ڇو نہ ٿو ميمبر ٿئي؟ جواب ڏنائين تہ پير صاحب نہ رڳو اسيمبليءَ جو ميمبر، بلڪ روينيو ۽ تعليم جو وزير بہ رهي چڪو آهي. تون اڃا ڇائو بہ ڪو نہ هئين تہ 1937ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون پهريون چونڊون ٿيون، جنهن ۾ سنڌ لاءِ جدا حڪومت ناهٽي هئي، ان کان اڳي هتي بمبئي سرڪار جي حڪومت هئي سو 1937ع ۾ جڏهن اليڪشن ٿي تہ پير الاهي بخش ميمبريءَ جي چونڊ کٽڻ لاءِ اسان جي ڳوٺ جي هڪ ناماري وڪيل خانبهادر يار محمد جوڻيجي جي سامهون بيٺو. اسان جي ڳوٺ آيو هو ۽ ووٽن وٺڻ لاءِ اسان وٽ اچي رهيو هو ڇاڪاڻ تہ وڏن کان وٺي اسان جا ساڻس گهاٽا ۽ پراڻا تعلقات هئا، ان ڪري اسان ڪيس ووٽ ڏياريا ۽ خانبهادر يار محمد جوڻيجي هارايو.

اهي ڳالهيون ٻڌي، مون کي اڃا بہ وڌيڪ خوشي انهيءَ خيال تي ٿي، تہ ايڏو وڏو ماڻهو جيڪو سنڌ جو بہ دفعا وزير رهي

چڪو هجي، تنهن مون کي ايترو پيار ڏنو، پنهنجائپ ڏيکاري، منهنجي تعليم جي باري ۾ پڇيو ۽ انعام به ڏنائين.

ايتري عرصي گذرڻ باوجود به اها ڳالهه منهنجي ذهن تي ائين نقش ٿيل آهي، جڻ ته ڪلهه جو ڏينهن هجي. ان ڪان پوءِ وقت گذرڻ سان گڏ پير صاحب سان منهنجون ملاقاتون هڪ ته سندس بنگلي تي ۽ ٻيو دادوءَ جي غريب آباد واري مسجد ۾ نماز پڙهندي ٿينديون رهيون. ساڳيو ئي قرب ۽ عزت ملندي هئي. مون ڪڏهن به ڪا ڪمي محسوس نه ڪئي.

**هاڻي پير صاحب جي زندگيءَ تي هڪ طائرانه نظر:**

تاريخي ڪتابن، آتم ڪٿائن، اخبارن ۽ ٻين معلوماتي ذريعن تي نگاهه وجهڻ سان پتو پوي ٿو ته پير صاحب جي زندگي ڪافي نشيب وفراز مان گذري آهي.

تعليم نهايت تڪليف سان حاصل ڪيائين. سندس ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول نه هجڻ ڪري شروعاتي تعليم ڳوٺ کان 5 ڪلو ميٽر پري ٻان شهر ۾ حاصل ڪيائين. انگريزي پڙهڻ لاءِ ٻئي ڪنهن ويجهي هاءِ اسڪول نه هئڻ ڪري خيرپور رياست مان 1919ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين.

جنهن بعد وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سر سيد احمد خان جي برپا ڪيل عليگڙهه ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. ان زماني ۾ ترڪيءَ واري خلافت تحريڪ هن نندي کنڊ (هندستان) ۾ به زور شور تي هئي. مولانا محمد علي 'جوهر' جي چوڻ تي پير صاحب پنهنجي تعليم ترڪ ڪري تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو، جنهن ڪري ڪجهه وقت لاءِ ڪيس جيل به وڃڻو پيو. 1922ع ۾ خلافت تحريڪ جو زور ٽٽو. خلافت تحريڪ جي خاتمي ۽ جيل گهارڻ بعد لاڙڪاڻي لوڪل بورڊ جي اسڪالرشپ تي عليگڙهه مان ايم.اي، ايل.ايل.بي پاس ڪري سال 1929ع ۾ لاڙڪاڻي کان وڪالت جي شروعات ڪيائين. جتي ڪيترن ئي غريبن ۽ مظلومن جا ڪيس، في ونڻ کانسواءِ ڪٽندو هو ۽ ڪورٽن ۽ وڪيلن جي چڪر کان کين نجات ڏياريندو هو.

1936ع ۾ بمبئي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ جدا ٿي. سنڌ جي جدا حڪومت ٺاهڻ لاءِ 1937ع ۾ عام چونڊون ٿيون. پير صاحب دادوءَ جي تڪ تان خانبهادر يار محمد جوڻيجي کي هارائي اسيمبلي ميمبر بڻيو. (جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي) سر غلام حسين جي وزارت ٺهي. پير صاحب حزب اختلاف ۾ رهڻ پسند ڪيو.

سر غلام حسين جي وزارت 1938ع ۾ ختم ٿي. الله بخش سومرو سنڌ جو وزير اعظم ٿيو، پيرالاهي بخش کي روينيو کاتي جو وزير ڪري ڪنيائين. پير صاحب وزير ٿيڻ بعد عوام جي ڏکن سورن معلوم ڪرڻ لاءِ سڄي سنڌ ۾ گشت ڪرڻ لاءِ هڪ ڊگهو پروگرام رٿيو. عوامي گڏجاڻين ذريعي عوام کي ٻڌايائين ته سندن وزارت عوام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪرڻ چاهي ٿي. وزير عوام جا خدمتگار آهن ۽ عملدار وزيرن جا زيردست آهن، تنهن ڪري وزير ۽ عملدار سڀئي خلق جا خادم آهن.

اها ساڳي ڳالهه پير علي محمد راشدي پنهنجي ڪتاب ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ (جلد ٻيو) ۾ هن طرح ٻڌائي آهي:

”وزير بڻجڻ بعد پير صاحب سنڌ جي تفصيلي دوري تي نڪتو. دوري دوران آءٌ به سندس خدمت ۾ رهيس. ميٽنگن، تقريرن، درخواستن ۽ دعوتن جي ڏم هئي............ منهنجي ڊيوٽي هيءَ هئي ته جيڪي درخواستون پيش ٿين، سي واپس ڪراچي پهچڻ تائين پنهنجي قبضي ۾ رکندو وڃان. اهي درخواستون گهڻو ڪري ڪامورن جي خلاف هيون،..........................“

1939ع ۾ پير صاحب کي تعليم کاتي جو وزير مقرر ڪيو ويو. پير صاحب پهرين اپريل 1939ع تي هڪ تعليمي ڪانفرنس ڪوٺائي، جنهن ۾ بالغن جي تعليم رائج ڪرڻ تي گهڻو زور ڏنو ويو. بالغن جي تعليم جا سنڌ جي ڀڳن ڀاڱن ۾ ڪيترائي مرڪز کوليا ويا ۽ 15 مئي 1939ع کان ڪم ڪرڻ شروع ٿيو ۽ ساڍن ستن مهينن ۾ 31 ڊسمبر 1939ع تائين تقريباً ٽيهه هزار مردن ۽ ٻن هزار عورتن کي تعليم جي زيور سان آراسته ڪيو ويو.

مارچ 1940ع تائين پير صاحب وزير تعليم رهيو جنهن بعد مير بنده علي خان سنڌ جو وزير اعظم ٿيو. انهيءَ دوران پير صاحب وزارت ۾ نہ رهيو.

1941ع ۾ وري الله بخش سومرو اقتدار ۾ آيو ۽ پير صاحب وزير ٿيو.

1942ع جي سيپٽمبر واري مهيني ۾ الله بخش سومري جي حڪومت ڊسمس ٿي ۽ پير صاحب مسلم ليگ ۾ شرڪت ڪئي. جنهن بعد سر غلام حسين جي حڪومت ۾ ڪيس وزير ڪري ڪنيو ويو. هيءَ حڪومت ٽي سال هلي ۽ 1945ع جي سيپٽمبر واري مهيني ۾ گورنر ڊسمس ڪري ڇڏي.

1946ع جي شروع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون وري چونڊون ٿيون، جن ۾ پير صاحب مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي ميمبر چونڊجي آيو. پر اها اسيمبلي بہ رڳو ساڳئي سال ختم ڪري ڇڏي ۽ ڊسمبر ۾ نيون چونڊون ٿيون، جن ۾ قاضي محمد اڪبر مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي ميمبر چونڊجي آيو. جنهن جي حمايت پير صاحب ڪئي هئي. (هيءُ ذڪر مٿي اچي چڪو آهي).

14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان ٺهيو. سر غلام حسين سنڌ جو گورنر ۽ محمد ايوب کهڙو وزير اعليٰ مقرر ٿيا.

فيبروري 1948ع ۾ کهڙو صاحب کي ڊسمس ڪري پير الاهي بخش کي سنڌ جو وزير اعليٰ مقرر ڪيو ويو. جنهن جي کهڙي صاحب کان علاوه جي. ايم سيد ۽ قاضي فضل الله بيحد مخالفت ڪئي.

1948ع ۾ وزير اعليٰ جي چارج سنڀالڻ کان اڳ پير صاحب وزير تعليم رهيو ۽ چوٿين درجي تائين تعليم کي لازمي قرار ڏنائين ۽ پرائمري تعليم صوبائي حڪومت جي تحويل ۾ ڏنائين. ان کان اڳ اها لوڪل باڊيز جي حوالي هئي. پراونشل بورڊ آف پرائمري ايجوڪيشن ناهيو ويو جنهن جو چيئرمن وزير تعليم هو.

پير صاحب جي خلاف جي. ايم. سيد هڪ اليڪشن پٽيشن ڪورٽ ۾ داخل ڪرائي هئي. جنهن ۾ ڄاڻايل هو تہ پير صاحب سندس خلاف قاضي محمد اڪبر کي ناجائز طور تي اليڪشن ڪٽرائي آهي. انهيءَ پٽيشن جو فيصلو ڪورٽ تڏهن ڏنو، جڏهن

1949ع ۾ پير صاحب وزير اعليٰ هو. فيصلي ۾ پير صاحب کي ميمبريءَ تان ڊسڪواليفاءِ ڪيو ويو. پير صاحب وزيراعليٰ جي چارج ڇڏي ۽ قاضي فضل الله وزير اعليٰ ٿيو.

جنهن بعد پير صاحب جي مخالفت مسلسل وڌندي وئي. ايتري تائين جو پير صاحب جي خالي ٿيل ميمبريءَ جي جاءِ لاءِ جڏهن سيپٽمبر 1950ع تي اليڪشن ٿي ته پير صاحب جي پنهنجي خالي ڪيل سيٽ تي بيهاريل سندس فرزند پير شاهه نواز (موجوده صوبائي وزيرتعليم ۽ خواندگي جناب پير مظهرالحق صاحب جو والد بزرگوار) کي نابالغ قرار ڏئي نامينيشن پيپر رد ڪرايو ويو. جڏهن ته پاڻ اولادي عيالي هو. سندس جاءِ تي کهڙي صاحب پنهنجي سالي ميان عبداللطيف کي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊرايو. مخالفت اجا اتي به ختم ڪانه ٿي. بلڪ وري جڏهن کهڙو صاحب 1954ع ۾ سنڌ جو وزير اعليٰ بڻيو ته پيرالاهي بخش جي وڏي فرزند پير محمد نواز کي هرو پرو جيل ۾ وجهي ڇڏيائين.

1954ع ۾ پير الاهي بخش سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو. جنهن "ون يونٽ" ٺهڻ ۽ سنڌ صوبي کي ون يونٽ سان ملائڻ جي سخت مخالفت ڪئي.

11 سيپٽمبر 1954ع تي کهڙي صاحب حيدرآباد ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس سڏايو، جنهن ۾ سنڌ کي "ون يونٽ" ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ميمبرن کان زوريءَ ٺهراءُ پاس ڪرايو. پيرالاهي بخش ان ٺهراءَ جي سخت مخالفت ڪئي.

19 جنوري 1956ع تي مغربي پاڪستان جون چونڊون ٿيون. جن ۾ پير الاهي بخش صاحب ميمبر چونڊجي آيو ۽ متحده محاذ پارٽيءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو.

17 سيپٽمبر 1957ع تي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ جو ٺهراءُ رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙيءَ پيش ڪيو. جنهن جي پاس ڪرائڻ لاءِ پير صاحب ڪيترن ئي ميمبرن سان مليو ۽ تمام گهڻي ڪوشش ورتائين.

8 آڪٽوبر 1958ع تي فيلڊ مارشل محمد ايوب خان ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري اسيمبليون ٽوڙي ڇڏيون.

پير صاحب جا سياسي مخالف ڪيترا به زور آور رهيا ۽ ڪيس تڪليفون پهچايائون پر ان جي باوجود به سندس ڪردار ۽ ذاتي سلوڪ کان متاثر رهيا. جنهن جو ثبوت جي.ايم سيد جا اهي لفظ آهن، جيڪي هن پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ لکيا آهن، جيئن لکي ٿو:

" پير صاحب شخصي طرح نهايت خوش خلق، عوام سان ميل جول ۽ رابطو رکندڙ، ساده زندگي بسر ڪندڙ نمازي، شريف النفس انسان آهي. طاقت ۾ هجي يا ٻاهر، هو ڪنهن به ماڻهوءَ کي حتي الامڪان مدد ڪرڻ کان انڪار نه ڪندو آهي. يارن دوستن جا ڪيترا ڪيس فيءَ کان سواءِ ڪٽندو آهي. طاقت ۾ اچڻ کان پوءِ ماڻهن جا دماغ چڪر ڪائي ويندا آهن. هيءُ صاحب هر حالت ۾ ساڳيو نهنو ۽ محبتي رهندو ايندو آهي."

سيد حسام الدين راشديءَ پنهنجي ڪتاب "هو ڏوٿي هو ڏينهن" ۾ پير الاهي بخش جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته پير صاحب بيمارن جي عيادت ۾ مزاج پرسيءَ لاءِ ڪيئن نه انهيءَ زماني ۾ به وقت ڪيندو هو، جڏهن پاڻ وزير هو.

سيد حسام الدين راشدي مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو ته مولانا صاحب جڏهن جلاوطنيءَ جو دور ختم ڪري 1939ع ۾ سنڌ ۾ واپس آيو ته ازسرنو جدوجهد شروع ڪري ڇڏيائين ۽ بيمار ٿي پيو. سندس مزاج پرسيءَ لاءِ آءٌ ۽ پيرالاهي بخش گڏجي وياسين. (جڏهن پير صاحب وزير تعليم هو).

راشدي صاحب جو هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1997ع ۾ ڇپيو جنهن جي صحفي 370 تان انهيءَ سلسلي ۾ اقتباس پيش ڪجي ٿو:

"......................: مولانا جي آخري زيارت مون کي ان وقت نصيب ٿي، جڏهن آءٌ ۽ پير الاهي بخش ڪڏي جي مدرسي واري بالاخاني ۾ سندس مزاج پرسي ڪرڻ ويا هئا سي. مولانا کي اسهالن جو عارضو هو. ڏاڍو ڪمزور ٿي چڪو هو. جوش خروش ساڳيو. مرڪز کولڻ جي آرزو ڏاڍي......................"

پير علي محمد راشديءَ، پير الاهي بخش سان سڄي سنڌ جو گشت ڪيو، جڏهن پير الاهي بخش روينيو جو وزير هو. راشدي صاحب جيڪو پوءِ سندس مخالف ٿي ويو. پنهنجي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" (جلد-ٻيو) ۾ لکي ٿو.

"مگر هڪ ڳالهه، ان جدائي، ڪان پوءِ به مجڻ جهڙي آهي يعني پير صاحب جا اسان سان سياسي اختلاف پيدا ٿيڻ ڪان پوءِ به ذاتي ۽ خانگي تعلقات ڪو نه ٽُٽا. سندس شرافت، شائستگي ۽ حضور شرمي سندس سياست تي به حاوي رهي(ص 56)........ وزارت جي ڏهن سالن ۾ پير صاحب پنهنجي صوبي سان گهڻائي پال پلايا. زوري تعليم ۽ تعليم بالغان وغيره جون تحريڪون هلايائين، سوين نوان اسڪول کولرايائين. بلدنگون نهرايائين (ص 63)......... سنڌ اندر تعليم کي وڏو فروغ رسيو. نيون ڪاليجون برپا ٿيون، سنڌ يونيورسٽي قائم ٿي، اسڪالرشپون ورهايون.............. قيمتي ڪتاب ڇپيا..............."

پير الاهي بخش کي جيتوڻيڪ مخالفن گهڻو تنگ ڪيو ۽ تڪليفون ڏنيون، پر پاڻ پنهنجي فطري اصول مطابق اهي درگذر ۽ معاف ڪندو رهيو. نه فقط ايترو پر انهن سان خط و ڪتابت به جاري رکيائين، جنهن جي ثبوت لاءِ هتي هڪ خط پيش ڪجي ٿو. جيڪو جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب "ڪجهه خط" ۾ (ص 486 تي) ڇپايو آهي.

خط جو متن هن طرح آهي:

ڪراچي 5-3-1922

پيارا شاهه، عيد مبارڪ!

آءٌ بيمار هئس،ان ڪري عذر خواهيءَ لاءِ اچي نه سگهيس. هاڻي مون ارادو ڪيو آهي ته 10 يا 11 تاريخ ڪوئيٽا ميل رستي ايندس، ٻيو سڀ خير.

اوهان جو مخلص
پيرالاهي بخش

پير صاحب 80 سالن جي عمر ۾ ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

"هو جي جيءَ کي جيارين،
سي لاهوتي لڏي ويا."

*

ڪريم بخش خالد

# حاجي پيرالاهي بخش

سائين پيرالاهي بخش سنڌ جو اڳوڻو وڏو وزير، جنهن عيدالفطر جي ٻئي ڏينهن (اربع 8- آڪٽوبر 1975ع صبح جو ساڍي 11 وڳي) وفات ڪئي، سو هڪ خوش طبع، خوبصورت، ڪشاده دل، ايماندار سچو ۽ سخي انسان هو، جنهن کي هر طبقي ۽ مڪتبهٔ فڪر جي ماڻهن ۾ مقبوليت حاصل ڪئي. سندس وفات سببان، سنڌ جو هڪ سجڻ، عوام جو هڏ ڏوکي اڳواڻ، خلافت تحريڪ جو جانباز سپاهي، قائداعظم جو مخلص ساٿي ۽ پاڪستان جو پراڻو سياستدان، اسان کي جدا ٿي ويو.

اِناالله واِنا اِليه راجعون.

پير صاحب سنڌو درياءَ جي ساڄي پاسي، دادو ضلعي جي سيوهڻ تعلقي ۾، ڀان سيدآباد پرسان، پير ڳوٺ ۾ سال 1895ع ۾ ڄائو، سندس خاندان هالن جي مخدومن وانگر قريشي پير هو ۽ هو پيري مريديءَ جي ذريعي مڃي مانيءَ سان هئا.

## تحريڪ خلافت جو سپاهي:

مرحوم پيرالاهي بخش جو شروعاتي دور ڪنن حالتن ۾ گذريو. ابتدائي تعليم پوري ڪرڻ ڪانپوءِ، خيرپور رياست جي اسڪالرشپ تي، خيرپور جي هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عليڳڙهه روانو ٿيو. جتان بي-اي پاس ڪيائين. پر مولانا محمد عليءَ جي اختلافن سببان جڏهن عليڳڙهه مان استادن جو هڪ ٽولو عليحدو ٿيو ۽ دهلي ۾ جامع مليہ برپا ٿي، تہ پير صاحب بہ ان ۾ استاد جي حيثيت سان شامل ٿيو. ازانسواءِ مولانا محمد علي جي صحبتن جو مٿس اهڙو اثر پيو جو هن پنهنجي ۽ خاندان جي مستقبل جو خيال لاهي، 'خلافت تحريڪ' ۽ 'ترڪ موالات' هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتو. سڄا سارا ست سال انهيءَ سياسي صحرا ۾ گذاريا.

سنڌ صوبي ۾، ٻين شهرن کان علاوه، لاڙڪاڻي ۾ پڻ خلافت جا جلسا ٿيا ۽ ٻي پاسي هلچل جاري رهي. پيرالاهي بخش پڻ انهيءَ سلسلي ۾ لاڙڪاڻي ايندو رهيو. هڪ لڳا سندس ملاقات سرشاهنواز خان ڀٽي سان ٿي. جيڪو ان وقت لاڙڪاڻي ضلعي لوڪل بورڊ جو صدر هو، جنهن حيثيت ۾ هن صاحب ضلعي جي ڀهراڙين ۾ وسيع پيماني تي عوامي سطح جا ڪم سرانجام ڏنا هئا. ازانسواءِ نوجوانن کي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ همٿائڻ جي سلسلي ۾، ڪين وظيفا ڏيڻ کان علاوه، هو صاحب لوڪل بورڊ طرفان ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي، جهونا ڳڙهه ڪاليج ۽ عليڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ جي پڻ مالي امداد ڪندو هو.

سر صاحب نوجوان ۽ جوشيلي خلافتي پير کي قائل ڪيو تہ تعليم اڌوري ڇڏڻ مسلم قوم سان دوستي نہ پر قومي مفاد جي سراسر خلاف آهي ڇو تہ اڳي ئي مسلمانن ۾ تعليم گهٽ هئي، جنهن ڪري سياسي ۽ سماجي طور سندن حالت ڪمزور هئي. اڻ پڙهيل نمائندا اسيمبلين ۾ عوام جي خاطر خواهه خدمت ڪري نٿي سگهيا، پر اٽلندو هو ذاتي فائدن حاصل ڪرڻ لاءِ سرڪار جي هر قدم جي حمايت ۽ ڪامورن جي خوشامد ۽ چاپلوسي ڪندا رهندا هئا. سر شاهنواز خان ڪيس پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ لاءِ عليڳڙهه واپس وڃڻ جي صلاح ڏني ۽ لوڪل بورڊ طرفان ماهوار اسڪالرشپ ڏيڻ جي بہ آڇ ڪئي. هڪ مڃيل قومي رهنما جي اها نيڪ ۽ پر خلوص صلاح، پير صاحب جي دل سان لڳي ۽ هن عليڳڙهه واپس وڃي تعليم جاري رکي.

عليڳڙهه ۾ پير صاحب شاهجهان منزل ۾ رهندو هو. ڪيس لاڙڪاڻي لوڪل بورڊ طرفان پنجاهه رپين جي اسڪالر شپ کان علاوه خيرپور رياست جي پڻ شاهي خاندان جي ٻن نوجوانن کي پڙهائڻ ۽ سندن نگراني ڪرڻ جي عيوض ڪجهه معاوضو ملندو رهيو. 1929ع ۾ ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون حاصل ڪري عليڳڙهه جي جذبي سان سرشار ٿي عملي سياست ۾ پير پائڻ لاءِ پير صاحب سنڌ واپس آيو ۽ لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪيائين.

## عملي زندگي:

لاڙڪاڻي ۾ قيام دوران، پير الاهي بخش سياست ۾ پڻ حصو وٺڻ شروع ڪيو، ڪنهن وقت مٿس خاڪسار تحريڪ جو بہ اثر رهيو پر سر شاهنواز ڀٽي جي صحبتن ۽ عليڳڙهہ جي تعليم ڪين نرم ڌر جي پاسي رهڻ تي هميشہ آماده رکيو ۽ اهوئي سبب آهي جو هو مرحوم الله بخش سومري جو سندس زندگيءَ تائين ساٿي ٿي رهيو، جيڪو وري سر ڀُٽي جو دوست ۽ همنوا هو. سومري شهيد کان پوءِ پير صاحب سر غلام حسين جو ساٿي ٿِي رهيو.

پيرالاهي بخش کي سندس عوام دوستي ۽ خدمت خلق جو ترت عيوضو مليو، اپريل 1932ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪري، الڳ صوبو بڻايو ويو ۽ عام چونڊون ٿيون، جن ۾ پير صاحب دادو ضلعي مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. کيس اتحاد پارٽي جي ٽڪيٽ مليل هئي، جنهن ۾ سر شاهنواز ڀٽو، سر حاجي عبدالله هارون، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، جي.ايم.سيد ۽ ٻيا شامل هئا، ڪيترن سببن جي ڪري اتحاد پارٽيءَ جي ليڊر ۽ نائب ليڊر سر شاهنواز ڀٽي ۽ سر عبدالله هارون چونڊن ۾ هارايو. ان جي باوجود اتحاد پارٽيءَ کي 22 جايون مليون پر وقت جي گورنر سر لانسيلانٽ گرهام سر غلام حسين هدايت الله کي وزارت ناهڻ لاءِ دعوت ڏني، جنهن کي پارٽي پوزيشن موجب فقط 3 ميمبرن جي حمايت حاصل هئي. ان ڪري اتحاد پارٽيءَ وارا مرحوم الله بخش سومري جي اڳواڻيءَ ۾ مخالف ڌر ٺڃي اسيمبليءَ ۾ شريڪ ٿيا. ان وقت پارٽي سياست جو تجربو بنهہ ڪو نہ هو ۽ پارٽي ٽڪيٽ تي چونڊجي اچڻ ڪانپوءِ بہ ميمبرن سياسي وفاداريون پئي بدلايون.

سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت مشڪل سان هڪ سال هلي. مارچ 1938ع ۾ خانبهادر الله بخش سومري وزارت ناهي. جنهن ۾ پيرالاهي بخش کي روينيو کاتو مليو پر 1939ع جي وزارتي ڦير گهير سببان کيس تعليم ۽ مڪاني خودمختيار حڪومت جا کاتا ڏنا ويا.

سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت جي ٽنڻ جو رد عمل عوام تي برو ٿيو، جنهن جي سدباب لاءِ عام راءِ کي هموار ڪرڻ خاطر روينيو وزير پير الاهي بخش سنڌ جو هڪ ڏگهو گشتي پروگرام ٺاهيو ته جيئن ماڻهن کي حڪومت جي ڪاروبار ۾ دلچسپي وٺڻ سيکارجي، ازانسواءِ سرڪاري ڪامورن سنڌ کي پنهنجي لاءِ شڪار گاهه ۽ جاگير پئي سمجهي ۽ عام ماڻهن کي غلام سمجهي ڪين رشوت ۽ رسائيءَ ۾ خوب تي ڦريو. نون سڌارن ڪانپوءِ حڪومت جي سرشتي ۾ جيڪي انقلاب آيل هئا ۽ عوام کي حق مليا هئا، تن کان کيس آگاهه ڪرڻ ضروري هو.

## عوامي رابطي جي مهم:

انهيءَ پروپيگنڊا واري گشت ۾، پيرالاهي بخش هڪ سؤ کن ميٽنگون ڪيون ۽ اڌ لک کن ماڻهن کي خطاب ڪيو. عام ماڻهن طرفان شڪايتن ۽ اهنجن ايذائن بابت کيس ڍاڪو هزار درخواستون مليون. وڏو وزير عام ماڻهن سان گڏ زمين تي پئي وينو. انهن سان گڏجي ڪاڏو ٿي ڪاڏائين ۽ اهڙيءَ طرح ساڻن گڏ گشت ڪيو. جو ماڻهن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪجي ويو.

تقريرن ۾ پير صاحب باربار ائين پئي اعلان ڪيو ته "زمانو بدلجي ويو آهي، حڪومت هاڻي عام ماڻهن اڳيان جوابدار ٿي آهي. سرڪاري ڪامورن جي حيثيت حاڪمن مان بدلجي خادمن جي ٿي آهي. وقت آيو آهي، جو ماڻهو پنهنجي حڪومت جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺن. رشوت ۽ رسائيءَ جو دور ختم ٿي چڪو آهي ۽ ماڻهن کي پنهنجي قوت جو چڱيءَ طرح اندازو لڳائڻ گهرجي ته هوئي ملڪ جا حقيقي حاڪم آهن."

1939ع ۾ وزير تعليم جي حيثيت ۾، پير صاحب هڪ پيرو وري اهڙو طوفاني دورو ڪيو. هن پيري کيس صوبي ۾ بالغن جي تعليم جو پروگرام شروع ڪرڻو هو. انهيءَ سلسلي ۾ مون کي هڪ ملاقات ۾ ٻڌايائون ته 1939ع ۾ وزارتي ڦير گهير سببان جڏهن محڪمن جي ورهاست ڪندي مون کي تعليم ۽ مڪاني خودمختيار حڪومت جا کاتا

مليا تہ مون اهي ڪاتا خوشيءَ سان قبول ڪيا، جيتوڻيڪ ان وقت جا وزير روينيو ڪاتي کي وڏيڪ اهميت ڏيندا هئا. پر جيئن تہ منهنجو اهو خيال هو تہ قوم جي ترقيءَ لاءِ تعليم تمام ضروري آهي، بلڪ ترقيءَ جي ڪنجي آهي ۽ مان پاڻ غريب هئس ۽ تعليم حاصل ڪري انهيءَ درجي تي پهتو هئس، تنهنڪري مون کي غربت ۽ جهالت جي اهميت جي ڄاڻ هئي. هاڻ تہ مون کي تعليم جو قلمدان مليو هو، سو پنهنجي قوم مان جهالت جي اونداهيءَ مان ڪڍي ان کي تعليم جي روشنيءَ سان منور ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو.

## بالغن جي تعليم جي تحريڪ:

اپريل (1939ع) جي مهيني کان پوءِ، مون تعليم عام ڪرڻ جي پروگرام کي عملي جامو پارائڻ لاءِ "بالغن جي تعليم" جي مشهور تحريڪ شروع ڪئي. ڇهن مهينن جو ڪورس رکيو ويو، پهريائين "پڙهڻ جو ڏينهن" (لٽريسي ڊي) ملهايو ويو ۽ پوءِ مئي جي مهيني ۾ ڪم شروع ڪيو ويو. ڪجهہ پيسا لوڪل بورڊن کان ورتا ويا ۽ ڪجهہ پيسا عام ماڻهن کان مليا. ڪجهہ وري حڪومت ڏنا. اهڙي طرح خدا جي آسري تي ڪم شروع ڪيو ويو.

مون سخت گشت ڪيو. گرميون بہ سخت هيون پر ڪم جي لڳن هئي، تنهن ڪري اهڙين تڪليفن جي پرواهہ نہ ڪيم. انهيءَ ۾ گهڻن آفيسرن چڱي مدد ڪئي. جيتوڻيڪ ڪن انگريز آفيسرن ان ۾ دلچسپي نہ ورتي، تنهن هوندي بہ بالغن جي تعليم جو نتيجو تمام چڱو نڪتو. سٺ هزار مرد ۽ عورتون اسڪولن ۾ داخل ٿيون، جن مان 35 هزارن کان مٿي چوٿون درجو پاس ڪري لکڻ پڙهڻ جهڙا ٿيا.

سنڌ مدرسي ۾ افتتاحي جلسو ٿيو، مکيہ مهمان گورنر سر لانسيلانٽ گرهام هو. سڄيءَ سنڌ ۾ چڱو چرچو لڳي ويو. ڪٿي تہ سخت مخالفت بہ ٿيڻ لڳي ڇو جو اسان عورتن کي بہ پڙهائڻ لاءِ بندوبست ڪيو هو. خاص ڪري جوهي تعلقي جي بروچن اعتراض ڪيو تہ اسان جون زالون ڪيئن پڙهنديون؟

ڪن چيو ته پير صاحب ڪي اسان عيوضي انهيءَ ڪري چونديو هو ته اسان جي زالن کي به پڙهائي. ٻين چيو ته پلا اسان ته ڪٽي پڙهون ٿا پر اسان جي زالن جي ته پچر ڇڏيو. ڪن وري چيو پئي ته اسان پڪن گهڙن ڪي ڪو ڪنا پوندا! ميان هاڻي اچي ڏاڙهيءَ ۾ ڪيئن پڙهنداسون! مطلب ته جيترا هئا ماڻهو، اوترا هئا واتڻ سو سڀ ڪنهن پئي پنهنجو سر آلاپيو.

جڏهن "پڙهڻ جو ڏينهن" ملهايو ويو هو ته ڳوٺ ڳوٺ ۾ سرگس ۽ جلسا ٿيا هئا ۽ اهڙي طرح گويا سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تعليم جو پيغام پهچايو ويو هو. ماڻهن ۾ علم لاءِ ڏاڍو اتساهه پيدا ٿيو. نتيجو اهڙو ته سنو نڪتو، جو ڪيترائي اسڪول خالي هوندا هئا، سي پرجي ويا، پاڻ ٻين اسڪولن ۾ ڪلاس جي ضرورت ٿي. ڪيتريون ئي ڪراڙيون ۽ نوجوان عورتون پڙهڻ وينيون ۽ گهڻو فائدو ورتائون.

**مخالفت جا اسباب:**

1930ع ۾ اسان جي وزارت ڪري پيئي. جنهن ڪري اوچتو سارو ڪم ختم ٿي ويو. اسان جي بدقسمتي اها هئي جو اجا ڪو سڌاري جو ڪم ٿيندو هو ته مخالف ذر اقتدار واري ذر جي مقبوليت ڪان ڏڄي، ان ڪي ڪيرائڻ جا سانباها ڪندي هئي، وزارتن جي ڪِرڻ ۽ جڙڻ وري ڪرڻ مان، اهوئي نقصان ٿيندو رهيو جو ڪو به پلائيءَ جو ڪم مستقل طور تي ٿِي نه سگهيو. اهو ته نهيو پر جيڪڏهن رڳوان هڪ سڌاري ڪي هلايو اچجي ها ته ڏاڍا سنا نتيجا نڪرن ها. مگر بدقسمتيءَ سان سنڌ ۾ سياسي رقابتون چڱن ڪمن جي به آڏو اينديون آهن، اهو نه جو چڱي ڪم جي همت افزائي ڪجي پر هتي مخالفت براءِ مخالفت ئي هئي. جنهن ڪري هنن ڪا به مدد نه ڪئي. شخصي طرح ڪيترن ڪانگريسين چڱو ڪم ڪيو پر جماعتي حيثيت ۾، انهن طرفان مدد ڪا نه ملي، اهو ته نهيو پر افسوس آهي مسلم ليگ جي رَوشِ تي، مسلم ليگين هن تحريڪ مان فائدي وٺڻ بجاءِ ان جي مخالفت ڪئي. ۽ مسلمانن ڪي فائدي پهچائڻ بدران ڪين جاهل رکڻ بهتر سمجهيائون، چو ته پيرالاهي بخش، جيڪو

الله بخش وزارت جو هڪ جزو آهي، تنهن تي اهو ڪم ڪيو، جيڪو سندس نيڪ ناميءَ جو سبب بڻجندو. ان ڪري ان جي مخالفت ضروري سمجهيائون.

خير، سندن وزارت به، سڌاري جي ڪنهن ڪم ڪرڻ کان سواءِ ئي هڪ سال اندر ختم ٿي ويئي.

سال 1941ع کان 1947ع تائين، پيرالاهي بخش سنڌ وزارتن ۾ شامل رهندو آيو، سندس ذاتي ڪردار، پر خلوص خدمت ۽ ”صلح ڪل“ واري پاليسيءَ سببان نومبر 1940ع ۾، جڏهن پير صاحب وزير نه هو، تڏهن سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪاروباري ۽ قانون سازيءَ جي سوالن ۾ صلاح مشوري ڏيڻ لاءِ، سيني پارٽين جي عيوضين تي مشتمل سورهن ميمبرن جي جيڪا گڏيل پارليامينٽري صلاحڪار ڪاميٽي ناهي ويئي هئي، ان تي پير صاحب کي به کنيو ويو هو.

**سنڌ جو وڏو وزير:**

سنڌ صوبي جي سياست جو معشوقانه مزاج پئي رهيو آهي. هڪ ڏينهن جا هيرا ٻئي ڏينهن وطن دشمن سمجهيا پيا وڃن. ڪراچيءَ کي وفاقي حڪومت جي گادي بڻائڻ سببان، مرڪزي حڪومت جي انتظام هيٺ ڏيڻ جي سوال تي مرڪزي ۽ صوبائي اڳواڻن ۾ ڇڪتاڻ تي ڇيو وڃي ٿو ته خانبهادر کهڙي ڪراچيءَ تان مرڪزي سرڪار سان اختلاف رکيا، ڇو ته هتي وفاقي حڪومت جي گادي هئي پر پير صاحب مرحوم جي اقتدار کي، اقتدار تان لهندڙ سنڌي اڳواڻن خوشيءَ سان قبول ڪين ڪيو ۽ انتهائي مخالفت جو طوفان شروع ٿيو.

پنهنجي هڪ سال جي ايامڪاريءَ ۾، جڏهن پير صاحب مرحوم وڏو وزير هو، هن سنڌ جي مسئلن کي قومي نظر سان حل ڪيو. تعليمي نصاب ۾ اسلامي علوم ۽ اردو شامل ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح ٻاهران آيل شاگردن لاءِ غير مادري سنڌي نصاب لازمي نهرايو ويو. اردو ڪاليج لاءِ مناسب عمارتن جو بندوبست ڪرڻ ۽ مهاجر پائرن لاءِ رهائشي ڪالونيون

نهرائڻ، سنڌ ۾ وڏيڪ تعليمي ادارا کولڻ ۽ مختلف طبقن جي ماڻهن ۾ ميٺ محبت ۽ پائيچاري جو ماحول پيدا ڪرڻ، سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ ۽ ان کان اڳ سنڌ مسلم ڪاليج آرٽس ۽ سائنس ۽ لا جا عليحده شعبا، ۽ اين.اي.ڊي انجنيئرنگ ڪاليج کي سرڪاري تحويل ۾ وٺڻ پير صاحب جا چند نمايان ڪارناما آهن. چيو ويندو آهي ته وقت وڏي ڪسوٽي آهي ۽ گهرا زخم به ميٽجي ويندا آهن. ان وقت جي حالتن ۾، پير صاحب مرحوم جو انهن قدمن جي، سندس سياسي حريفن مخالفت ڪئي ۽ ساده لوح عوام ۽ نوجوان کي گمراهه ڪيو پر انهن ساڳين اڳواڻن ملڪ ۾ دهشت ۽ ڏاڍ ڦهلائي آڪٽوبر 1955ع ۾ سنڌ صوبو ٽيٽيهه ڪروڙ رپين جي بچت سان ”ون يونٽ“ ۾ شامل ڪرايو.

### سياسي سانحو:

1947ع ۾، پاڪستان جي سوال تان، چونڊون ٿيون، سيد غلام مرتضيٰ شاهه سنائي (جي. ايم سيد) جيڪو ڪانگريس کان بد دل ۽ بيزار ٿي، مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو هو ۽ سنڌ صوبائي مسلم ليگ جو ممتاز عهديدار هو، تنهن جا مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ سان، صوبائي وزارتن جي چڪرن سببان اختلاف ٿي پيا هئا. ويتر سندس سيد برادريءَ جي آرزو به پوري ٿي نه سگهي جو ته صوبائي مسلم ليگ اليڪشن ڪاميٽيءَ سندس چونڊ موجب هالا ۽ ميرپورخاص جي نشستن لاءِ، سندس طرفان نامزد ڪيل ٻن سيدن کي ٽڪيٽ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ فيصلي جي مرڪزي هاءِ ڪمانڊ طرفان پڻ تائيد ڪئي ويئي. سيد صاحب مسلم ليگ مان خارج ٿيو.

انهيءَ پسمنظر ۾ دادو ضلعي جي هڪ نشست لاءِ سيد صاحب جي مقابلي ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ طرفان قاضي محمد اڪبر کي ٽڪيٽ ڏني ويئي. جنهن جي ورڪ لاءِ ساري هندستان جا ليڊر ۽ شاگرد آيا، سنڌ ۾ گهٽو ڪري سيني اڳواڻن راڄن جي چڱن مڙسن ۽ دادوءَ جي بينل ماڻهن هن چونڊ ۾ مسلم ليگ جي نوجوان اميدوارن جو ساٿ ڏنو. سنڌ جي هڪ

وزير جي حيثيت ۾ پير الاهي بخش مرحوم جو بہ ان مقابلي ۾ هٿ هو. مسلم ليگي اميدوار چونڊ ڪٽي.

سيد صاحب طرفان انهيءَ چونڊ جي خلاف اليڪشن پٽيشن 1947ع ۾ داخل ڪئي، جيڪا ان وقت جي گورنر ٻڌڻ لائق نهرائي. هڪ پارسي آءِ.سي.ايس آفيسر مسٽر دلال انڪوائري آفيسر مقرر ڪيو ويو. هو اڳيئي هندستان وڃڻ لاءِ پنهنجو فارم ڀري چڪو هو. ۽ پوسٽنگ آرڊر لاءِ ترسيل هو. ٻئي طرف صوبائي مسلم ليگ جماعت طرفان پڻ مخفي توڙي هٿرادو نهيل ڪاغذ پيش ڪيا ويا. جن ۾ خرچ جو تفصيل هو. ڪانگريس جو بہ هن چونڊ ۾ وڏو اثر دخل هو ۽ سيد صاحب جي ناڪاميءَ سببان ان جماعت بہ آخري وار ڪيو.

1949ع ۾ اليڪشن پٽيشن جو فيصلو ٿيو، جنهن سببان قاضي محمد اڪبر جيڪو ان وقت سنڌ جو چيف پارليماني سيڪريٽري بہ هو، کي بحال ڪيو ويو ۽ پير صاحب مرحوم کي ڊسڪواليفائيڊ ڪيو ويو. پير صاحب مرحوم استعيفا ڏني. حالانڪ هو ان فيصلي جي خلاف اپيل ڪري سگهيو ٿي ۽ ڪيس اسيمبليءَ ۾ واضح اڪثريت بہ حاصل هئي. پر هن جمهوريت ۽ پارلياماني آداب کي مان ڏيڻ ۾ پنهنجون شانُ سمجهيو.

## "ون يونٽ" جي مخالفت:

1952ع ۾ وري چوندون ٿيون ۽ پيرصاحب چونڊ ڪٽي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. سال 1954ع ۾ "ون يونٽ" جي سوال تان وري سنڌ جي سياست ۾ ڀونچال آيو. هن دفعي 1949ع واري سنڌي هيري، "ون يونٽ" جو نهراءُ زبردستي پاس ڪرايو. جن ماڻهن انهيءَ مصيبت ۽ ويل جي مخالفت ڪئي، انهن ۾ پير الاهي بخش مرحوم جو بہ نمايان ڪردار هو. انهيءَ حب الوطني سببان "ون يونٽ" اسيمبليءَ تي داووءَ مان ڪيس چونديو ويو. پير صاحب مرحوم "ون يونٽ" انتظامي جوڙجڪ جي مخالفت ۽ سنڌ جي حقن حاصل ڪرڻ

جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ مارشل لا نافذ ٿيڻ کان اڳ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ مان "ون يونٽ" ٽوڙڻ جي ٺهراءَ پاس ڪرائڻ جي ڪوشش ۾ شامل هو.

مليٽري جنتا ملڪ جون واڳون آڪٽوبر 1958ع ۾ سنڀاليون ۽ تنهن کان پوءِ پير صاحب مرحوم سياست کان عليحدگي اختيار ڪئي ۽ سماجي ڪمن ۽ خدمت خلق ۾ مصروف رهڻ لڳو.

جڏهن جناب ذوالفقار علي ڀٽي پاڪستان پيپلز پارٽي قائم ڪئي ۽ 1970ع واريون عام چونڊيون ٿيون. تڏهن پير صاحب مرحوم سندن گهڻي مدد ڪئي ۽ مرڻ تائين ان پارٽيءَ جي اصولن جي تبليغ ڪندو رهيو، جيڪو سندس زندگيءَ جو پڻ نصب العين هو.

پير الاهي بخش مرحوم سادگي، شرافت، اعليٰ اخلاق، مروت ۽ اسلامي اخوت جو مجسمو هو. هميشه سندس منهن تي مرڪ هوندي هئي. ڪنهن کي به دلي رنج نه پهچايائين ۽ هر امڪاني ڪوشش ڪري سڀ جي ڀلي ۽ بهبود لاءِ پاڻ پتوڙيائين.

**دور انديشيءَ جو ثبوت:**

پير صاحب مرحوم سنڌ ۽ سنڌ واسين لاءِ جيڪي ڪجهه ڪيو، ان جو فيصلو وقت اچڻ تي تاريخ ڪندي. نئين ماحول ۽ علم جي نين سرحدن سڀبان ماڻهن ۾ بيپناهه سجاڳي اچي ويئي آهي. پر منهنجي خيال ۾، اردو نوازي ۽ مهاجر پرستيءَ جا جيڪي الزام مڙهيا پئي ويا، ان جو فيصلو جناب جي. ايم سيد حيدرآباد ۾ 4 مارچ 1973ع تي ڪيل تقرير ۾ ڪري ڇڏيو هو. سيد صاحب پنهنجي تقرير ۾ سنڌين جي روايتي فطري ڪمزورين جو ذڪر ڪندي، شاگردن کي سندن موجوده بداعماليءَ ۽ بد عهديءَ تي ٽوڪيو ۽ چيو ته:

"برصغير جي ورهاست ۽ قيام پاڪستان بعد اسان کي گهڻن آسرن ۽ اميدن ۾ نااميدي نصيب ٿي آهي..."

"سنڌين مان ڪيترا سندن انهيءَ پست حاليءَ جو ڪارڻ زميندار، تاجر، ڪاموري، پير ۽ ملان کي سمجهن ٿا ته ٻيا ٻاهران آيل مهاجر ۽

پنجابي مستقل مفاد کي ان پست حاليءَ جو باعث شمارڪن ٿا تہ ٿيان مورڳو ٻاهرين سماجي حڪومتن جي دست اندازي کي ان لاءِ جوابدار نهرائين ٿا. اچ آءٌ اوهان کي اندر ۾ جهاتي پائي صحيح حقيقت سمجهڻ لاءِ توجهہ ڇڪائيندس."

"جي انهيءَ پست حاليءَ جو ڪارڻ رڳو هندو مستقل مفاد هجي ها تہ انهن جي وڃڻ بعد حالتون درست ٿي وڃن ها پر حالتون نہ سڌرڻ ڪري اسان چئي سگهون ٿا تہ ساري خرابيءَ جو باعث صرف اهي نہ هئا."

"جي انهيءَ اسان جي پستيءَ جو ڪارڻ پاڪستان جون (مرڪزي) حڪومتون هجن ها تہ اهي بہ تبديل ٿينديون رهيون آهن. 24 سالن ۾ يارهن مرڪزي حڪومتون تبديل ٿيون آهن ۽ انهن جي تبديليءَ بعد حالتن ۾ ڦيرو اچڻ گهرجي ها. پر اهو نہ آيو آهي، تنهن ڪري رڳو انهن کي جوابدار نهرائڻ بہ صحيح نہ ٿيندو."

"اها ڳالهہ برابر صحيح آهي تہ ويهہ لک مهاجر، پنج لک پنجابي ۽ ڏهہ لک پٺاڻ ٻاهران لڏي آيا آهن. انهن جي اچڻ ڪري اسان جي زمين، واپار، ڪارخانن، نوڪرين ۽ ٻين سياسي ۽ اقتصادي ڳالهين تي بلاشبهہ اثر پيو آهي."

## فطري قانون:

"پر اسان کي ڏسڻو آهي، تہ اهي زوري هتي آيا آهن يا فطري قانون مطابق ڪنهن خال کي پر ڪرڻ لاءِ آيا آهن. جيڪڏهن ڪنهن خال کي پر ڪرڻ لاءِ نہ آيا هجن ها تہ بر وقت تصادم ٿئي ها پر اُهو نہ ٿيو ۽ هو ماڻ ميٺ ۾ معاشري ۾ سمائجي رهيا آهن."

هاڻي بقائي اصليح (وڏيڪ صالح جي بقا) جي قانون مطابق اسان کي سنڌس مقابلي ۾ جڏهن پنهنجي پستيءَ جي پروڙ پوڻ لڳي آهي تڏهن حسب عادت ڏوهہ مٿن اڇلايون ٿا. بهتر اهو ٿيندو تہ اندر ۾ جهاتي پائي پنهنجو قصور بہ ڏسون.

ڊجون ان ڏينهن کان جڏهن ٻاهران آيل ماڻهو ٻاڻ کي سنڌي قوم جو جزو سمجهي، سنڌ کي وطن تسليم ڪري، سنڌي زبان ۽ ڪلچر کي پنهنجو ڪري ويندا. پوءِ اوهان وٽ مقابلي لاءِ ڪابہ شيءِ نہ رهندي.

خدا سائين قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو تہ ”زمين جا وارث خدا جا صالح بندا ٿين ٿا.“

”دنيا ۾ ڪيئي قومون عاد ثمود وغيره آيون مگر صالح نہ هئڻ جي ڪري صفحہ هستيءَ تان ميٽجي ويون. قدرت ڪنهن جي طرفدار نہ آهي. اوهان جي صلاحيت پيدا نہ ڪندا تہ انهيءَ مقابلي ۾ اوهان کي ڪوبہ بچائي نہ سگهندو. ذهني صلاحيت، اخلاقي درستي، زندگيءَ جي مقابلي ۾ ڪار آمد شيون ٿين ٿيون.“ (حيدرآباد جي شاگردن جي مجموعي اڳيان 4 مارچ 1973ع تي جي. ايم سيد جي ڪيل تقرير جو اقتباس.)

مٿي ڄاڻايل اقتباسات مان ظاهر آهي تہ پير صاحب مرحوم جيڪي ڪجهہ ڪيو سو فطري قانون جي تقاضائن مطابق ڪيو هو ۽ ان ۾ سندس ذاتي غرض ۽ مفاد جو ڪو عمل دخل نہ هو.

پير صاحب سادگي ۽ شرافت ۾ اڪ ڪولي هئي ۽ ساڳي سادگي ۽ شرافت جي ماحول ۾ هن جهان مان رحلت ڪئي.

خداوند ڪريم کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي. (آمين)

[ روزاني ”عبرت“ 24،25،26- آڪٽوبر 1975ع]

*

ڊاڪٽر محمد لائق زرداري

# سنڌ جو سياسي خدمتگار- پيرالاهي بخش

سنڌ ڌرتيءَ هميشه پنهنجي ڪُکِ منجهان ڪيترائي املهه ماڻڪ موتي پيدا ڪيا آهن، جن پنهنجي ڌرتيءَ جي خدمت ڪندي پنهنجي سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان پنهنجن ماڻهن کي سُٺي زندگيءَ گذارڻ جو ڏانءُ ڏنو آهي.

**پير ڳوٺ جي تاريخ:** هن ڌرتيءَ تي ڪيترائي اولياءَ بزرگ، سماج سڌارڪ، سياستدان، مدبر ۽ محقق پيدا ٿيا آهن. ۽ ڪيترائي قبيلا ٻاهران اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. پنهنجي بي پناهه صلاحيتن سان هن ڌرتيءَ جي ماڻهن جي خدمت ڪئي آهي. اهڙن قبيلن مان اڄ اسان پير قبيلي جو ذڪر ڪنداسين.

پير اسان جي سنڌ ۾ عربن سان گڏ هجرت ڪري آيا. انهن ۾ راشدي، صديقي، فاروقي، قريشي وغيره آهن، جن پنهنجي ذات جي اڳيان پير لفظ لڳايو ۽ پير سڏجڻ لڳا.

پير ابن سرڪار "جوڌپور، جيسلمير جي پرسان تعلقي سان چُور" هندستان ۾ اڄ به درگاهه مشهور آهي. جتان پير لعل محمد اول جو اولاد پير صوفن هجرت ڪري پان سيدآباد لڳ اچي آباد ٿيو. هنن پيرن جو تعلق مخدوم سرور نوحؒ جي جماعت سان هو. پير صوفن کي ٻن پٽن جو اولاد هيو. پير لعل محمد (ثاني) ۽ پير شير محمد. پير لعل محمد (ثاني) جو خاندان هن ريت آهي:



پير جو ڳوٺ ڀان سعيدآباد کان تقريباً اڍائي ڪلو ميٽر اتر-اوڀر ڪنڌ تي واقع آهن. هن ڳوٺ جي آبادي تقريباً ڏهن پندرهن گهرن تي مشتمل آهي. هن ڳوٺ ۾ بجلي، روڊ ۽ اسڪول جي سهولت موجود آهي.

**پير الاهي بخش جو خاندان:**

پير جو ڳوٺ سنڌ جو اهو قديم ۽ پراڻو ڳوٺ آهي. جنهن ۾ سنڌ جو اڳوڻو وزيراعليٰ پيرالاهي بخش ننڍپڻ تي وڏو ٿيو. پيرالاهي بخش صديقي قريشي جا وڏا گهوٽڪيءَ پرسان "درگاهه مخدوم عبدالمؤمن، مخدوم شاهه دل" کان هجرت ڪري هن ڳوٺ ۾ اچي آباد ٿيا. پيرالاهي بخش جو ڏاڏو مذڪوره درگاهه سان تعلق رکندڙ هو.

جنهن جو نالو پير غلام حسين صديقي قريشي هو، ۽ ٻيو پير پريل شاهه هئا. مذڪوره پير خاندان جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:




پيرالاهي بخش جي هڪ شادي پنهنجي چاچي پير پريل جي نياڻيءَ سان ٿي جنهن مان کيس چار پٽ ۽ ٻن نياڻين جو اولاد هو. ان کان سندس ڀاءُ پير واحد بخش به وفات ڪري ويو. جنهن کي ٻه پٽ هئا. بعد ۾ پير صاحب ٻي شادي ڪئي. جنهن مان کيس پير عبدالرشيد ڄائو.

1. پير محمد نواز، پيرالاهي بخش جو وڏو فرزند هو. سندس هڪ شادي ٿيل هئي. جنهن مان کيس ٽي پٽ هئا. هر هڪ 1. پير منصور احمد، 2. پير مشتاق احمد، 3. پير خليل احمد ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد هو. پير محمد نواز تي سندس ڏاڏي جو نالو پيل آهي. پاڻ پير ڳوٺ جي قبرستان ۾ مدفن آهن، سندن وفات 17 جون 1980ع تي ٿي.

2 پير شاهنواز: پيرالاهي بخش جو ٻيون نمبر پٽ نهايت ذهين ۽ ڏاهو ماڻهو هيو. سٺي تعليم ۽ ظرف سان مالا مال هو. پاڻ حيدرآباد مان قاضي محمد اڪبر جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائون. جنهن مان ڪيس ڇهن پٽن جو اولاد آهي. پاڻ لاهوت ڏانهن ست دفعا پيدل سفر ڪيائون. زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ تصوف ڏانهن گهڻو راغب ٿيا. راڳ ويراڳ ۽ فقرائي رنگ ۾ رتل هئا. سندن اولاد جو هيٺ تفصيل ڏجي ٿو:

1. پير مظهرالحق 2 پير مظفر الحق 3 پير منورالحق 4. پير مڪرم الحق 5. پير معظم الحق ۽ 6. پير مجيب الحق.

پير شاهنواز کي پنهنجي والد صاحب کان جيڪا ملڪيت ملي ان ۾ ڪجهه زمين به شامل هئي. جيڪا انڊس هاءِ وي جي اولهه طرف آهي. انهيءَ زمين جي سار سنڀال لاءِ پير ڳوٺ مان شفٽ ٿي پنهنجي زمين جي ويجهو ڳوٺ الهڏنو پنهور ۾ رهائش گاهه تعمير ڪيائون. ۽ زندگيءَ جا باقي ڏينهن پنهنجي مئخاني تي گذاريائون ۽ اتي پنهنجي انهيءَ ڳوٺ ۾ مدفن آهن.

3 پير عبدالمجيد: پير الاهي بخش جو ٽيون نمبر پٽ جيڪو تمام گهڻين خوبين جو مالڪ آهي. صوم صلواة جو پابند. سندن راند ڏانهن گهڻو شوق هو. پاڻ ڪرڪيٽ جا پلا رانديگر هئا. بيڊمنٽن، هاڪي به کيڏندا هئا. پر ڪرڪيٽ راند ۾ گهڻي مهارت هوندي هُين. پاڻ حيدرآباد ۽ مدرسا هاءِ اسڪول نوشهروفيروز ۾ تعليم پرائڻ دوران موري جي سيدن وٽ به ڪجهه عرصو رهيا. پاڻ پنهنجي مامي پير رحم علي شاهه وٽان شادي ڪيائون، جنهن مان ڪيس چار نياڻيون ۽ هڪ پٽ پير صلاح الدين آهي. جيڪو هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

پير عبدالمجيد مهمان نواز ۽ سٺي مزاج جي طبعيت رکندڙ آهي. پاڻ پير خاندان بابت اسان کي تفصيلي معلومات ڏنائون. هن وقت سندن عمر 81 سال آهي. الله تعاليٰ کين سٺي صحت ۽ تندرستي عطا فرمائي.

4. **پيرعبدالحميد:** پيرالاهي بخش جو چوٿون نمبر پٽ آهي. پاڻ پير لعل محمد جي پيڻ سان شادي ڪيائون، جنهن مان ڪيس چار نياڻيون ۽ پنجن پٽن جو اولاد آهي. هر هڪ 1. پير سڪندر 2. پير نجيب الله 3. پير ڪليم الله 4. پير اسدالله 5. پيرالاهي بخش (ثاني) جن مان سندن چوٿون نمبر پٽ اسد الله فوت ٿي چڪو آهي. ۽ پاڻ به فوت ٿي چڪا آهن. ٻنهي پيءُ پٽ جون مزارون سندن اوطاق جي احاطي ۾ آهن.
5. **پير عبدالرشيد:** پيرالاهي بخش جو پنجون نمبر پٽ آهي. پاڻ ڪراچيءَ مان جسٽس مظهر علي جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائون، جنهن مان ڪيس ٻه پٽ پير نوازعلي ٿيون ۽ پير شيرازعلي ۽ ٻن نياڻين جو اولاد آهي. پاڻ هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهن.

**پيرالاهي بخش صديقي قريشي:**

پيرالاهي بخش جا وڏا گهوٽڪيءَ پرسان واقع "درگاهه پير مخدوم عبدالمؤمن، پير مخدومَ شاهه دل" کان هجرت ڪري اچي ٻان سيدآباد پرسان واقع پير جو ڳوٺ ۾ آباد ٿيا. ڪڏهن هجرت ڪري آيا؟ انهيءَ بابت ٻه رايا ملن ٿا. پهريون ته پيرالاهي بخش ۽ سندن ڀاءُ پير واحد بخش گهوٽڪيءَ پرسان اتي ئي ڄاوا هئا. ۽ پنجن ڇهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد صاحب پير نواز عليءَ سان گڏ هجرت ڪري آيا. ۽ ٻانن ۾ پرائمري پاس ڪيائون. ٻيو رايو اهو به آهي ته پاڻ پير جي ڳوٺ ۾ ڄاوا. پر پهريون رايو درست آهي. سندن وڏن جو گهوٽڪيءَ کان لڏي اچڻ جو ڪهڙو سبب هيو؟ بوڏ اچڻ ڪري جڏهن علائقي کي پاڻي پائي ويو ته پاڻ اُتان هجرت ڪري آيا.

پيرالاهي بخش 1895ع ڌاري پير نواز عليءَ جي گهر ۾ جنم ورتائون، سندن پرائمري تعليم ٻانن جي اسڪول ۾ ٿي. پرائمري پاس ڪري ڦڪا شهر مان فائنل پاس ڪيائون. 1911ع ڌاري کين انگريزي پڙهڻ جو شوق جاڳيو ۽ پاڻ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس ۾ داخلا ورتائون. انهيءَ دوران سندن والد فوت ٿي چڪا هئا. ۽ سندن سرپرستي سندن مامي پيرلعل محمد (ثاني) جي حوالي ٿي. 1919ع ڌاري

مئٽرڪ پاس ڪيائون. خيرپور ميرس ۾ تعليم پرائڻ دوران خيرپور جي والي مير علي نواز ناز سان اچڻ وڃڻ ٿيو. ۽ سندس پٽ مير فيض محمد سان گهاٽي دوستي ٿي ويئي. ساڻس گڏ عليگڙهه يونيورسٽيءَ ۾ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ روانا ٿيا. پاڻ عليگڙهه مان ايم.اي ۽ ايل.ايل.بي ڪيائون ۽ واپس پنهنجي ڳوٺ آيا. ان ڪانپوءِ لاڙڪاڻي ۾ اچي وڪالت ڪيائون. لاڙڪاڻي ۾ وڪالت دوران سياسي جلسن ۽ سياسي سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائون.

## سياسي زندگي:

لاڙڪاڻي ۾ رهڻ دوران سر شاهنواز ڀٽي سان سندن گهاٽي ويجهڙائپ ٿي. انهيءَ تعلق جي بنياد تي جڏهن سر شاهنواز ڀٽي پنهنجي پارٽي ناهي ته پاڻ انهيءَ پارٽيءَ جا بينادي رڪن ٿيا. انهيءَ دوران سياسي سرگرمين ۾ اڳتي وڌيا. ۽ عام ڪانفرنس ۾ به بهرو وٺڻ لڳا. سر شاهنواز ڀٽي جي شخصيت کان گهڻو متاثر هئا. جو پنهنجي پٽ جو نالو به شاهنواز رکيائون. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ 1946ع ۾ عام چونڊون ٿيون. پير صاحب اليڪشن ۾ بيٺو ۽ سوڀارو ٿيو. محمد ايوب کهڙي کان وڌ وزارت کسجڻ ڪانپوءِ پيرالاهي بخش کي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. پر لياقت علي خان سان اختلاف سبب سندن وڌ وزارت ايترو عرصو هلي نه سگهي. اختلاف جا سبب انديا مان ايندڙ مهاجرن جي آبادڪاري متعلق هئا. ۽ پاڻ استعيفا ڏنائون "ون يونٽ" جي ٺهڻ وقت ڪيس جيل موڪليو ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ ڪراچيءَ ۾ رهڻ لڳا.

پيرالاهي بخش جي شخصيت نهايت سنجيده ۽ پروقار هئي. پاڻ نرم مزاج، ساده طبعيت، ملڻا جلڻا، ڪفايت شعار، يارن جا يار ۽ غريبن جا هڏ ڏوڪي هئا. پاڻ سادي پوشاڪ پائيندا هئا. آڌاٽي جي اٽيل ڪاڌيءَ جو ڪپڙو استعمال ڪندا هئا. جڏهن به پنهنجي ڳوٺ ايندا هئا. ته ڀاڙي جي غريب مسڪين ماڻهن سان ملي سندن مسئلا حل ڪندا هئا، پنهنجي اوطاق تي ڪو وڏو ماڻهو يا ڪامورو ايندو هو ته پاڻ ڪل يوڳ لاءِ خدا آباد جي هڪ مسڪين محمد حسين پنهور کي گهرائي، ان کي ٻڌي محظوظ ٿيندا هئا.

1919ع ۾ هندستان ۾ خلافت تحريڪ شروع ٿي. هندستان جي مسلمانن جو مطالبو هو ته ترڪي سلطنت کي مسلمانن جي طاقتور اسلامي سلطنت سمجهيو وڃي. ترڪيءَ جي سلطان کي "خليفة المسلمين" سمجهيو وڃي، ۽ ترڪي سلطنت جا علائقا جيڪي انگريزن پهرئين جنگ عظيم ۾ فتح ڪيا هئا. جيڪي خودمختيار مملڪت جي حيثيت وني چڪا هئا. تن کي ٻيهر ترڪي سلطنت ۾ شامل ڪرڻ لاءِ تحريڪ هلائجي. هندستان جا عالم ۽ مسلمان سياستدانن سان گڏ هندن جي سياسي قيادت ڪانگريس مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ خلافت تحريڪ جي حمايت ڪئي.

سنڌ ۾ خلافت تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ سنڌ خلافت ڪاميٽي ناهي وئي. جنهن جو سربراهه حاجي عبدالله هارون ورڪنگ ڪاميٽي سنڌ ۾ ناهي وئي. جن ۾ جيڪي برک دانشور ۽ سياسي شعور رکندڙ مسلمان جي ڪاز لاءِ جدوجهد ڪندڙ شامل ٿيا. تن ۾ نوجوان پيرالاهي بخش 1920ع ۾ سرگرم ميمبر ٿيو، ۽ مجلس خلافت ڪاروباري ڪميٽيءَ جو به ميمبر مقرر ٿيو.

پيرالاهي بخش تعليم اڌ ۾ ڇڏي اسلامي جذبي سان سرشار ٿي خلافتِ تحريڪ ۾ وڏي جوش ۽ جذبي سان شامل ٿيو ۽ عملي طرح تحريڪ ۾ حصو ورتو. هن کاڌيءَ جا ڪپڙا پائڻ شروع ڪيا. خلافت تحريڪ ۾ ٻين ورڪرن سان گڏ جيل ياترا به ڪيائين. پاڻ سنڌ مان مرڪزي خلافت ڪاميٽيءَ جا ميمبر مقرر ٿيا. هن ڪاميٽيءَ ۾ چوڏنهن ميمبر هئا. جن ۾ پهريون نمبر نالو پيرالاهي بخش جو هو، جڏهن ضلع وار ڪاميٽيون جوڙيون ويون ته پيرالاهي بخش کي ضلع لاڙڪاڻي خلافت ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. خلافت ڪاميٽيءَ جا جلسا ڳوٺ ڳوٺ ۽ ننڍين وڏن شهرن ۾ شروع ٿيا. ميهڙ ۽ ڏوڪريءَ ۾ خلافت ڪاميٽيءَ جو جلسو ٿيو. ان جلسي کي جن سياستدانن خطاب ڪيو، ان ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولانا دين محمد وفائي، مسٽر محمد خان ۽ پيرالاهي بخش شامل هئا. هنن چيو ته هاڻي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪرڻ گهرجي. خلافت کي قائم رکڻ لاءِ پوري طاقت سان ڪوشش ونجي.

خلافت تحريڪ خاتمي بعد سنڌ جي آزادي ۽ پوءِ سنڌ جي صوبائي حيثيت حاصل ڪرڻ لاءِ بمبئي صوبي کان ڌار ڪري سنڌ صوبو ناهڻ لاءِ تحريڪ شروع ٿي. هن تحريڪ ۾ به پيرالاهي بخش سرگرميءَ سان حصو ورتو، ۽ مرڪزي قيادت سان گڏ شامل رهيو. سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ڪاميٽيءَ مان لاڙڪاڻي ضلع ڪاميٽي تي صدر پيرالاهي بخش، نائب صدر عباس قادري ۽ سيڪريٽري غلام نبي قريشي ٿيو، ته خزانچي وري به پيرالاهي بخش کي مقرر ڪيو ويو. پير صاحب لاڙڪاڻي جي ننڍي وڏي ڳوٺ ۽ شهرن ۾ سنڌ آزاد ڪانفرنس ڪاميٽيون ناهيون. هن لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪئي. ۽ غريب ماڻهو هميشه پير صاحب کي پنهنجو وڪيل ڪندا هئا. هيءُ هميشه ٿورا پيسا وٺندو هو. ۽ جيڪي ماڻهو پيرصاحب کي وڪيل ڪندا هئا، اهي پير صاحب جا مهمان ٿي، مانيون به کائيندا هئا.

1932ع ۾ علامه عنايت الله مشرقي آل انڊيا خاڪسار پارٽي قائم ڪئي. هن جماعت جو مقصد هو ته هندستان اندر طاقت جي زور تي اسلامي رياست قائم ڪجي. هن جماعت جو خاص نشان بيلچو هيو. جيڪو محنت سان گڏ طاقت جو نشان هو. انهيءَ سان سنڌ خاڪسار پارٽيءَ جو الحاق آل انڊيا خاڪسار پارٽيءَ سان ٿيو. سنڌ جي آزاديءَ لاءِ هينئين ماڻهن پارٽي ناهي تحريڪ شروع ڪئي: سالار لعل بن يوسف ۽ امير غلام محمد ڀرڳڙي سنڌ خاڪسار جا اعليٰ عهديدار هئا. يوسف هارون، سائين جي.ايم.سيد ۽ پيرالاهي بخش ان کان علاوه سنڌ جي سيني ضلعن ۾ خاڪسار تنظيم جا عهديدار چونڊي ضلعن ۾ ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪئي ويئي ته دادو ضلعي ۾ پيرالاهي بخش ۽ چاچا غلام رسول (ڪوٽڙي وارو) کي مقرر ڪيو ويو. هن جماعت 1937ع جي اليڪشن ۾ حصو ورتو پر هيءَ جماعت ڪامياب ٿي نه سگهي. ۽ هن جماعت جا ورڪر ٻين قومي جماعتن ۾ شامل ٿي ويا. 1935ع جي ايڪٽ موجب سنڌ کي جدا صوبو ڪيو ويو. 1936ع ۾ سنڌ جدا صوبائي حيثيت سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. سن 1937ع ۾ اليڪشن ٿي ته دادو ضلعي جي تڪ مان پيرالاهي بخش،

سائين جي.ايم.سيد ۽ غلام محمد اسراڻ صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر چونڊجي آيا. دادو ضلعي ۾ اتحاد پارٽيءَ جو اڳواڻ پيرالاهي بخش هو. ۽ پوري اليڪشن مهم ڪي منهن ڏيڻ هن نوجوان جو ڪم هو ۽ رزلٽ هن طرح آئي. دادو- جوهي پيرالاهي بخش يونائيٽيڊ پارٽي 3549 ووٽ کڻي ڪامياب ٿيو. سندس مد مقابل رئيس يارمحمد خان جوڻيجو سنڌ مسلم ليگ 1984 ووٽ کڻي ناڪام ٿيو. سيوهڻ ۽ ڪوٽڙيءَ جي تڪ مان سائين جي.ايم.سيد يونائيٽيڊ پارٽي 3150 ووٽ کڻي ڪامياب ٿيو.۽ سندس مد مقابل ولي محمد شاهه 1400 ووٽ کڻي ناڪام ٿيو.

پير صاحب اليڪشن ۾ شرافت، نوڙت، سني سياءُ ۽ سادگيءَ جي ڪري هڪ برک ۽ شاهوڪار وڪيل کي شڪست ڏني. 1937ع جي صوبائي اسيمبلي جي اسپيڪر جي چونڊ لاءِ ٽي اميدوار سامهون آيا، جن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، پيرالاهي بخش ۽ پوج سنگهه شامل هئا. پيرالاهي بخش، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي حمايت ڪئي، ۽ هٿ کڻي ويو. نتيجي طور پوج سنگهه کي 40 ووٽ مليا ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي 18 ووٽ مليا. سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جي پهرئين وزارت بنائي.

23- مارچ 1938ع ۾ شهيد الله بخش سومرو مخالف پارٽيءَ جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ اتحاد پارٽيءَ کي اڪثريت ۾ آڻي سنڌ جو وزيراعظم ٿيو ۽ سندس ڪابينا ۾ پيرالاهي بخش روينيو جو وزير بڻيو.

سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت جي عمر صرف هڪ سال مس هلي، ته جي.ايم.سيد ۽ پير علي محمد شاهه راشدي (ميمبر ڪو نه هو) سندس وزارت کي ڊاهي وڌو. الله بخش سومرو قوم پرست سياستدان هو، هن مسلمان ۽ هندو ميمبرن کي گڏ ڪري حڪومت ناهي هئي. الله بخش سومري کي 22 مسلمان ميمبرن جي حمايت حاصل هئي، ۽ 8 ميمبر ڪانگريس مان سندس حمايتي هئا. هندو سنڌ جي اقتصاديات ۽ سياست تي قابض هئا. هندو ميمبر اقليت ۾ هئا، پر وزارت هندو ميمبرن

آڌو محتاج هئي. هندو ميمبر جنهن کي چاهين وزارت ڏين ۽ جنهن جي چاهين وزارت ختم ڪن.

1938ع ۾ سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت ڊهي ته الله بخش سومري جي وزارت نهي، ته پيرالاهي بخش روينيو جو وزير ٿيو. وزارت نهڻ ۽ ڊهڻ لاءِ هر گروپ ڪوششون ٿي ڪيون. ڪيترن ميمبرن کي ڪئمپ ۾ ويهاريو ويو. ته ٻئي گروپ جي ميمبرن جي ڳولا لاءِ سرگردان رهيو. سنڌ جي اها شروعاتي بدبختي هئي جو لالچ لوڀ ۽ جيل جا دڙڪا هڪ ٻئي کي ملندا رهيا. پير صاحب جهڙو شريف النفس انسان به پاڻ کي بي اصول سياست کان بچائيندو رهيو. پير صاحب جي گروپ الله بخش سومري جي وزارت ٺاهي ته هن پوري سنڌ جو گشت شروع ڪيو، ۽ آفيسر شاهيءَ کي دڙڪا به ڏيندو رهيو.

پير صاحب تقريرن ۾ هميشه پنهنجو لڪڻ هوا ۾ لوڏي آفيسر شاهي کي لنيون هٽڻ جا دڙڪا به ڏيندو رهندو هو. گشت ۾ پير صاحب کي جيڪي به درخواستون ملنديون هيون. پير علي محمد شاهه گڏ ڪري ڪراچي کٽي هلندو رهيو. الله بخش سومرو ڪانگريس ۽ هندو ميمبرن جي ساٿ سان وزير اعظم ٿيو هو ته مٿئين سرڪار اهڙو پروگرام ترتيب ڏنو ته جي.ايم سيد ۽ پير علي محمد راشدي مسلم ليگ جي اشاري تي الله بخش سومري جي گڏيل راءِ ۽ حڪمت عملي سان هنن ڪانگريس سان ناتا قائم ڪيا. 1938ع کان 1948ع تائين پير صاحب هميشه وزارت ۾ رهندو آيو. ان ۾ سندس سادگي ۽ دانشمندي هئي. جڏهن مسلم ليگ جو زور وڌيو ته پير صاحب ڪانگريس کان قطع تعلقات ڪري اچي مسلم ليگ جي وزارت ۾ شامل ٿيو.

پاڪستان مسلم ليگ مطالبو ڪيو ته سنڌ ۾ حاجي عبدالله هارون مسلم ليگ کي منظم ڪندو. قائداعظم مسلم ليگ جو صدر هيو. سنڌ ۾ مسلمان ميمبرن جو اتحاد قائم ڪري مسلم ليگ جي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون شروع ٿيون ته سنڌ ۾ مسلمان اڳواڻن کي مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو. جنهن هراول دستي ۾ جي.ايم سيد، محمد ايوب کهڙو، پيرالاهي بخش، آغا غلام نبي پٺاڻ، سر غلام حسين هدايت الله مکيه اڳواڻ هئا.

ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ڪرڻو هو. قائداعظم محمد علي جناح کي صدارت ڪرڻي هئي. ان لاءِ 8، 9 آڪٽوبر 1938ع تي اجلاس شروع ٿيو. 11 آڪٽوبر تي قائداعظم اجلاس جي صدارت ڪئي. ٻين صوبن جا اڳواڻ به شريڪ ٿيا. سنڌ جو وزيراعظم الله بخش سومرو ۽ روينيو وزير پير الاهي بخش هن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا. مسلمانن لاءِ الڳ وطن قائم ڪرڻ لاءِ سنڌ مان شروعات ڪئي ويئي هئي. هن ڪانفرنس پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ پيڙهه جو پٿر رکيو هو.

قائد اعظم اسيمبلي ميمبرن کي صلاح ڏني ته هو مسلم ليگ جماعت ناهي پارلياماني ليڊر چونڊين. مگر هر ماڻهو مسلم ليگ ۾ انهيءَ شرط تي شامل پئي ٿيو ته کيس وزير اعظم بڻايو وڃي، ميمبر متحد نه ٿي سگهيا. قائداعظم بنگال جي وزيراعظم مولوي فضل الحق ۽ پنجاب جي وزيراعظم سر سڪندر حيات سان مشورو ڪري سنڌ اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ جو اڳواڻ چونڊيو. مٿين ليڊرن سنڌ جي ليڊرن سان ملي هڪ عهد نامو تيار ڪيو. جنهن تي صحيحون ڪيون ويون. ان عهد نامي تي صحيح ڪندڙ هئا- الله بخش سومرو، پيرالاهي بخش، سر غلام حسين هدايت الله، مير بنده علي ٽالپر، سائين جي.ايم.سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، عهد نامي ۾ چيو ويو ته سنڌ اسيمبليءَ جا مسلمان ميمبر مستقل سياسي پارٽي "سنڌ مسلم ليگ" جي نالي سان ناهين! مسلم ليگ پارٽيءَ جي ميمبرن صحيح ڪئي ته هو مسلم ليگ جي پاليسي ۽ پروگرام سان گڏ هلندا. ۽ فيصلو ڪيو ويو ته موجوده وزارت استعيفا ڏيئي. ۽ مسلم ليگ پارٽيءَ جو اڳواڻ حڪومت ناهي. جيڪي به ميمبر اڃا مسلم ليگ جماعت ۾ شامل نه ٿيا آهن، تن کي دعوت ناما موڪليا ويندا ۽ اهو ڪم الله بخش سومرو ۽ پيرالاهي بخش ڪندا. پير الاهي بخش جي صلاح مشورن الله بخش سومري کي سنڌ جي سياسي ميدان ۾ مسلم ليگ جي جماعت ۾ آندو. پيرالاهي بخش اسيمبلي ميمبرن کي تار رستي دعوت ناما موڪليا. گهڻا ميمبر حاضر ٿيا. باقي ميمبرن چيو ته اسان فيصلي کي قبول ڪنداسين. تاريخ 12 آڪٽوبر 1938ع تي اجلاس ٿيو. اجلاس ۾ الله بخش سومري چيو ته مان مسلم ليگ ۾ انهيءَ شرط تي شامل

ٿيندس ته مون کي مسلم ليگ پارلياماني ڪاميٽيءَ جو اڳواڻ ڪيو وڃي، ۽ حڪومت مان ناهيان. مگر ميٽنگ ۾ ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو. ميٽنگ ۾ چند ڪلاڪ بعد الله بخش سومرو ۽ هن سان شامل ستن ماڻهن جو گروپ اجلاس مان هليو ويو. اجلاس جاري رهيو. جن ميمبرن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي. ۽ عهد نامي تي صحيحون ڪيون. انهن سيني عهدنامي ۾ چيو ته هو مسلم ليگ جي پاليسيءَ ۽ پروگرام موجب هلندا. ٻئي طرف آل انڊيا ڪانگريس جي مرڪزي پارٽي سنڌ جي ڪانگريس ميمبرن کي هدايت ڪئي ته هو الله بخش سومري جي حمايت ڪن. جيئن ڪانگريس جي حمايتين جي حڪومت رهي سگهي.

1939ع ۾ الله بخش سومرو مسلم ليگ ليڊر ۽ نائب اڳواڻ سر غلام حسين هدايت الله ۽ مير بنده علي ٽالپر کي ٻن وزارتن جي آڇ ڪئي. هن وزارتن ۾ ردوبدل ڪري پيرالاهي بخش کي وزير تعليم مقرر ڪيو.

پيرالاهي بخش وزير تعليم جو قلمدان سنڀالي سنڌ ۾ زوري تعليم جو رواج وڌو. 1923ع ۾ بمبئي پرائمري تعليم جو ايڪٽ پاس ڪيو ويو هو. سنڌ انهيءَ وقت بمبئي صوبي سان شامل هئي. مگر سنڌ جي ڪنهن به حصي ۾ اهو ايڪٽ لاڳو نه ڪيو ويو هو. مسلمان تعليم کان ڏور هئا. ۽ هندن پنهنجا تعليمي ادارا قائم ڪري ورتا هئا. ۽ حڪومت جي مدد سان تعليم کي هندو سماج ۾ عام ڪيو.

صرف لاڙڪاڻو تعلقو 1928ع ۾ زوري تعليم جي ايڪٽ هيٺ آيو. جڏهن سنڌ بمبئيءَ کان الڳ ٿي، ته سکر تعلقو 1938ع ۾ ايڪٽ هيٺ آيو. دادو تعلقو 1939ع ۾ ايڪٽ هيٺ آيو، 1941ع ۾، هالا، ٽنڊو محمدخان، جيڪب آباد ۽ ڏوڪري تعلقو 1945ع ۾، ۽ ڪنڊيارو تعلقو 1946ع ۾ زوري تعليم جي ايڪٽ تحت آيا. هي زوري تعليم جي شروعات مسلمانن ۾ پيرالاهي بخش رائج ڪئي هئي. پرائمري تعليم جي سنڀال لوڪل بورڊ جي ماتحت هئي، جيڪا بمبئي پرائمري تعليم جي ايڪٽ 1923ع جي تحت جاري ڪئي وئي هئي. تعليم جو اصل بنياد ۽ پاليسيءَ جي انڊيا ايڪٽ 1882ع ۾ جاري ڪيو ويو هو. تعليم جو مقصد اهوئي هو

تہ مقامي سطح ماڻهو پنهنجا مسئلا پاڻ حل ڪن. ساڳي پاليسي ۽ پروگرام 1928ع جي رپورٽ موجب تيار ڪيا ويا.

## سنڌ جي صوبائي حيثيت ۽ تعليم جي ترقي

پاڪستان قائم ٿيڻ بعد 1948ع ۾ پرائمري تعليم لوڪل بورڊ ڪان واپس وٺي سنڌ پرائمري ايجوڪيشن ايڪٽ 1947ع تحت انتظام سنڌ حڪومت حوالي ڪيو ويو. اهو قانون 1- مئي 1947ع ۾ پاس ڪيو ويو. انهيءَ قانون مطابق پهرئين ڪان چوٿين درجي تائين تعليم کي لازمي قرار ڏنو ويو. ان وقت سنڌ جو تعليم جو وزير پيرالاهي بخش هو. انهيءَ جي ڪوشش سان 1- اپريل 1948ع ۾ پرائمري تعليم لوڪل بورڊ ڪان واپس وٺي صوبائي حڪومت جي حوالي ڪئي ويئي. جنهن جي نگراني 12 ميمبرن تي مشتمل صوبائي بورڊ آف پرائمري تعليم لاءِ جوڙيو ويو. وزير تعليم ان ايڪس آفيشوِ چيئرمين، ڊي.پي.آءِ (ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪٽر) سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. صلاحڪار ڪاميٽيءَ ۾ چار ميمبر چونڊيا ويا. ان کان علاوه ڇهہ ميمبر جن ۾ هڪ عورت کي صوبائي حڪومت نامزد ڪندي، انهيءَ بورڊ جي چونڊيل ميمبرن جي تعليمي قابليت بابت هن طرح غور ڪيو ويو:

(الف) ڪنهن بہ تسليم شده يونيورسٽيءَ جو ست سال پراڻو گريجوئيٽ (ب) هڪ پروفيسر جنهن صوبي جي ڪنهن بہ تسليم شده ڪاليج ۾ پنج سال نوڪري ڪئي هجي. (ج) هڪ هيڊ ماسٽر جيڪو ڏهہ سال ڪنهن بہ تسليم شده سيڪنڊري هاءِ اسڪول جو هيڊ ماسٽر رهيو هجي. ڪلاس i يا ii جو سنڌ ايجوڪيشن سروس جو آفيسر جنهن تعليم کاتي ۾ پنجن سالن کان وڌيڪ نوڪري ڪئي هجي. يا سنڌ ايجوڪيشن سروس جو رٽائرڊ ڪلاس i يا ii جو آفيسر رهيو هجي (د) ڪنهن بہ لوڪل اٿارٽيءَ جو صدر هجي. (ح) ڪنهن بہ لوڪل اٿارٽيءَ جو رٽائرڊ صدر يا ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ يا ميونسپل اسڪول بورڊ جو رٽائرڊ چيئرمن رهيو هجي. ۽ ٽي سال انهيءَ عهدي تي پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيئي چڪو هجي ۽ ڪيس اتان هٽايو نہ ويو هجي. ان بورڊ جي ايڪس آفيشوِ

صدر ۽ سيڪريٽري جو مدو ٽن سالن لاءِ هوندو. ۽ انهن جا اختيارات ۽ فرائض هن ريت هوندا:

(الف) تنظيم جي چنڊ ڇاڻ ڪرڻ ۽ سفارش مرتب ڪرڻ، رابطو ڪرڻ، پرائمري تعليم جي واڌاري ۽ پرائمري تعليم ڪي سڄي صوبي جي مجموعي نظام سان هم آهنگ ڪرڻ.

(ب) صوبائي حڪومت لاءِ سفارشون مرتب ڪرڻ ۽ هيٺين ڪمن لاءِ صلاحون ڏيڻ:

1. پرائمري تعليم جي نصاب ۾ عملي تعليم لاءِ موزون سفارشون تيار ڪرڻ.
2. هر عمر جي ٻارن لاءِ سفارشون تيار ڪرڻ. جيڪي پرائمري تعليم حاصل ڪندڙ ٻارن لاءِ تجرباتي سائنس، ٻارن جي ذهن مطابق نصاب تيار ڪرڻ، ٽريننگ لاءِ مواد تيار ڪرڻ، بنيادي هنر سيکارڻ ۽ گهرو هنر سيکارڻ.
3. پرائمري اسڪول جي هر ٻار جي عمر مطابق جسماني ۽ ذهني تربيت ڪرڻ.
4. هر قسم جي ٻارن لاءِ پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتابه سليٽون ۽ ان سان لاڳاپيل ٻيون شيون فراهم ڪرڻ.
5. پرائمري اسڪول جي انتظامي، استادن ۽ ڪلارڪن جي پگهار جو تعين ڪرڻ.
6. مٿئين پرائمري تعليم جي ٻارن لاءِ هنري ڪورس جو تعين ڪرڻ.

(ج) صوبائي حڪومت کي پرائمري تعليم سان لاڳاپيل سيني مسئلن تي صلاحون ڏيڻ. وڌيڪ ته ضلعي سطح تي ساڳي طرح سان صلاحڪار ڪاميٽيون قائم ڪيو ويندو. ڇوڪرين جي پرائمري تعليم جي واڌاري لاءِ اسڪول قائم ڪرڻ ۽ ان سان لاڳاپيل عملو ۽ سپروائيزري عملي (فيميل ۾) جون جڳهون پيدا ڪرڻ.

**سنڌ ۾ تعليم بالغان جي شروعات:**

صوبائي خودمختياري ملڻ بعد جڏهن سنڌ حڪومت قائم ٿي ته سنڌ ۾ تعليم مڪمل طور تباهه ٿيل هئي. هڪ ته تعليمي ادارا هندن جي هٿ ۾ هئا ۽ حڪومت به هندن جي مدد ڪئي ٿي. ٻئي طرف ٿورڙا

مسلمان به مدرسن مان مذهبي تعليم وٺي رهيا هئا. باقي عوام تعليمي سرگرمين کان تمام پري هو. سن 1939ع ۾ سنڌ حڪومت جي وزير تعليم ڀهراڙيءَ ۾ پرائمري تعليم کي زور وٺائڻ لاءِ پرائمري اسڪول کوليا ۽ ان لاءِ زوري تعليم (لازمي تعليم) جو بل پاس ڪرايو. جنهن به ٻار کي اسڪول نه موڪليو ويو ته ٻار جي والدين تي ڏنڊ يا جيل جي سزا مقرر ڪئي ويئي. نتيجي ۾ اڪثر والدين پنهنجا ٻار اسڪولن ۾ داخل ڪرايا. لازمي تعليم سان، سنڌ حڪومت بالغن لاءِ تعليم جو بندوبست ڪيو، جيئن ٿوري عرصي ۾ تعليم جو معيار وڌايو وڃي. ۽ گهٽي کان گهٽا ماڻهو تعليم يافتا ٿين. سنڌي مسلمانن کي تعليم ڏيارڻ لاءِ هڪ ڇهن مهينن جو ڪورس ناهيو ويو. جنهن ۾ نوجوان ۽ ٻڍن ماڻهن کي تعليم طرف راغب ڪيو ويو. ماڻهن ۾ سجاڳي ۽ شعور پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ رپورٽ شايع ڪئي ويئي. محترم عثمان علي انصاري صاحب کي مرڪزي سيڪريٽري خواندگي ڪاميٽي تعليم جي انسپيڪٽر سنڌ کي ان ڪميٽيءَ ۾ شامل ڪيو ويو. تاريخ 1- اپريل 1939ع تي پيرالاهي بخش وزيرتعليم جي حيثيت سان هڪ تعليمي ڪانفرنس ڪوٺائي. ان ۾ جيڪي فيصلا ڪيا ويا تن ۾ هڪ هيءُ به فيصلو ڪيو ويو ته ضلعي جي ٻن تعلقن ۽ ڪراچيءَ مان تعليم بالغان جي شروعات هڪ ئي وقت ڪئي وڃي. سنڌ جا هينيان تعلقا ان مهم ۾ شامل ڪيا ويا.

ڪراچي ضلعي مان ٺٽو ۽ ميرپورساڪرو. نوابشاهه مان نوابشاهه ۽ تعلقو سکر ۽ شڪارپور. جيڪب آباد مان تعلقو جيڪب آباد ۽ ڪنڌڪوٽ. لاڙڪاڻي ضلعي مان تعلقو لاڙڪاڻو ۽ رتوديرو. ضلعي دادوءَ مان تعلقو دادو ۽ تعلقو جوهي شامل ڪيا ويا. وزير تعليم مرڪزي خواندگي ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ٿيو ۽ ڊي.پي.آءِ. سنڌ کي خزانچي، سنڌ جي ايڊيوڪيشن انسپيڪٽر ۽ ڊائريڪٽر ايگريڪلچر سنڌ ڀهراڙين جي ري ڪنسٽرڪشن لاءِ ڪاميٽي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. مسٽر ايچ ايس پمناڻي (ايم.ايل.اي) کي ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. ضلع سطح تي تعليمي ڪاميٽيون ناهيون ويون. جنهن موجب ضلعي جي ڪليڪٽر کي چيئرمين ۽ ضلعي جي اسڪول بورڊ جي انتظامي آفيسر ۽ سينئر آفيسر

اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر کي سيڪريٽري، ساڳئي ضلعي جي سيني ڊپٽي ڪليڪٽرن کي ۽ مختيارڪارن کي ضلعي ڪاميٽين جو ايڪس آفيشو ميمبر مقرر ڪيو ويو. مسلم تعليم جو ڊپٽي انسپيڪٽر تعليم ۽ ان جو اسسٽنٽ بيٽ عملدار ضلع زراعت جو انسپيڪٽر هيڊ ڪوارٽر ۽ هر تعلقي جا ٻي با اثر ۽ معزز ماڻهو جن جي چونڊ ڪليڪٽر ڪندو، اهي پڻ ان جا ميمبر هوندا.

مسٽر حاتم علويءَ جي نگرانيءَ ۾ هڪ 42 رڪني ڪاميٽي جدا ناهي ويئي. ڪراچي شهر لاءِ ۽ جدا ايڊمنسٽريٽو آفيسر ميونسپل بورڊ ڪراچيءَ کي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. سڀئي ميمبر عوامي حلقن ۾ اثر رکندڙ نامور شخصيتون ۽ 10 ايل.ايم.اين. (ان وقت سنڌ اسيمبليءَ کي سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي) سڏيو ويندو هو. جنهن ۾ گهٽائي عورتن جي هئي ۽ ڪجهه هاءِ اسڪولن جي هيڊ ماسترن، جو تعداد به شامل هو.

1- مئي 1939ع کي خواندگيءَ جو ڏينهن ڪري ملهايو ويو. اهي تعلقا جيڪي خواندگيءَ جي جاڳرتا مهم لاءِ چونڊيا ويا هئا. انهن هر ڳوٺ ۾ مهم هلائي. صبح جو ٻار ۽ استاد بينر ۽ پمفليٽ کڻي نعرا هڻندي گهٽين مان گشت ڪندا رهيا. ڪي خاص بينر موقعي جي مناسبت مطابق تيار ڪيا ويا هئا. جتي ضروري سمجهيو ويو، اتي ساز به تراني جي رڌم ۾ وڄايا ويا. شام جو عام گڏجاڻيون ڪوٺائي انهيءَ لاءِ عام ۽ خاص ماڻهن کي دعوت ڏيئي شامل ڪيو ويو ۽ اتي راڳ رنگ، ليڪچر ۽ ڊراما پيش ڪيا ويا. تعليم نه پرائڻ جي نقصان ۽ تعليم حاصل ڪرڻ جي فائدن بابت نشاندهي ڪئي ويئي. ان ۾ حڪومتي عملدارن سماجي تنظيمن ۽ لوڪل ڪاميٽيءَ جي ميمبرن پڻ تعاون ڪيو. ان ڪانپوءِ ٻارڙن جي سکيا لاءِ سينٽر کوليا ويا. ان بعد سکيا ڏيندڙن کي ڀرتي ڪيو ويو، هر ڳوٺ ۾ گهٽ ۾ گهٽ 15، اڻ پڙهيل بالغن کي داخل ڪيو ويو. مستقل استادن سان گڏ رضاڪارانه ڪم ڪندڙ استادن کي 5 رپين کان 15 رپين تائين ماهوار اعزازئي تي پڻ مقرر ڪيو ويو. سينٽر پرائمري اسڪولن جي بلڊنگس يا ڳوٺ جي چڱي مڙس جي تعاون سان بغير مسواڙ واري جڳهه ۾ کوليا ويا. روزمره جو خرچ خاص طور تعليم جي مقصد لاءِ

لئٽريسي فنڊ مان مهيا ڪيو ويو. ۽ سيني سڪندڙن جي لاءِ پڙهڻ ۽ لکڻ جو سامان پڻ مفت ۾ فراهم ڪيو ويو.

پروگرام جي آخر ۾ (15- مئي کان 13- ڊسمبر 1939ع) 29995 بالغن کي تعليم ڏني ويئي. جنهن ۾ 2077 عورتون هيون. هن پروگرام بابت هڪ رسالو جنهن جو نالو "علم" رکيو ويو. شايع ڪري سيني سينٽرن تي مفت ۾ ورهايو ويو. جنهن ۾ ڪاڌ خوراڪ، ماحولي گدلاڻ، صحت، تعليم، زراعت ۽ اخلاقيات بابت ڄاڻ سان گڏ خاص خبرون پڻ شايع ڪيون ويون. ان کي جاري رکڻ لاءِ هر ضلعي کي لائبريري ڏني ويئي. جنهن پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ مواد فراهم ڪيو ويو. انهن لاءِ جنهن پروگرام تحت سڪيا حاصل ڪئي هئي. هن پروگرام کي ڪامياب ڪرڻ ۾ خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو صدر ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ دادو خاص مددگار رهيو.

الله بخش سومري جي وزارت ڪم ڪري رهي هئي. مگر مسلم ليگ گهڻو زور لڳايو ته سنڌ جي وزارت مسلم ليگ جي هجي، مگر سڀ سياسي طرح ناڪام ويا، ته مسلم ليگ جي اڳواڻن جي.ايم.سيد ۽ پير علي محمد راشدي سکر جي منزل گاهه جو مسئلو ڪڙو ڪيو. هندو چون ته مندر هو ۽ مسلمان چون ته مسجد هئي مسلم ليگ الله بخش سومري جي وزارت کان مطالبو ڪيو ته سکر جي منزل گاهه مسلمانن جي وچ ۾ اچي وئي. هندو نه پيا چاهين ته مسجد منزل گاهه مسلمانن جي حوالي ٿئي. ٻئي طرف مسلمان ليگين ستياگرهه /بک هڙتال جي پروگرام ترتيب ڏنو ته وزيراعظم الله بخش سومرو ۽ ٻين سيني وزيرن جي گهرن آڏو ستياگرهه جا پروگرام ترتيب ڏنا ويا. پيرالاهي بخش، سومري جي ڪابينا ۾ وزير هو. جنهنڪري دادوءَ ۾ پيرالاهي بخش جي در آڏو پير سيد علي اڪبر شاهه ميهڙ واري بک هڙتال ڪئي. سنڌ جي هر ضلعي هيڊڪوارٽرن ۾ بک هڙتالن جو سلسلو جاري ٿي ويو. اسلام خطري ۾ آهي، نعرو لڳايو ويو. پهرين آڪٽوبر 1939ع ۾ اسلام جو نعرو لڳايو ويو. دين تي قربان ٿيڻ جا وعظ ڪيا ويا. ٻئي طرف هندن جو رد عمل به شروع ٿي ويو. هزارين ماڻهو گرفتارين

لاءِ وينا. هندو مسلم فساد شروع ٿي ويا. هن مذهبي معاملي کي سياسي رنگ ڏيئي ٻن فرقن ۾ خون وهايو ويو. جنهن ۾ ڪيتروئي جاني ۽ مالي نقصان ٿيو.

1940ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ سر غلام حسين هدايت الله، مسٽر ستواجي سوال جي جواب ۾ ٻڌايو ته 164 گهر ساڙيا ويا. ڏهن ماڻهن کي گولي لڳي. 158 ماڻهو قتل ٿيا ۽ 25 زخمي ٿيا. 8 لک هڪ هزار هڪ سؤ رپين جو مالي نقصان ٿيو. 5 پوليس انسپيڪٽر 7 ڪانسٽيبل معطل ڪيا ويا. ڪل 994 ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو. جن ۾ 936 ڳوٺاڻا ۽ 58 شهري گرفتار ڪيا ويا.

1939ع ۾ پوري ملڪ ۾ ڪانگريسي حڪومتن استعيفائون ڏنيون. نتيجي طور الله بخش سومري جي وزارت به استعيفا ڏني ۽ مسلم ليگ حڪومت ناهي. 18- مارچ 1940ع ۾ الله بخش سومري وزارت تان استعيفا ڏني. مير بنده علي ٽالپر وزارت ناهي. هندن الله بخش سومري کي وزير بڻائڻ جون ڪوششون ڪيون جيئن هندو مسلمان اتحاد قائم رهي پر مستقل اتحاد قائم رکڻ لاءِ سنڌ اسيمبليءَ ۾ هندو مسلمان اتحاد جو عهد نامو صحيح ڪيو ويو. جن ۾ صحيح ڪندڙ هئا- چيئرمين مير بنده علي ٽالپر، سيڪريٽري جي.ايم.سيد ۽ ميمبرن ۾ محمد ايوب کهڙو، شيخ عبدالمجيد سنڌي، الله بخش سومرو، سر غلام حسين هدايت الله، پيرالاهي بخش، محمد هاشم گزدر، نيولرام، نهچلداس گوڪلداس، رستم ستوا، نارائڻ داس، ڊاڪٽر چوئٿرام، فريزر ۽ ٻيا آزاد هندو گروپ مان هئا. ميربنده علي جي وزارت مان جي.ايم.سيد استعيفا ڏني هئي. الله بخش سومرو وزير ٿيو هو. پاڪستان تحريڪ شروع هئي. مسلم ليگ ڪانگريس مخالف مهم ۾ سرگرم هئي. هندو- مسلم اتحاد ڪمزور ٿي ويو.

7 مارچ 1940ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس شروع ٿيو ته الله بخش سومرو وزير هوندي به مخالف ٻئنچن تي وڃي وينو. مير بنده علي تي ايوان جو اعتماد نه بينو. جنهن ڪري ميربنده علي استعيفا ڏني ۽ الله بخش سومرو ٻيهر وزيراعظم ٿيو. جڏهن الله بخش سومري وزارت بنائي ته

پيرالاهي بخش کي تعليم، صنعت ۽ محنت، آبادڪاري، ٻيلا ۽ ديهي ترقيءَ جا کاتا ڏنا ويا.

هڪ طرف مسلم ليگ پاڪستان لاءِ جدوجهد ڪري رهي هئي ته ٻئي طرف ڪانگريس "هندستان همارا" آزاديءَ جي هلچل هلائي رهي هئي. الله بخش سومري احتجاجاً استعيفا ڏني ۽ ڪانگريس جا لقب ۽ خطاب واپس ڪري ڇڏيا. 14 آڪٽوبر 1942ع ۾ گورنر، الله بخش سومري کي وزارت تان ڊسمس ڪري ڇڏيو. تاريخ 14 آڪٽوبر 1942ع ۾ سر غلام حسين هدايت الله وزارت ناهي هن وزارت ۾ پيرالاهي بخش وزير ٿيو. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ پاڪستان جي حمايت ۾ هڪ قرارداد پيش ڪئي ويئي، جنهن جي 27 ميمبرن حمايت ڪئي. جنهن ۾ پيرالاهي بخش وڏي ورڪ ڪئي. مخالفت ۾ هندو ميمبر هئا. ڪانگريس بائيڪاٽ ڪيو هو. هن قرارداد ۾ چيو ويو ته هندستان کي ٻن آزاد رياستن ۾ آزاد ڪيو وڃي. مسلم اڪثريتي علائقن ۾ پاڪستان قائم ڪيو وڃي. پاڪستان جي تحريڪ زور شور سان هئي. جي.ايم.سيد ۽ علي محمد راشدي جهڙوڪ سنڌ اسيمبليءَ کي پٺي هلايو، ڪا به وزارت سڪون سان ڪم نه پئي ڪري سگهي. جڏهن مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون ۽ پارلياماني بورڊ جوڙيو ويو ته جي.ايم.سيد سنڌ پارلياماني بورڊ جو صدر مقرر ٿيو، ته هن ٽڪيٽون سيدن کي ڏيڻ شروع ڪيون. ان تي جي.ايم.سيد ۽ محمد علي جناح جا پاڻ ۾ اختلاف چوٽ چڙهي ويا. سنڌ ۾ ٻه گروپ ٿي ويا. هڪ جي.ايم.سيد ۽ ٻيو سر غلام حسين هدايت الله.

جنوري 1946ع ۾ عام چونڊون ٿيون. پيرالاهي بخش مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي دادو- جوهي تڪ تي بيٺو. ۽ 2500 ووٽ کٽي ڪامياب ٿيو. سندس مخالف سيد صالح شاهه نينگ شريف وارو سيد ليگ جي ٽڪيٽ تي هارايو. اهڙي طرح ڊسمبر 1946ع ۾ ٻيهر چونڊون ٿيون ته جوهي تڪ مان پيرالاهي بخش (مسلم ليگ) 8447 ووٽ کٽي ڪامياب ٿيو. ۽ سندس حريفن ۾ هئا سيد امام علي شاهه سيد گروپ 287 ووٽ، باقي محمد سليمان مگسي ۽ سيد علي مرتضيٰ شاهه جون ڊپازٽون رد ٿي ويون.

1942ع کان 1947ع سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جو وزير اعظم رهيو. ۽ پيرالاهي بخش سنڌ جو ڪامياب وزير تعليم رهيو. پاڪستان ٺهيو تہ سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جو گورنر ٿيو ۽ وڏو وزير محمد ايوب کهڙو ٿيو. پير الاهي بخش، کهڙي جي وزارت ۾ بہ وزير رهيو.

فيبروري 1948ع ۾ پاڪستان جي مرڪزي سرڪار ڪراچي شهر کي مرڪز جي حوالي ڪرڻ چاهيو تہ محمد ايوب کهڙي اهڙي منصوبي خلاف مزاحمت ڪئي ۽ ڪراچيءَ کي مرڪز حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ کهڙي صاحب کي مرڪز جي دٻاءَ تي ڊسمس ڪيو ويو. ۽ مٿس بدعنوانيءَ جا ڪيس بہ داخل ڪيا ويا. سوال هو تہ هاڻي سنڌ جو وزيراعليٰ ڪنهن کي بڻائجي. ڪيترائي ميمبر تيار ٿي ويا. مگر مرڪزي سرڪار پير الاهي بخش کي وڏ وزارت لاءِ نامزد ڪيو ۽ پير صاحب سنڌ جو وڏو وزير ٿي ويو.

جڏهن 1946ع ۾ جنرل اليڪشن ٿي تہ سنڌ ۾ دادوءَ واريءَ ٻي سيٽ تي سنڌ مسلم ليگ جو مخالف اميدوار جي.ايم.سيد بيٺو تہ سندس مد مقابل اميدوار قاضي محمد اڪبر عباسي بيٺو. جيڪو پيرالاهي بخش جي پٽ جو سهرو هيو. جنهن جي پيرالاهي بخش مدد ڪئي. قاضي محمد اڪبر کٽيو ۽ جي.ايم.سيد هارايو. جڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو تہ پيرالاهي بخش سنڌ جو وڏو وزير ٿيو، تہ سندس پٽ جو سهرو قاضي محمد اڪبر پيرصاحب جو چيف پارلياماني سيڪريٽري مقرر ٿيو. جي.ايم.سيد پنهنجي هارايل سيٽ تان قاضي محمد اڪبر جي خلاف اليڪشن پٽيشن دائر ڪئي، ڪيس هليو، فريادي‌ءَ طرفان پير علي محمد راشدي بہ وڪيل هو. ڪيس هلڻ بعد فتويٰ ملي، جنهن موجب سنڌ جي چيف منسٽر جي سيٽ ختم ڪئي ويئي. قاضي محمد اڪبر جي بہ سيٽ ختم ڪئي ويئي.

ڪراچيءَ ۾ سندن نالي سان پيرالاهي بخش ڪالوني ٺهي جنهن ۾ سستي اگهہ ۾ سنڌي ماڻهن کي بہ پلاٽ الاٽ ڪيا ويا. پاڻ 1975ع ۾ پيرالاهي بخش ڪالوني ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائون ۽ ڪالونيءَ جي مسجد پرسان سندن آخري آرام گاهہ آهي.

*

پروانو پٽي

# پير الاهي بخش
## (سنڌ ۾ علم جو ڏيئو روشن ڪندڙ)

ڌڻي تعاليٰ جا لکين احسان ۽ ڪرم جنهن مون جهڙي هڪ ادنيٰ ماڻهوءَ کي سنڌ جي نامور انسانن، عالمن، بزرگن جي زيارت نصيب ڪرائي ۽ انهن نامور عالمن ۽ بزرگن جي صحبت ۽ رهاڻين مان ئي اهو پرايم تہ زندگي صرف اُٿڻ، ويهڻ، نوڪري ڪرڻ ۽ سڄو ڏينهن ڪوڙ ڪُٽڻ جو نالو نہ آهي، پر زندگي ۽ صحيح زندگي اها آهي، جنهن مان نہ رڳو پاڻ کي پر ٻين کي بہ فائدو رسي. حضرت علي عليه السلام جن جو ارشاد مبارڪ آهي تہ: ”دنيا ۾ اهڙيءَ ريت زندگي گذاريو جو جڏهن اوهان کي الله جي بارگاهہ ۾ واپس وڃڻو پوي تہ ماڻهو توهان جي وڇوڙي تي ڏک ڪن ۽ توهان جي کوٽ کي محسوس ڪن پر جيستائين زنده رهو تہ ماڻهو توهان سان ملڻ لاءِ مشتاق ۽ بي چين هجن.“ (نهج البلاغہ)

مون پنهنجي ڄمار ۾ جن بہ نامور انسانن، سنڌ جي سچن سپوتن کي ڏٺو ۽ سندن نياز حاصل ٿيو، تن ۾ سائين پيرالاهي بخش سرفهرست آهن. اڄ هن مختصر تاثر ۾ پيرالاهي بخش جي سياسي زندگي تي نہ لکندس، پر پير صاحب جي سنڌ نہ پر پوري ملڪ ۾ جيڪا سڃاڻپ رهي آهي تہ تعليم سان بي پناهہ محبت ۽ علم جي ڏيئي کي روشن رکيو اٿن، سنڌ مان جهالت کي ڌڪي ٻاهر ڪيڻ لاءِ جدوجهد ڪئي اٿن، ان تي بہ اکر لکان ٿو.

پير صاحب سنڌ جو وڏو وزير رهيو، سنڌ يونيورسٽيءَ کي قائم ڪندڙن ۾ نمايان ڪردار رهيو، مختلف تعليمي ۽ سماجي خدمتن جا ادارا قائم ڪيائين، سنڌي ادبي بورڊ جي قيام لاءِ سندن ڪوششون وساري نٿيون سگهجن. پيرالاهي بخش سنڌ جو پهريون ”مرد حق آگاهہ“ هو، جنهن جهرجهنگ ۾ علم جي روشني ڦهلائڻ ۾ سنڌ جي نسل کي علم جي زيور سان آراستہ ڪرڻ خاطر ”زوري تعليم“ جو حڪم جاري ڪيو. ٿي سگهي ٿو تہ انهيءَ وقت ڪن سياسي ڌرين کي اهو حڪم نہ وڻيو هجي،

پر اڄ اڌ صديءَ کان به وڌيڪ عرصو گذرڻ بعد پيرالاهي بخش جي ڏاهپ، دورانديشي، سنڌ جي غريب انسانن سان سچو عشق، سنڌ جي نئين نسل کي مٽي جي ڍيرن کان بچائيندي، اسڪولن ۾ آڻي علم جي روشنيءَ سان منور ڪرڻ وارو عمل، هڪ اهڙو جهاد هو جيڪو پير صاحب نهايت همت سان پورو ڪيو. نهايت قدآور شخصيت، ترڪي ٽوپي ۽ شلوار قميص ۾ ملبوس ساده انسان لاءِ اهو سوچڻ نهايت مشڪل هوندو هو ته هماليه جبل جيڏي همت رکندڙ هن پرخلوص ۽ باوقار انسان ۾ ايتري همت هئي جنهن سنڌ اندر علم جو چراغ روشن رکندي، اسڪولن، مدرسن جو جار وڇائي ڇڏيو. مون کي سندن زيارت ڪيترائي ڀيرا نصيب ٿي، جڏهن پير صاحب "عبرت" اخبار جي مالڪن- قاضي محمد اڪبر، ۽ قاضي عبدالمجيد عابد صاحب سان ملاقات ڪرڻ يا سياسي توڙي سماجي مسئلن تي نيڪ صلاح ڏيڻ لاءِ وٽن ايندا هئا.

پيرالاهي بخش سنڌ جا وزيرتعليم به ٿي رهيا، پر اڄ سندن صحيح جانشين پير مظهرالحق انهيءَ منصب تي موجود آهي، جنهن اعزاز کي سندس ڏاڏي پير الاهي بخش ۽ ناني قاضي محمد اڪبر سالن جا سال ماڻيو.

الائجي ڇو تاريخ لکندڙ حضرات اهڙن نامور انسانن جي خدمتن تي لکندي ڪنجوس ٿي وڃن ٿا ۽ سندن قلم جي سخا ٻن چئن لفظن کان وڌيڪ اڳتي نه ٿي وڌي. مون کي ائين چوڻ ۾ ڪابه هٻڪ نه ٿي ٿئي، ته سائين جي.ايم.سيد، علامه آءِ.آءِ.قاضي، علامه عمر بن محمد دائودپوٽو، پيرالاهي بخش، قاضي محمد اڪبر، سيد علي اڪبر شاهه ۽ مولانا غلام محمد گرامي جهڙن انسانن کي، جن سڀني جو تعلق دادو ضلعي سان هو، سنڌ جو سر سيد چئي سگهجي ٿو، سر سيد احمد خان ته انهيءَ وقت جي ضرورتن هيٺ هڪ اعليٰ تعليمي مرڪز قائم ڪيو هو پر هنن نامور انسانن سڄيءَ سنڌ ۾ علم جي ڦهلاءَ خاطر جدوجهد ڪئي، جيڪي تڪليفون برداشت ڪيون، جيڪي پنهنجن توڙي پراون جا سور سٺا، ان جي باوجود پنهنجي مقصد ۽ اڏول ارادي کان هڪ قدم به پوئتي نه هٽيا، تن کي آفرين هجي. اسان ڏارين جا گيت ڳائيندي، تاڙيون وڄائيندي هوش

مان بہ نڪري ويندا آهيون. پر پنهنجي ”هيروز“ کي ياد ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ اتساهہ نہ ڏيکاريو آهي.

پيرالاهي بخش سنڌ جو اهڙو سپوت هو جنهن جي تعليم جي باريل لاٽ پوريءَ سنڌ اندر علم جي روشني پيدا ڪئي ۽ اڄ سنڌ جو سياسي توڙي ادبي حلقو جيڪو نهايت باشعور ڏسجي ٿو، ان جي پرورش، ان جي ذهني پختگي، ان جي ترقي ۽ ترويج لاءِ موجوده وقت ۾ شاندار زندگي گذارڻ واسطي جنهن شخصيت نمايان ڪردار ادا ڪيو بيشڪ انهيءَ انتهائي مٽيادار انسان جو نالو پيرالاهي بخش ٿي سگهي ٿو. هن موقعي جو فائدو وٺندي، هڪ گذارش ضرور ڪندس تہ سائين پيرالاهي بخش جي علمي ڪوششن، تعليمي ميدان ۾ ڪيل بي بها خدمتن جي تذڪري لاءِ سندس ورسي جي موقعي تي ڪراچي، حيدرآباد، سکر، نوابشاهہ، لاڙڪاڻي ۽ دادو ۾ شاندار علمي ڪانفرنسون منعقد ڪيون وڃن تہ جيئن اسان جي نئين نسل کي مڪمل آگاهي حاصل ٿئي. نئين نسل جي جهالت جي حالت هيءَ آهي تہ انهن کي ”پي.آءِ.بي ڪالوني“ بہ سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي. ڪڏهن چوندا آهن تہ اها ”پي.آءِ.اي ڪالوني“ آهي.

هن وقت پيپلز پارٽي جي حڪومت آهي، سنڌ سان بي پناهہ محبت رکندڙن جو دور آهي، انڪري انهيءَ موقعي کي پلارو ۽ سڀاڳو سمجهندي اگر اسان اهڙيون ڪانفرنسون ڪري سگهياسين تہ اها هڪ وڏي خدمت ليکبي. پنهنجن مشاهيرن ۽ پنهنجن بزرگن کي زندهہ قومون ياد ڪنديون آهن، ۽ اسين يقيناً تاريخ جي ورقن ۾ زندهہ قوم جي حيثيت رکندڙ آهيون، اسان کي پنهنجي قوميت ۽ ملڪ تي سدائين فخر آهي ۽ رهندو.

جنين سندي جوت جرڪايو جهان کي.

ميرزا علي محمد بيگ "مظفر"

## يا الاهي بخش عصيانم بحق پنجتن

پير الاهي بخش سان منهنجي پهرين ملاقات منهنجي انتهائي پياري دوست محمد يوسف ميمڻ ڪرائي. جيڪو اصل ۾ان سعيدآباد جو رهاڪو هو ۽ پير صاحب جو ڳوٺائي ۽ هم ڪلاسي هو. جيڪو پوءِ ڪراچيءَ ۾ اچي رهيو ۽ سٽي ڪورٽ ڪراچيءَ ۾ سرشتيدار هو. جڏهن محمد يوسف منهنجي ملاقات پير صاحب سان ڪرائي، تڏهن مون سندن نالي جي سجع **"يا الاهي بخش عصيانم بحق پنجتن"** چئي، جا پير صاحب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيندي چيو تہ بيشڪ!

محمد يوسف مون کي ٻڌايو تہ ميرزا علي محمد اوهان جي امام بارگاهہ ۾ علم لڳل آهي، اوهان کي خبر آهي تہ پير صاحب جي گهر ۾ بہ علم لڳل آهي؟ جيڪو سندن ڏاڏي پير غلام حسين عقيدتاً پنهنجي بزرگن جي روايت کي قائم رکندي پنهنجي گهر ۾ لڳايو، جو هاڻي پير صاحب جي سنيال ۾ آهي. جنهن تي پير صاحب ٻڌايو تہ قديم دور کان اسان پنهنجي گهر ۾ عقيدتاً علم پاڪ لڳائيندا آهيون.

سال 1927ع ۾ آءٌ ايڊيشنل سٽي مئجسٽريٽ حيدرآباد جي ڪورٽ ۾ سرشتيدار هئس. ايڊيشنل سٽي مئجسٽريٽ شيخ ڪريم بخش روهڙي وارو هو. مرحوم غلام علي جعفري لاڙڪاڻي ۾ مختيارڪار هو. ان جي ڪن تعلق وارن ماڻهن تي ايڊيشنل سٽي مئجسٽريٽ حيدرآباد جي ڪورٽ ۾ قلم 107 هيٺ ڪيس هلي رهيو هو. جعفري صاحب مون کي خط لکي انهن کي ڇڏائڻ لاءِ چيو. ان سلسلي ۾ جعفري صاحب پاڻ سان گڏ پير الاهي بخش صاحب کي وٺي آيو تہ وڪيل جي ضرورت پوي تہ پير صاحب کان وڪالت نامو پيش ڪرائي. جعفري صاحب منهنجي ملاقات پير صاحب سان ڪرائي، جا ساڻن منهنجي ٻيو دفعو ملاقات هئي. پير صاحب جي ٻنهي ملاقاتن مون کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. مون پيرصاحب کي انتهائي بردبار، باهمت، بيدار دماغ وڪيل ڏٺو، جو سندن گفتگوءَ مان ظاهر هو.

پير صاحب لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪندا هئا ۽ وقتي ضرورت سبب هو حيدرآباد جي ڪورٽن ۾ بہ ايندا هئا. آءٌ انهن

ڏينهن ۾ سٽي مئجسٽريٽ حيدرآباد جي ڪورٽ ۾ سرشتيدار هئس. پير صاحب جا ان وقت جي سٽي مئجسٽريٽ غلام صديق عيساڻي ۽ غلام رسول ڪيهر سان دوستاڻا تعلقات هوندا هئا. حيدرآباد ۾ پير صاحب ايندا هئا ته هنن سان ملندا هئا، اتي به منهنجون ڪچهريون پير صاحب سان ٿينديون هيون.

پير صاحب پنهنجي وڪالت واري دور ۾ سول ۽ ڪرمنل ٻئي ڪيس ڪٽندا هئا. انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ سنتداس وڪيل سول ڪيسن ۾ نالي وارو وڪيل هوندو هو. جنهن جي آفيس گاڏي کاتي ۾ ان هنڌ هئي، جتي هينئر حاجي محمد عالم جي گيرج آهي ۽ گوپالداس ڪرمنل جو سٺو وڪيل هوندو هو، جنهن جي آفيس موجوده اورينٽ هوٽل ۾ هوندي هئي. جن وٽ وقتي صلاح مشوري لاءِ مون پير صاحب کي انهن وٽ ڏٺو.

مون سال 1940ع ۾ گاڏي کاتي حيدرآباد ۾ اسٽامپ وينڊري جي آفيس کولي ۽ گاڏي کاتي ۾ قاضي عبدالقيوم روڊ جي ايرندي طرف قاضي محمد اڪبر جو دواخانو هوندو هو. پير صاحب ۽ قاضي صاحب جا به زماني کان دوستاڻا تعلقات هئا، جي وڌندي رشتيداريءَ تائين پهتا، جو قاضي صاحب جي نياڻي جي شادي پير صاحب جي ٻي نمبر فرزند پير شاهنواز سان ٿي.

پير صاحب اڪثر قاضي صاحب وٽ ايندا هئا، جتي به پير صاحب سان ملاقات ٿيندي رهندي هئي. گاڏي کاتي ۾ ان زماني ۾ ايتري پيهه ڪانه هئي، نه ايڏو آدم هو نه ايڏي ٽريفڪ هئي، ڪجهه وڪيلن جون آفيسون ۽ ٻيا رهائشي گهر هوندا هئا باقي ٿيو پلو. پير صاحب ۽ قاضي صاحب ڪچهري ڪندي چهل قدمي ڪندي منهنجي آفيس ۾ ايندا هئا ته اُتي ئي منهنجي آفيس ۾ ويهي ڪچهري ڪندا هئاسين، جا ڪچهري ڏاڍي خوشگوار ماحول ۾ ٿيندي هئي. هيءُ زمانو هو سال 1946ع جو، جو قاضي محمد اڪبر اليڪشن ۾ بيٺو. اها اليڪشن به اليڪشن هئي. جنهن ۾ پير صاحب قاضي صاحب جا معاون هئا. واقفيت ۽ پاڙيچائي جي ناتي قاضي صاحب مون کي جلسن ۾ وٺي هلندو هو. سندن خواهش تي مون ان وقت هڪ دعائيه قصيدو لکيو، جيڪو قاضي صاحب ڇپائي جلسي ۾ ورهايو، جنهن جا چند بند ڏيان ٿو:

الاهي بحق محمد اڪبر
الاهي بحق علي شير داور

الاهي بحق جناب بتول
الاهي بحق شبير و شبر

ڏي فتح و ظفر ان کي هر دم قيوم
جو نالو سندس ٿيو محمد اڪبر

يتيمن جو ساٿي مريضن جي مرهم
۽ مسڪين جو ٿيو مددگار بهتر

هي حقدار آهي ٿيو ووٽ جو
ڏيو ووٽ اڪبر کي سڀ گڏجي هيڪر

انهيءَ جي ته اڄ ڪاميابي جي لاءِ
ڪري التجا قوم کي تو "مظفر"

نه ٿيندو اوهان جو ڪڏهن ووٽ ضايع
مدد سڀ ڪريو هن جي اڄ بهر داور

سدا قوم جي آهي خدمت ڪئي جنهن
سو مشهور آهي ٿيو قاضي اڪبر

ٿيا اڪبر جا حامي علي و محمد
اليڪشن ۾ ان کي ڪندا سي "مظفر"

قاضي صاحب اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيو. ترت ئي پاڪستان جڙيو، قاضي صاحب جي خواهش ۽ ڪوشش سان ڪيس گوپالداس واري آفيس ڏيارڻ ۾ مدد ڪيم. آفيس ۾ ايندي قاضي صاحب جي سياست جو ستارو آسمان تي چمڪڻ لڳو. هاڻي پير صاحب سان

تڪڙين ملاقاتن جو سلسلو جاري ٿي ويو. سياسي ٻڌ چوڙ اوج تي هئي. ان دوران قاضي صاحب جي نياڻيءَ جي شادي پير صاحب جي ٻي نمبر فرزند پير شاهنواز سان ٿي، مون کي ٻنهي طرفان دعوت مليل هئي، شادي ۾ شريڪ ٿيس. ان شاديءَ ۾ سڄي سنڌ ۽ پاڪستان جي چوٽي جا ليڊر ۽ سياستدان وغيره ڏٺم.

وقت گذرندي ويرم ئي نہ ٿي لڳي، وقت خواب وانگر گذري ويو! زمانو بدليو ماڻهو بدليا، ويچا ييا، گهڻا ڏينهن ٿيا جو پير صاحب سان وري ملاقات نہ ٿي. هڪ دفعي پير صاحب کي حيدرآباد جي ڪليڪٽر جي بنگلي ۾ ويٺل ڏٺم. ان وقت حيدرآباد جو ڪليڪٽر ڪيپٽن قاضي سڄڻنو هو. منهنجو بہ ان ۾ ڪم هو، اتي پير صاحب سان ملاقات ٿي. خير عافيت بعد ڪانئن گهڻن ڏينهن نہ ملڻ جو سبب پڇيم تہ پاڻ مون کي مير عبدالحسين خان سانگيءَ جو هيٺيون شعر پڙهي ٻڌايائون:

تڏهن ترڪ وطن ڪيوسون جڏهن اهل وطن بگڙيا،
جي بگڙڻ جا نہ ها يارو سي ياران ڪُهن بگڙيا،

چيائون تہ منهنجي دور رهڻ جو مٿيون شعر عڪاسي ٿو ڪري. آءٌ يڪدم ڳالهہ سمجهي ويس ۽ ڪجهہ بہ نہ ڪڇيس. ٿوري دير ساڻن ملاقات ڪري موٽيس، وري ساڻن ملاقات نہ ٿي. مگر سندن ياد هميشہ دل ۾ رهي.

نورچشم فياض، دوست عبدالقيوم صائب ۽ نياز همايوني جي چوڻ تي گذريل دور جون يادون لکيون اٿم. اڄ چند سٽون پير الاهي بخش جي ياد ۾ لکيون اٿم.

پير صاحب يان سعيدآباد تعلقو سيوهڻ (پير جو ڳوٺ) ۾ سال 1895ع ۾ ڄاوا. سندن والد بزرگوار جو نالو پير نواز علي هو. هنن جو پيري مريديءَ جو سلسلو قديم الايام کان سنڌ ۽ هندستان ڪانياواڙ تائين رهيو آهي. اهڙي طرح مخدوم نوح عليه الرحمة جي خاندان سان بہ قريبي تعلقات رهيا آهن.

پير صاحب ابتدائي تعليم يان سعيدآباد جي پرائمري اسڪول ۾ ورتي. وڌيڪ تعليم خيرپور ميرس مان حاصل ڪئي ۽ سال 1919ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري، وڌيڪ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عليڳڙهہ ڪاليج ۾ داخلا ورتي. جتي سندن تعليم

مڪمل ٿيڻ واري هئي تہ قطع تعلقات خلافت تحريڪ شروع ٿي. پير صاحب ننڍپڻ کان ئي سياسي سوچ، سياسي ساڃهہ رکندڙ هئا، انهيءَ تحريڪ کين يڪدم سياسي سمنڊ ۾ ٽپو ڏياريو. انهي سياسي سمنڊ جي ڪشتيءَ جو ڪشتيبان ناخدا محمد علي جوهر هو. جنهن جي سايہ ۾ پير صاحب جن سياست ۾ آيا. مگر رب پاڪ پير صاحب ڪي سياست جي سمنڊ مان اڪاري تعليم مڪمل ڪرڻ ڏانهن سندن رخ موڙيو ۽ پير صاحب يڪدم پنهنجي تعليم ڏي توجهہ ڏنو. پاڻ پنهنجي تعليم، ڪاميابيءَ سان حاصل ڪري سنڌ ڏي وريا.

ان وقت ڪراچي، حيدرآباد، سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻو وڪالت جي خيال کان مشهور هئا. پير صاحب پنهنجي وڪالت جو آغاز لاڙڪاڻي مان ڪيو. لاڙڪاڻي ۾ ان دور ۾ وڏا وڏا گڙنگ وڪيل موجود هئا. هر اصيل جو رخ هندو وڪيل ڏي هوندو هو. لاڙڪاڻي جا بااثر زميندار وغيره پڻ هندن جي وڪالت جي ساراهہ جا ڍڪ پريندا هئا. اهڙي ماحول ۾ پير صاحب نئون سيڪڙات وڪيل پنهنجي وڪالت ڪيئن جمائي. پير صاحب ان لاءِ اصيل کان في گهٽ وٺڻ لڳا، ٻيو اصيل سان تمام محبت ۽ پيار وارو طريقو اختيار ڪرڻ لڳا. ان ڏس ۾ اصيل کي ياڙو بہ ڏيندا هئا ۽ ماني ٽڪي بہ ڪارائيندا هئا. ان سان گڏوگڏ ڪيس تي محنت ڪري پنهنجي اصيل کي ڪامياب ڪرائيندا هئا. پير صاحب اٽڪل 14_13 سال وڪالت ڪئي ۽ وڪالت ۾ خانبهادر مرزا سڪندر بيگ وانگر ڏاڍي محنت ڪندا هئا. جنهن ڪري ترت وڪالت ۾ تہ ڪامياب ٿيا، مگر آمدنيءَ ۾ سڪڻا رهيا.

لاڙڪاڻي ۾ انهن ڏينهن ۾ مسٽر حنيف صديقي ۽ ٻين ڪن مسلمانن بہ آفيسون ڪوليون، جن ۾ پير صاحب نمايان حيثيت رکندا آيا.

مرحوم غلام علي جعفري ۽ ان جو ڀاءُ نواز علي نياز، نواب حاجي امير علي خان لاهوري سان پير صاحب جا محبت پريا تعلقات هوندا هئا. جعفري ڀائر روينيو کاتي ۾ مختيارڪار هئا، جن جي ڪوشش سان پير صاحب وٽ انهن جي تعلق وارا اصيل بہ ايندا هئا.

پير صاحب جيئن ئي سياسي ميدان ۾ قدم رکيو، تيئن آخر

تائين قدم ڄمائي بيٺا رهيا. سڄو عرصو هڪ قدم به پٺتي نه هٽيا، روز به روز سياست ۾ قدم وڌائيندا رهيا. بس پوءِ هيڏانهن سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي ۽ سنڌ ۾ پهريون پيرو اليڪشن ٿي ته پير صاحب پنهنجي منزل مقصد ماڻڻ لاءِ سياسي ميدان تي لهي آيا. اليڪشن ۾ بيٺا، سندن سامهون ان وقت جو مشهور وڪيل مسٽر يار محمد جوڻيجو (پاٽ وارو) هو. مگر پير صاحب پنهنجي حسن اخلاق سبب ڪامياب ٿي ويا ۽ پوءِ اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيڻ بعد سنڌ جي وزارت ۾ آيا، جنهن سلسلي ۾ پاڻ روينيو جا وزير بڻيا، پوءِ وزير تعليم ٿيا. ڪجهه وقت مختلف وزارتن جا قلمدان سندس قبضءِ قدرت ۾ رهيا، آخر ۾ وزير اعليٰ سنڌ جي ڪرسيءَ جي زينت بڻيا.

پير صاحب وزارت جي ڪرسي تي ويهڻ واري ڏينهن کان ۽ وزارتن تان سبڪدوش ٿيڻ تائين ۽ بعد ۾ سندن سڀاءَ ۽ رويي ۾ ڪابه تبديلي نه آئي. عام ماڻهن سان سندن رويو ڏاڍو سٺو رهيو، باقي ڪاموري ڪرڙي تي اڪثر لٺ اُلاريندا رهيا، ڪنهن تي قلم وهائيندا رهيا. ڪن جي چڱي لاک لاهيندا رهيا، مگر اهي حربا خوش اخلاقيءَ سان هلائيندا هئا. نه ڪنهن جي بيعزتي ڪندا هئا، نه ڪنهن کي قلم سان نقصان پهچائيندا هئا. مڙئي لٺ ۽ چٺ ڏيکاري وزارت وارو دور گذاريندا رهيا. ڪي ڪامورا ۽ ان وقت جو گورنر سر لانسيلاٽ گرهام ڪنهن قدر سندن ان رويي کان ناراض هئا، مگر پير صاحب انهن جي ڪڏهن به پرواهه نه ڪئي. ان وقت جا به جيل سپرينٽنڊنٽ پلن ڪيٽ ۽ لانگ مين ڪانئن گهڻو خائف رهندا هئا. ڇاڪاڻ جو پير صاحب هميشه هنن کي قيدين سان سٺو برتاءُ رکڻ ۽ جيل جي سڌارڻ لاءِ چڱي خاصي تنبيهه ڪندا هئا.

پير صاحب جون پنهنجي وزارت ۾ تعليم جي باري ۾ سرتوڙ ڪوششون ۽ خدمتون تا قيامت تائين سنڌ جي ٻچي ٻچي کي ياد رهنديون. پير صاحب سنڌ ۾ تعليم پوئتي ڏسي پڪو پهه ڪيو ته سنڌ ۾ تعليم ڀرپور نموني ۾ قائم ڪرائيندس. ان ڳالهه کي عملي جامو پهرائيندي پير صاحب مفت تعليم بالغان رائج ڪئي. ڪيئي اسڪول کولايا ۽ ڪيئي ڪاليج کولايا. سنڌ مسلم ڪاليج کولايو ۽ سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرائي. اين. جي. وي هاءِ اسڪول جي بلڊنگ از سرنو تعمير ڪرائي. پير الاهي بخش پنهنجي نالي سان ڪراچيءَ ۾ به ڪالونيون ٺهرايون.

پير صاحب جي انهن خدمتن کي ياد رکڻ خاطر سال 1938ع ۾ سکر جي نامور ڪليڪٽر ٽي ٽي ڪوٺاوالا پير صاحب جي نالي سکر ۾ هڪ ٽاور ٺهرايو، جو "لئريسي ٽاور" نالي سان مشهور هو.

پير صاحب سياست جي سلسلي ۾ هميشہ مسلم ليگ ۾ شامل رهيا. وقتي شايد ڪنهن ٻي پارٽي ۾ رهيا هجن، پر گهڻو وقت مسلم ليگ ۾ رهيا. انهن ڏينهن ۾ پير صاحب هڪ اخبار، جنهن جو نالو شايد شمشير اسلام هو، ڪڍي. جنهن ۾ سياسي، مذهبي ۽ ادبي مضمون شايع ٿيندا هئا.

پير صاحب هميشہ خوش پوش، خوش اخلاق، انسان دوست، مهمان نواز، خود دار، بردبار، باهمت رهيا. پاڻ زندگيءَ ۾ ڪيئي لاها چاڙها ڏٺا. وڪالت جو دور ڏٺو، وزارت جو زمانو ڏٺو. وري انهن کان ڪناره ڪش جا ڏينهن ڏٺا، مگر سندن لباس ۽ سياءَ ۾ تبديلي نہ آئي. ساڳيو لباس (سفيد قميص ۽ شلوار ۽ ترڪي ٽوپي) ۽ ساڳيو پيارو ۽ وڻندڙ سياءُ قائم رهيو.

پير صاحب مصلحتاً يا وقت جي بااثر معرڪن جي زور تي سنڌ مرڪز جي حوالي تہ ڪئي مگر سنڌ جي مٿان ون يونٽ جو ڳٽ مڙهڻ جي خلاف رهيا. ان ڏس ۾ پير صاحب جن ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي، پير صاحب جو اهوئي ڪارنامو سنڌ ۽ سنڌين سان محبت ۽ سچائيءَ جو ڪافي آهي.

پير صاحب هن وقت عمر جا پنجهتر سال گذاري، باقي عمر جا ڏهاڙا بارگاهہ الاهي ۾ سر بہ سجود رهي "الاهي عاقبت محمود گردان" واري دعا ورد لب ڪندا رهن ٿا. منهنجي دعا آهي تہ رب پاڪ هن محسن قوم جو سايو سنڌي قوم جي سر تي قائم دائم رکي. (آمين)

[ميرزا صاحب هيءُ مضمون پير صاحب جن جي حياتيءَ ۾ لکيو]

ڊاڪٽر ممتاز علي ڏنگراچ

# پيرالاهي بخش

## (سنڌ جو فقير منش وزير اعليٰ)

سنڌ ڌرتي اهڙي تہ زرخيز ۽ سڳنڌ واري ڌرتي آهي جو ٻوٽن سان گڏ انسانن جو فصل بہ واهہ جو اپائيندي آهي، جنهن ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، پاڪستان جو باني قائداعظم محمد علي جناح، عبدالله هارون، جي.ايم.سيد، ذوالفقارعلي ڀٽو، بينظير ڀٽو، شيخ اياز ۽ ٻيا بہ ڪيترائي اهم ماڻهو اپائي آبياري پيئي ڪئي اٿس. انهن مان هڪ انسان دوست، نيڪ دل، نمازي، فقيرمنش، نوڙت، سياءَ ۽ سادگيءَ وارو ماڻهو موجوده وزير تعليم جو ڏاڏو پيرالاهي بخش بہ هڪ هو.

**نالو ۽ نسب:** پيرالاهي بخش، ولد پيرنوازعلي، ولد پيرغلام حسين، ڳوٺ "پيرڳوٺ" يان سعيدآباد (سيدآباد) تعلقو سيوهڻ ضلعي دادو جو رهاڪو هو ۽ پيدائش جو سال 1895ع آهي. سندن خانداني سلسلو مخدوم سرور نوح هالائيؒ سان ملي ٿو. پيرصاحب جو ڏاڏو ۽ پڙڏاڏو گهوٽڪي تعلقي ۾ سرحد ريلوي اسٽيشن کان بہ ٽي ميل پري لڳ جهانپور جا رهنڌڙ هئا. سندن وڏڙن جا قبا اڄ بہ هنن جي گهوٽڪي واسي هجڻ جي گواهي ڏئي رهيا آهن. پيرالاهي بخش جو والد صاحب پيرنوازعلي شاهہ پڻ ان ڳوٺ ۾ رهندو هو، سندن خاندان جا ڪيترائي فرد اتان لڏي بهاولپور رياست جي مختلف ڳوٺن ۾ آباد ٿيا. پيرنوازعلي شاهہ جي پهرين شادي پڻ اتان ٿي پر سندس گهر واري شاديءَ کان پوءِ جلدي گذاري وئي ۽ پيرنوازعلي شاهہ جي ٻي شادي مخدوم سرور نوحؒ جي خاندان جي فرد پيرلعل محمد جي ڀيڻ سان ٿي، جيڪي يان سعيد آباد (سيدآباد) جا رهاڪو هئا، پيرصاحب کي ان مان ٽي فرزند ٿيا، (1) پيرالاهي بخش (2) پيرواحد بخش ۽ ٽيون فرزند ننڍي هوندي ماتا ۾ گذاري ويو. پيرنوازعلي ٻارن جي ماماڻن جي ڪري پير ڳوٺ يان سعيدآباد ۾ مستقل آباد ٿي ويو. سندن ملڪيتون گهوٽڪيءَ واري ڳوٺ ۾ هيون، جن جي سارسنڀال ٻيا ڪندا هئا. ڳوٺ درياءَ بادشاهہ جي پائڻ ڪري غيرآباد ٿي ويو ۽ سندن زمينون غيرآباد ٿي ويون، پاڻ سڀ ڪجهہ وساري هميشہ لاءِ پيرڳوٺ جا ٿي ويا.

پيرالاهي بخش 5-6 سالن جو ٿيو تہ سندن پيءُ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. جنهن ڪان پوءِ پالنا جو فرض سندن مامي پيرلعل محمد نڀايو. ۽ 6-7 سالن جي عمر ۾ پيرصاحب جي شادي پير محمدپريل جي نياڻيءَ سان ڪرايائين جيڪو سندن چاچو هو.

**تعليم:** 1907ع واري ڏهاڪي ۾ پير صاحب کي پان سعيد آباد جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو جتي هن پڙهائيءَ ۾ دلچسپي ورتي، تعليم ۾ دلچسپيءَ جو سبب پنهنجي ذاتي شوق ڪان سواءِ سندن مامو پڻ هو. پيرصاحب اسڪول ۾ چڱا نمبر کڻندو هو، جنهن ڪري استاد بہ سندس همت افزائي ڪندا هئا. پير صاحب وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام درخواست موڪلي پر ان جو ڪوبہ جواب نہ آيو، ڪجهہ وقت ڪان پوءِ هڪ وڳو پهري بہ رپيا ڪيسي ۾ ڪٽي رات جو 12 واري گاڏيءَ ۾ سوار ٿي ڪراچي روانو ٿيو. ڪراچي پهچڻ ڪان پوءِ پانن جي هڪ ميمڻ، طالب ۽ جاڙي کي گولي هٽ ڪيائين ۽ اتي رهيو. معلوم ٿيو تہ، سنڌ مدرسة الاسلام ۾ وئڪيشن آهي باقي خيرپور رياست جي ناز اسڪول ۾ داخلا کليل آهي ۽ اتي بورڊنگ هائوس پڻ آهي. اها ڳالهہ 1911ع اپريل جي آهي. جاڙي وارن ڪان بہ ٽي رپيا اڌارا وٺي ڪراچيءَ ڪان خيرپورميرس روانو ٿيو. ٽڪيٽ جا پيسا پورا نہ هئڻ ڪري نوابشاهہ پدعيدن جي ٽڪيٽ ورتائين صبح جو خيرپورميرس پهتو، ٽڪيٽ نہ هئڻ ڪري پليٽ فارم جي چيڙي ڪان جهنگلو ٽپي شهر پهتو ۽ اتان اسٽيٽ جي وزير جي بنگلي تي ويو، عريض نويس ڪان مفت درخواست لکرائي پرائيويٽ سيڪريٽري عبدالمجيد دريشاڻي -ايم-اي جي آفيس ۾ جمع ڪيائين. ان وقت وزير رياست شيخ صادق علي هو ۽ ان جو پرائيويٽ سيڪريٽري مسٽر دريشاڻي هو. درخواست جمع ڪرائڻ وقت مسٽر دريشاڻي آفيس ۾ نہ هو. منجهند جو مسٽر دريشاڻي آفيس ۾ وينو، پيرصاحب کي گهرائي چيائين ”پڙهندين يا بورڊ جي مفت ماني کائي فساد ڪندين“. پيرصاحب چيو ”سائين مان غريب آهيان پڙهندس“. اهڙي طرح ناز اسڪول ۾ پيرصاحب پنهنجي پڙهائي شروع ڪئي ۽ پڙهائيءَ جو اهڙو اطلاع پنهنجي مامي کي ڏنائين.

پير صاحب ذهين شاگرد هو ۽ پنهنجي ڪلاس ۾ پڻ مانيٽر رهندو هو ۽ سندس هم ڪلاسين ۾ شيخ نورمحمد (اڳوڻو چيف جسٽس سنڌ بلوچستان هاءِ ڪورٽ)، مسٽرنبي بخش خان ڪلهوڙو، مسٽر مددعلي شاهه، مسٽرعلي محمد، آغا عبدالنبي، مسٽراسلم شيخ ولد محمد ابراهيم شيخ (وزيرِ رياست)، آخوند رسول بخش، قريشي فتح محمد، ۽ ميان وريل جاناﻻ ملن ٿا ۽ نازهاءِ اسڪول جي استادن ۾ مسٽر عبدالرحمان، مسٽر اڌارام، مسٽر ليلارام، مسٽر ويرومل، مسٽر الله بخش انصاري، مسٽر عبدالمجيد دريشاڻي (پرنسيپال)، مسٽر قنڌاري ۽ مسٽر غلام صابر جا نالا قابلِ ذڪر آهن. پيرصاحب پهريون ۽ ٻيون درجو هڪ سال ۾ پڙهيو. ۽ اهڙيءَ طرح پنجين ۽ ڇهين درجي کي پورو ڪري 1919ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪئي، ميٽرڪ کان پوءِ سندن مامو پيرلعل محمد کين خانبهادر غلام محمد ڀرڳڙيءَ ڏي وٺي ويو تہ جيئن پيرصاحب کي پوليس ۾ انسپيڪٽر ڪرائي. پيرصاحب ڀرڳڙي صاحب سان مليو، ملاقات ۾ ڀرڳڙي صاحب مشورو ڏنو تہ هن چوڪر کي نوڪريءَ بجاءِ ڪاليج ۾ داخلا ڏيارجي تہ بهتر ٿيندو- صلاح کين وڻي. محمد ابراهيم منسٽر پيرصاحب لاءِ 20 رپيا وظيفو مقرر ڪيو، ۽ داخلا جي ڪوشش قاضي خدابخش مورائيءَ ڪئي، اهڙيءَ طرح پيرصاحب جي پڙهائي عليڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ شروع ٿي، ۽ اتي ئي ڪاليج واري تعليم پوري ڪيائين.

مولانا محمد علي جوهر جي چوڻ تي 1920ع ۾ عليڳڙهه يونيورسٽي جن شاگردن ڇڏي، تن ۾ پيرالاهي بخش بہ شامل هو. پيرصاحب عليڳڙهه يونيورسٽي ڇڏي جامعہ مليہ ۾ داخلا ورتي جامع مليہ جو پهريون وائيس چانسيلر مولانا محمدعلي جوهر هو ۽ ان وقت يونيورسٽي جو وائيس چانسيلر اجمل خان هو. ۽ هن اداري جو باني مولانا شيخ الهند هو ۽ هن اداري جو افتتاح پڻ مولانا شيخ الهند ڪيو هو. ڊاڪٽر ذاڪرحسين (جيڪو بعد ۾ انڊيا جو صدر ٿيو) پير صاحب وارن کي اقتصاديات پڙهائيندو هو. پيرصاحب اتي هڪ اخبار ”الاصلاح“ نالي ڪڍندو هو.

خلافت تحريڪ ختم ٿيڻ کان پوءِ 1926ع ۾ پيرالاهي بخش ٻيهر عليڳڙهه يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي ۽ سرشاهه نواز ڀٽو جي ڪوشش

سان لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ پيرصاحب لاءِ اسڪالرشپ منظور ڪئي. پيرصاحب ايم.اي ۽ ايل.ايل.بي پاس ڪري ڊگري وٺي لاڙڪاڻي ۾ اچي وڪالت شروع ڪئي.

**وڪالت جو دور:** وڪالت شروع ڪرڻ لاءِ پيرصاحب جڏهن لاڙڪاڻي وڃڻ لاءِ، دادو ريلوي اسٽيشن تي پهتو ته پهريون ڪيس دادو شهرجي هڪ معزز شخص ميان جيوڻ شاهه مرحوم کين ڏنو. ۽ فيس به پير صاحب کي ڏنائين. ان ڪان پوءِ ٽورو اڳ جيڪب آباد ۾ ڏهه خون ٿيا هئا، هن ڪيس ۾ چار جوابدار مسلمان هئا ۽ جيترا هن ڪيس ۾ جوابدار هئا اوترا هن ڪيس ۾ وڪيل هئا. جوابدار خان بهادر دلمراد خان جو وڪيل ان دور جو مشهور قانوندان سرشفيع هو ۽ ٻن جوابدارن جا وڪيل مسٽر عبدالغفار پيرزادو ۽ مسٽرغلام قادر هئا. ۽ جوابدار نبي بخش ولد خدابخش جو وڪيل محترم پيرالاهي بخش هو. مزي جي ڳالهه ته مسٽر شفيع محمد جي اصيل کي سزا ملي، باقي پيرالاهي بخش جو اصيل آزاد ٿي ويو. هن ڪيس ۾ پير صاحب جو اصيل خلافتي ورڪر هو، تنهن ڪري پيرصاحب ان جي فيس به نه ورتي هئي. پيرصاحب مستقل نموني سان جڳهه وٺي باقاعده لاڙڪاڻي ۾ وڪالت جو ڪم شروع ڪيو ۽ پنهنجي پيشي ۾ تمام گهڻي دلچسپي ورتي جنهنڪري ٿورن ڏينهن ۾ ايترو ته ڪم وڌي ويو جو پير صاحب کي مددگار جي ضرورت محسوس ٿي. پيرصاحب وٽ به ٽي منشي ڪم ڪندا هئا، پر سڀ ڪان زياده ڀروسو سعدوديري جي هندو ارجنداس تي ڪندا هئا. ارجنداس انگريزي ڪونه پڙهيل هو، پر پوءِ به انگريزي ڦر ڦر ڳالهائيندو هو، ساري عمر پير صاحب وٽ رهيو ۽ پيرصاحب به ان سان نڀايو. ارجنداس 1961ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ديهانت ڪري ويو ۽ پيرصاحب سندس پونيرن سان به پئي نڀايو.

پيرصاحب غريبن جا ڪيس مفت ۾ هلائيندو هو، ۽ کين هرقسم جي سهولت ڏيندو هو، غريب توڙي امير اصيل سندس اوطاق تي اچي رهندا هئا ۽ انهن جي هڪ جهڙي خدمت ٿيندي هئي. پيرصاحب جي لاءِ لاڙڪاڻي ۾ هيءَ مشهور چوڻي هئي ”بابا پير جو ننگر چڙهيو پيو آهي“.

پير صاحب جي اوطاق تي اسحاق ڏوترو ۽ پريو پنهور جهڙا جل ڦٽاڪا خادم 24 ڪلاڪ خدمت لاءِ تيار رهندا هئا.

پيرصاحب جن کي ذاتي زمين ڪانہ هئي، سندن نَنڍو ڀاءُ واحدبخش پنهنجي مامي پيرلعل محمد جي زمين ڪاهيندو هو ۽ گهر جي سنڀال سرڙي بہ ڪندو هو.

1931ع ۾ جڏهن بيراج نڪتو تہ پير صاحب يڪسائيءَ تي زمينون ڪڻڻ شروع ڪيون ۽ وڪالت جا پيسا زمينن ۾ لڳائيندو ويو ۽ ٿورن ڏينهن ۾ پنهنجي پيرن تي بيهي ويو ۽ سکي زندگي گذارڻ لڳو.

**سياست ۽ سياسي عهدا:** جيئن تہ پيرالاهي بخش شاگرديءَ جي زماني کان سياست سان ڳنڍيل رهيو ۽ عليڳڙهہ يونيورسٽيءَ ۾ شاگرد يونين جو پڻ نائب صدر رهيو. مٿي ڳُنري چڪو آهي تہ خلافت تحريڪ جي عشق ۾ پيرالاهي بخش عليڳڙهہ يونيورسٽي ڇڏي جامع مليہ ۾ داخلا ورتي.

1921ع ۾ خلافت تحريڪ هڪ ڪانفرنس ٿي، پيرصاحب ان ۾ بہ شريڪ هو، هيءَ مشهور ڪانفرنس آهي، جنهن جي ڪيس ۾ مولانا محمدعلي جوهر، مولانا شوڪت علي، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، پيرغلام مجدد سرهندي ۽ شري شنڪر آچاريہ کي ٻہ ٻہ سال سزا ملي.

پيرصاحب ڪجهہ وقت آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ۽ ڪجهہ وقت آل انڊيا خلافت ڪميٽيءَ جو بہ ميمبر رهيو ۽ سنڌ جي مسلمان ڪانگريسي ميمبرن مان شروعاتي ميمبر هو.

دادو ضلعو جڏهن ڏارٽيو تہ لوڪل بورڊ جون چونڊون ٿيون پيرصاحب پنهنجي دوستن، خان بهادر يارمحمد ۽ خان بهادر محمد پريل ڪلهوڙي جي چوڻ تي جوهيءَ مان اليڪشن ۾ بيٺو، پر سياست ۾ ناتجربي ڪار هئڻ ڪري هار مليس. بقول سندس ”اڳتي لاءِ سٺو سبق مليو“. ڪين اسڪول بورڊ جي ميمبري ملي. 1936ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ لاءِ اليڪشن جي تياري شروع ٿي ۽ پير صاحب بہ ميدان ۾ لهي پيو. پاٽ جي مشهور وڪيل خان بهادر يارمحمد جوڻيجي کي هارائي سنڌ اتحاد پارٽيءَ طرفان پيرصاحب سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. سنڌ اتحاد پارٽيءَ کي سڀ ڇڏي ويا پر

پيرصاحب پوءِ بہ وفا ڪئي ۽ ان ۾ رهيو. پيرصاحب مسلمان ڪانگريس ۾ بہ شامل رهيو. 23- مارچ 1938ع ۾ پيرصاحب الله بخش سومري جي ڪابينا ۾ روينيو جو وزير رهيو ۽ پوءِ وزير تعليم ٿيو. 1942ع ۾ بنده علي خان جي وزارت مهل الڳ ٿي ويو. ۽ ان ئي سال الله بخش سومري جي وزارت بہ وئي ۽ پيرصاحب ٻيهر وزيرتعليم ٿيو ۽ مال جي وزارت جو قلمدان بہ پيرصاحب وٽ هو. تعليم جي وزارت سنڀالڻ وقت سنڌ ۾ تعليم جو تناسب تمام گهٽ هو، پيرصاحب تعليم ڪي عروج ونرائڻ لاءِ تعليمِ بالغان شروع ڪرائي ۽ ان ڪي مؤثر بنائڻ لاءِ سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪيائين. ان دور ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ صرف چار ثانوي اسڪول هئا. ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ جو تہ تصور بہ نہ هو. سندس ڪوشش سان ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ٿي. پير صاحب ان جو پهريون وائيس چانسيلر اي.بي.اي حليم ڪي مقرر ڪيو. جيڪا بعد ۾ ڪراچي يونيورسٽي ٿي وئي. بعد ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي رٿا تيار ڪري بل پيش ڪيائون ۽ سخت مخالفت جي باوجود اهو بل پاس ڪرايائين. سائين جي.ايم.سيد پنهنجي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" جي جلد 2 جي صفحي نمبر223 تي لکن ٿا: "سنڌ جي جملي وزيرن کان هن جي وزارت جي عرصي جا تعميري ڪم گهڻا آهن."

سنڌ ۾ سندس ايام وزارت جا مکيہ يادگار هيٺيان آهن:

سنڌ مسلم ڪاليج برپاڪرڻ، سنڌ ۾ زوري مفت تعليم، ۽ بالغن جي تعليم رائج ڪرڻ، سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ، موجوده اين.جي.وي هاءِ اسڪول ۽ ٺٽوڪي سنڌ ايس.ٽي ڪاليج لاءِ بلڊنگ نهرائڻ، ڪراچيءَ ۾ ٻن پيرالاهي بخش ڪالونين جي نهرائڻ ۾ مدد ڏيڻ، ان کان سواءِ ڪيترن ئي ڪاليجن ۽ تعليمي ادارن جي برپاٽيڻ ۾ پڻ پيرصاحب جو هٿ هو. 1943ع ۾ الله بخش سومري جي وزارت ختم ڪري سرغلام محمد ڪي حڪومت جي دعوت ڏني وئي. تہ پير صاحب مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. 1932ع کان 1937ع تائين سرشاهنواز ڀٽو سان گڏ سنڌ ڪي بمبئيءَ کان الڳ ڪرڻ واريءَ تحريڪ ۾ پڻ حصو روتو . سرشاهنواز سان گڏ سنڌ يونائيٽيڊ فرنٽ ۾

جوش ۽ ولولي سان ڪم ڪيو. پيرالاهي بخش صاحب ڪجهه وقت خاڪسار تحريڪ ۾ به رهيو.

پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ سنڌ جو گورنر سرغلام حسين هدايت الله ٿيو ۽ ايوب کهڙو وزيراعليٰ ٿيو. ايوب کهڙي ڪراچيءَ کي مرڪزي حڪومت ۾ شامل ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو ته مرڪز سندس حڪومت ختم ڪري سندس جاءِ تي پيرالاهي بخش کي سنڌ جو وزير اعليٰ مقرر ڪيو. پير صاحب وزيراعليٰ ٿيندي ئي حڪم جاري ڪيو ته:

سنڌ آبزرور اخبار ڇهن مهينن لاءِ بند.

جي.ايم.سيد پنهنجي ڳوٺ ۾ نظر بند.

جي.ايم.سيد اليڪشن ۾ قاضي محمد اڪبر ڪان هارايو، پوءِ جي.ايم.سيد قاضي صاحب تي ڌانڌليءَ جو ڪيس ڪيو، ڪيس ۾ جي.ايم.سيد جو وڪيل پيرعلي محمد راشدي هو ۽ پيرالاهي بخش قاضي صاحب جي ڪيس ۾ گواهه هو. ڪورٽ سزا ٻڌائي، جنهن ۾ قاضي صاحب ۽ پيرصاحب جي ميمبري ختم ۽ ڇهن سالن لاءِ ٻئي نااهل قرار ڏنا ويا. ڇهن سالن جي سزاختم ٿيڻ ڪان پوءِ پيرصاحب هميشه لاءِ اقتدار جهڙي ڪنوار ڪان محروم رهجي ويو.

"ون يونٽ" جي قيام ڪان پوءِ ان جي خلاف پيرصاحب تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ 1953ع تي ان ڏوهه ۾ ٻين اڳواڻن سان گڏ گرفتار ٿيو ۽ پوءِ آزاد ٿيو. ايوب خان جي مارشلا واري دور ڪان پوءِ پيرصاحب عملي سياست ڇڏي ڏني. وري 1969ع ۾ دوستن جي اصرار تي سياست ۾ سرگرم ٿيو.

11 آڪٽوبر، 1954ع تي حيدرآباد ۾ "ون يونٽ" جي خلاف سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ پيرالاهي بخش هڪ يادگار تقريرڪئي؛ ان جو متن هن طرح آهي:

> "جناب صدر! مان هن موضوع تي ڊگهي تقرير ڪرڻ نٿو گهران. منهنجي آنربل دوست مسٽر جي.ايم.سيد جيڪي به ٿي ڳالهيون پيش ڪيون هيون، مان سمجهان ٿو ته انهيءَ جي نقطہ نگاهه ڪان به ٿي ڳالهيون هن هائوس جيُ اڳيان پيش ڪريان.

مسٽر جي.ايم.سيد هن هائوس جي اڳيان، جيڪا 16- سيپٽمبر تي عريضي پيش ڪئي هئي، انهيءَ جون بہ ٽي ڳالهيون هتي واضح ڪرڻ گهران ٿو. ٻيو تہ انهيءَ تي ڪيترن ئي آنربل ميمبرن صاحبن چيو آهي ۽ آنربل شاهنواز پيرزادي بہ چيو آهي، جي مان پوءِ اوهان کي پيش ڪندس.

جناب صدر! مسٽر جي.ايم.سيد جيڪي ڳالهيون پنهنجي عريضيءَ ۾ پيش ڪيون آهن. سي مان هتي واضح ڪريان ٿو:

(1) دولت پاڪستان جي مرڪزي قانون ساز ادارن ۾ سنڌ کي بہ اوترائي عيوضي ملڻ گهرجن، جيترا سڀني مستقل قوميتن مان هرهڪ کي ملن.

(2) صوبائي اختيارن جي حدن اندر پنهنجين سمورين ملازمتن تي پاڻ قابض هجن.

(3) ملڪ جي دفاعي ملازمتن سميت سڀني مرڪزي ملازمتن ۾ ڪين آدم شماريءَ جي لحاظ سان جڳهون ملڻ گهرجن.

(4) پنهنجي قدرتي ذرائع پيداوار ۽ پنهنجي صنعتي ۽ تجارتي وسائل جي ملڪيت ۽ استعمال سندس ئي مڪمل اختيار ۾ هجن.

(5) اعليٰ کان اعليٰ تعليم پنهنجي مادري زبان جي ذريعي حاصل ٿئي.

(6) سمورين سنڌي ڳالهائيندڙ ايراضين (ڪراچي فيڊرل ايراضيءَ سميت) جهڙوڪ رياست خيرپور، بهاولپور جا ڪي حصا، رياست لسٻيلو وغيره، جيڪي جاگرافيءَ جي لحاظ سان هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن، تن سڀني جي قومي زندگي متحده سياسي اجتماع تي ٻڌل هجي ۽ کيس اهي سمورا سياسي، اقتصادي، ثقافتي ۽ ٻيا حق حاصل هجن، جن تي قوميتن جي

خود ارادي واري تسليم شده اصول هيٺ ڪنهن به مستقل قوميت جو حق جاري تي سگهي ٿو.

جناب صدر! هيءُ ريزوليشن آهي، جنهن تي سيني هڪ هڪ صاحبن گهڻو ڳالهايو آهي، پر هڪ ڳالهه ضرور چوندس ته، اسان جو آنربل چيف منسٽر صاحب جو مون کان گهڻو آزمودگار آهي، تنهن کان پڇيو وڃي ته سنڌ جڏهن بمبئيءَ سان شامل هئي، تڏهن ان جي ڪهڙي حالت هئي! جڏهن اتي سنڌ جا مان سمجهان ٿو ته 18، 19 ۽ 20 ميمبر هوندا تن سان ڇا حالت ٿي گذرندي هئي، ڪيس چڱيءَ طرح خبر هوندي.

توهان تنهن وقت سنڌ جي حالت ڏسو ها جڏهن بمبئيءَ سان شامل هئي ته ان جي حالت بدتر هئي. اسان سان ماٽيجي ماءُ وارو برتاءُ هو. جنهن ڪري اسان جي آنربل چيف منسٽر صاحب زور شور سان ڪوشش ونئي سنڌ بمبئيءَ کان الڳ ڪرائي. تنهنڪري هاڻي به اسان سان ساڳي حالت ٿيندي، جو سنڌي پيا دربدر ٿيندا. تنهنڪري سنڌي عوام انهيءَ ”هڪ يونٽ“ تيڻ تي خوش نه آهي. مهرباني ڪري سنڌي عوام کان انهيءَ باري ۾ به رايو ورتو وڃي، ڏنڊي جي زور تي هيءُ ريزوليشن پاس ڪرايو نه وڃي. مان اوهان کي چيلنج ڪندس ته سنڌ جو عوام ان ڳالهه لاءِ هرگز تيار نه آهي. ڇاڪاڻ ته مان ٻهراڙين ۾ ويو آهيان ۽ مون کي خبر آهي ته سنڌي عوام ڪنهن به حالت ۾ ”هڪ يونٽ“ ۾ راضي نه آهي. ٻيو مان اڄ جو مثال اوهان کي ٻڌايان ٿو ته، جيئن مان صبح جو آيس پئي ته رستي تي چانهه جو هوٽل هو، اتي اچي بينس ته هوٽل واري مون کان پڇيو ته، اوهان سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر آهيو ڇا؟ مون چيومانس ته تون ڪيئن ٿو چوين. تنهن تي جواب ڏنائين ته: اڄ اسيمبلي ٿيندي، جنهن ۾ ”هڪ يونٽ“ جو سوال بحاليءَ لاءِ پيش ٿيندو ۽ انهيءَ ڪري سمجهيم ته اوهان به ميمبر آهيو. تنهن تي مون چيو مانس ته هائو ۽ مون کي چيائين ته: توهين وڃو ڇا سنڌ کي ختم ڪرڻ!

سائين منهنجا سنڌ جي عوام جي اها حالت آهي. مگر جي
توهان ڏنڊي جي زور سان يا ماڻهن کي جيل ۾ وجهڻ سان يا
پوليس جي زور سان، جنهن جي پهري هيٺ اسان آهيون،
"هڪ يونٽ" جو ريزوليشن پاس ڪرائيندا ته اهو نيڪ نه آهي."

**وفات:** پيرصاحب کي دم جي شڪايت رهندي هئي. پيرصاحب پيرالاهي بخش ڪالونيءَ ۾ عيدنماز اداڪئي ۽ پوءِ عباسي شهيد اسپتال ۾ داخل مخدوم طالب الموليٰ جي طبع پرسي ڪيائين ۽ کين عيدمبارڪ ڏنائين. ۽ ان کان پوءِ نواب غلام مصطفيٰ جتوئي ۽ صوبائي اسيمبلي جي رڪن الحاج زاهد عليءَ سان ملاقات ڪيائون، شام جو پيرصاحب کي پيٽ ۾ تڪليف ٿي، تڪليف وڌي وڃڻ ڪري پيرصاحب کي رات جو 11 وڳي سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ داخل ڪيو ويو، اتي پيٽ جي سور سان گڏ کين رت جون الٽيون به ٿي پيون. بعد ۾ پيرصاحب جو پرسنل ڊاڪٽر پروفيسر مشتاق گهرايو ويو، پر ڊاڪٽرن جي غفلت سبب پيرصاحب جورت گهٽو وهي چڪو هو ۽ سندس موت واقع ٿيو. پيرصاحب تقريباً 80 سال هن فاني دنيا ۾ رهيو. 8 آڪٽوبر 1975ع تي صبح جو 11 وڳي پير صاحب جي جنازي نماز ايم.سي پارڪ ۾ مولانا احتشام الحق ٿانويءَ پڙهائي، ۽ ڪيس مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

پونيرن ۾ پنج پٽ- پيرمحمد نواز، پير شاهه نواز، پير عبدالحميد، پير عبدالمجيد ۽ پيرعبدالرشيد ۽ به نياڻيون ڇڏيون. وڏن عهدن تي رهڻ جي باوجود پير صاحب مختصر ملڪيت ڇڏي. هن دور ۾ سندس پوٽو پير مظهرالحق (موجوده سينيئر وزير ۽ صوبائي وزير تعليم) سندن سياسي وارث آهي.

پيرصاحب جي وفات کان پوءِ ڪونا والا جي ڪوشش سان يادگار "پيرالاهي بخش لٽريسي ٽاور" سکر جي ريلوي اسٽيشن پرسان هڪ ٽڪريءَ تي جڙيو، جيڪو اڄ به پير صاحب جي ياد تازي ڪرائي ٿو.

**تعزيتون:**

تعزيتي پيغام: وزيراعظم ذوالفقارعلي ڀٽو چيوته: توهان جي والد سنڌ جي لاءِ وڏي وزير جي حيثيت سان نمايان خدمتون سرانجام ڏنيون

هيون. آءٌ ۽ منهنجي اهليه هن ڏک واري موقعي تي توهان جي غم ۾ شريڪ آيون. انهيءَ کان علاوه صدرپاڪستان چوڌري فضل الاهي گورنر سنڌ بيگم رعنا لياقت علي خان وڏو وزير مسٽرغلام مصطفيٰ جتوئي، وفاقي وزيرتعليم مسٽر حفيظ پيرزادو، وزير اطلاعات ميرهزار خان بجاراڻي، صوبائي وزير ٽرانسپورٽ سيد بديع الحسن زيدي، صوبائي وزير مواصلات ميرعطا حسين ٽالپر، ۽ ٻين اهم سياست دانن ۽ دانشورن تارون ڪري سندن خاندان سان تعزيت ڪئي.

مرحوم کي صدر، وزيراعظم، وزيراعليٰ ۽ مخلتف اڳواڻن خراج تحسين پيش ڪيو.

سنڌ ۽ بلوچستان هاءِ ڪورٽ جي ريفرنس ۾ مرحوم کي خراج تحسين پيش ڪيو ويو ۽ زندگيءَ جي هرشعبي سان تعلق رکندڙن پيرصاحب جي مرتئي تي پونيرن سان تعزيت ڪئي ۽ انتهائي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ هي جملا چيا تہ: پيرالاهي بخش جي وفات سان سنڌ هڪ عظيم محب وطن اڳواڻ کان محروم رهجي وئي - سندس خدمتن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي.

محمد امين مگسي

# پير الاهي بخش صاحب

جديد سنڌ جي سياست تي جن شخصيتن اڻ مٽ نشان ڇڏيا آهن، انهن شخصيتن ۾ پير الاهي بخش صاحب نمايان نظر اچي ٿو. پير صاحب جو خاندان پان سيدآباد تعلقي سيوهڻ جي پرسان پير ڳوٺ جو وينل هو. سندن خانداني تعلقات مخدوم آف هالا شريف وارن سان پڻ رهيا آهن. سندن ڏاڏي جو نالو پير غلام حسين صاحب هو. هن خاندان جا مريد ڪانياواڙ ۽ هندستان ۾ ڪافي جاين تي اڄ به موجود آهن.

پير الاهي بخش صاحب 1895ع ڌاري پنهنجي اباڻي ڳوٺ پيرڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم پانن جي اسڪول ۾ حاصل ڪئي. ان کان پوءِ مئٽرڪ خيرپور ميرس هاءِ اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. وڌيڪ تعليم لاءِ عليگڙهه ڪاليج ۾ ويا. جتي ڪجهه ٽائيم پڙهيا. عليگڙهه مان جن شاگردن مولانا محمد علي جي چوڻ تي ڪاليج ڇڏيو ۽ قطع تعلقات ڪيو، انهن ۾ پيرالاهي بخش صاحب به شامل هيو. عليگڙهه مان ڇڏي پاڻ نئين برپا ڪيل جامعه مليه يونيورسٽيءَ ۾ اچي پڙهڻ لڳو. هن درسگاهه جو بنياد محمود الحسن وڌو ۽ حڪيم اجمل خان ان جو وائيس چانسيلر هو. اها يونيورسٽي پوءِ دهلي ۾ ڪجي وئي.

جامعه مليه ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پير صاحب جن سنڌ ۽ ڪراچي ۾ 10-9-8 جولاءِ 1921ع تي سڏايل ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو. جنهن ۾ مولانا شوڪت علي، ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، پير غلام مجدد سرهندي، شنڪر آچاريه کي به ٻه سال سزا ملي هئي. خلافت تحريڪ جهڪي ٿيڻ کان پوءِ بي.اي، ايل.ايل.بي جا امتحان پاس ڪري لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪيائين، وڪالت جي دوران به جلسن جلوسن، عام ڪانفرنسن ۾ حصو وٺندو رهيو ۽ سندن ماڻهن سان رابطو رهندو آيو. سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کان پوءِ 1937ع ۾ پهريون چونڊون سنڌ اسيمبليءَ جون ٿيون. پير صاحب انهن ۾ حصو ورتو. سندن مقابلو دادو- جوهي تڪ مان علائقي جي با اثر شخص خانبهادر يار محمد خان جوڻيجو پاٽ جو

وينل هو، ان سان ٿيو. پير صاحب ڪيس شڪست ڏني ۽ اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيو. پير صاحب سنڌ اتحاد جو ميمبر پڻ هو.

مارچ 1938ع ۾ سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت کي شڪست آئي. جنهن کان پوءِ الله بخش سومري جي وزارت ٺهي. پير صاحب کي روينيو جو وزير طور ڪنيو ويو. پير صاحب پير علي محمد راشدي صاحب سان گڏجي سنڌ ۾ عوام سان رابطو ڪيو. جيڪو بلڪل نئون تجربو ۽ هڪ نئين روايت هئي. ان کان اڳ ڪڏهن به اهڙي قسم جو رواج نه هوندو هو ته وزير، عوام وٽ وڃن ۽ رابطو ڪن. پير صاحب سڄيءَ سنڌ جا عوامي دورا ڪيا ۽ جلسا ڪيا. عوام کي ذهن نشين ڪرايو ته نئين وزارت سندن ڀلي لاءِ ڪم ڪرڻ چاهي ٿي. پير صاحب عوام جون شڪايتون ٻڌي موقعي تي حڪم جاري ڪيا. عوام جا ڏک سور ۽ حال احوال معلوم ڪيا. سنڌ ۾ اهو پهريون مثال هو جو سرڪاري عملدار ۽ عوام هڪ ٻئي جي قريب ٿيا ۽ برابري ۽ هڪجهڙائيءَ جو ثبوت ڏنو ۽ هڪ ئي دسترخوان تي گڏ ماني کاڌي.

ايک هي صف ۾ کهڙے هوگئے محمود و اياز

ماڻهن ۾ اهو تاثر قائم ڪيو ويو ته وزير ۽ عملدار عوام جا خدمتگار آهن. ان ڪري آفيسرن کي عوام جو خادم ”السلطان خادم“ وارو نمونو پيش ڪرڻ گهرجي. پير صاحب جي ان طوفاني دوري ماڻهن ۾ همت، جرئت ۽ بهادري ۽ بيداريءَ جي لهر پيدا ڪري ڇڏي. پر وري ٻئي طرف آفيسرن ۽ بيورو ڪريٽ طبقي ۾ ناراضگي پيدا ٿي. خاص طور تي يورپي ذهن رکندڙ آفيسرن گورنر کي شڪايت ڪئي ته پير صاحب جي دورن سندن رعب ۾ ڪمي آڻي ڇڏي آهي ۽ ماڻهن ۾ قانون جي عزت گهٽجي ويئي آهي. اهڙي قسم جا الزام لڳايا ويا. خاص طور تي آفيسر طبقي پير صاحب جي ان دوري کي ناڪام بنائڻ لاءِ ڪيتريون ئي قانوني رڪاوٽون حائل ڪيون. گورنر ۽ آفيسر طبقي جي دٻاءَ ٻين وزيرن کي پڻ مجبور ڪيو، جيڪي پڻ عوام سان تعاون ڪرڻ لڳا ۽ آفيسرن جي پيدا ڪيل پروپيگنڊا جي اثر ۾ اچي ماڻهن سان عدم تعاون ڪرڻ لڳا.

حقيقت ۾ عوام ۾ شعور ۽ حوصلي وڌڻ سان ٽن گروهن کي نقصان پهتو ٿي، اهي طبقا هئا:

1. وڏا زميندار. 2 هندو شاهوڪار طبقو 3- آفيسر.
اهي ٽئي طبقا عوام کي دٻائي نيچ ڪرڻ ۾ برابر جا شريڪ هئا. پير صاحب، الله بخش وزارت ۾ مارچ 1940ع تائين رهندو آيو. ان کان پوءِ مير بندهه علي جي وزارت ۾ هڪ سال کن رهي، پوءِ وزارت کان ٻاهر رهيو.

1941ع ۾ وري الله بخش وزارت قائم ٿي، ان ۾ ٻيهر شامل ٿيو. 1942ع ۾ خانبهادر الله بخش ڪانگريس تي ڪنيل قدمن خلاف احتجاج ڪيو ۽ انگريزن طرفان مليل لقب واپس ڪيا. ان تي گورنر کيس ڊسمس ڪري ڇڏيو ۽ سر غلام حسين کي وزارت ٺاهڻ جي آڇ ڪئي. پير صاحب ان وزارت ۾ شريڪ ٿيو ۽ پوءِ مسلم ليگ ۾ پڻ شموليت اختيار ڪئي.

1947ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. سر غلام حسين سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ وزيراعظم جي چارج محمد ايوب کهڙي کي ملي. 1948ع ۾ کهڙي صاحب جو ڪراچيءَ جي سوال تان مرڪزي حڪومت سان اختلاف ٿي پيا. کهڙي صاحب ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ان ڪري مرڪزي حڪومت ان کي ڊسمس ڪري ڇڏيو. ۽ پيرالاهي بخش وزيراعليٰ بڻيو. 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون نئين سر چونڊون ٿيون. ان ۾ پير صاحب متحده محاذ طرفان چونڊجي آيو، ۽ متحده محاذ جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. 9 نومبر 1954ع ۾ پيرزادو وزارت ڊسمس ٿي ۽ گورنر جنرل غلام محمد، کهڙي صاحب تان پروڊا جون پابنديون ختم ڪري کيس سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو. کهڙو صاحب وزيراعليٰ بڻجندي پير صاحب جي پٺ کي جيل ۾ وڌو ۽ 11 - ڊسمبر 1954ع تي حيدرآباد ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس سڏرائي ميمبرن کان زوري بل پاس ڪرائي سنڌ کي 'ون يونٽ' ۾ شامل ڪرايو. ان نهراءَ جي برخلاف ووٽ ڪندڙن مان پير صاحب به هو.

19- جنوري تي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون، ان ۾ پير صاحب چونڊجي آيو ۽ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ متحده محاذ پارٽيءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. پاڪستان نيشنل پارٽي ٺهي ۽ پير صاحب ان جو ميمبر رهيو. 17 سيپٽمبر 1959ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ 'ون يونٽ' ٽوڙڻ جو نهراءُ رئيس غلام مصطفيٰ خان

پرڳڙي پيش ڪيو، ان جي پاس ڪرائڻ لاءِ پير صاحب تمام گهڻي ڪوشش ورتي. 18 آڪٽوبر 1958ع ۾ ملڪ ۾ مارشل لاءِ نافذ ڪيو ويو ته پير صاحب کي به ٻين ملڪ جي مکيه سياستدانن وانگر سياست مان خارج ڪيو ويو. پير صاحب ذاتي طور تي سادگي پسند، ڪفايت شعار، ملڻا جلڻا، يارن جا يار، نمازي، خوش خلق، عوام سان ميل جول رکڻ وارا انسان هئا. اقتدار ۾ هجي يا اقتدار کان ٻاهر. هرحال ۾ سندس حالت هڪ جهڙي رهندي هئي. ڪنهن به ماڻهوءَ کي فائدو پهچائڻ ڪانسواءِ نه رهندو هو. هو هڪ سخي ۽ فياض انسان هو. سنڌ جي مڙني وزيرن کان پير صاحب جي وزارت جا سماجي، تعليمي ۽ تعميري ڪم گهڻا آهن. سنڌ ۾ سندس ايام ڪاري دوران خاص ڪم هيٺيان آهن:

سنڌ مسلم ڪاليج برپا ڪرڻ، سنڌ ۾ زوري تعليم ۽ مفت تعليم عام ڪرڻ، بالغن جي تعليم رائج ڪرڻ. موجوده اين-جي- وي هاءِ اسڪول ٺٽوڪي سنڌ ايس-ٽي ڪاليج لاءِ بلڊنگ ٺهرائڻ، ڪراچي ۾ پيرالاهي بخش ڪالوني ٺهرائڻ ۾ مدد ڏيڻ. ان ۾ ڪيترن ڪاليجن ۽ اسڪولن کي قائم ڪرڻ ۾ پير صاحب جو وڏو هٿ هو. پير صاحب بنيادي طور تي روشن ۽ ترقي پسند خيالن جو مالڪ هو، هو عوام ۾ شعور ۽ سجاڳي پيدا ڪرڻ ۽ ان جي خدمت ڪرڻ جي جذبي سان سرشار هو.

[ڪتاب: ”جوڳيئڙا جهان ۾“ (مشاهير دادو) از- محمد امين مگسي. ڇپائيندڙ: علامه آءِ. آءِ. قاضي اڪيڊمي ميهڙ، مئي 1997ع]

*

ڏٽي بخش مگسي

# دادوءَ جو جهونو سياستدان

## پيرالاهي بخش

مرحوم پيرالاهي بخش ولد پير نواز علي شاهه سنڌ جي سياستدانن ۾ نالي واري سياستدان، وڪيلن ۾ برڪ وڪيل، ڀان شهر جي لڳ تعلقي سيوهڻ ۾ 1895ع ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڀان شهر جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪيائين ۽ ان بعد سيڪنبري تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ خيرپور ميرس جي ناز هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين. جتان 1919ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ عليڱڙهه ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. جتان مولانا محمد علي جوهر جي چوڻ تي 1920ع ۾ عليڱڙهه ڪاليج ڪي ڇڏي جامع مَليه ۾ پڙهڻ لاءِ ويو. ان وقت جامع مليه جو چانسيلر حڪيم اجمل خان هو. اتي ڪجهه وقت پڙهڻ ڪان پوءِ پير صاحب سنڌ واپس موٽي آيو. اُن وقت سنڌ ۾ خلافت تحريڪ زورن تي هئي ۽ پير صاحب ان تحريڪ ۾ زور شور سان حصو وٺڻ لڳو.

جڏهن انگريزن خلافت تحريڪ جو زور ٽوڙي وڌو تہ پير صاحب ٻيهر عليڱڙهه ڪاليج ۾ داخلا ورتي، جتان پاڻ 1929ع تائين لاڳيتو پڙهي ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪري، لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪيائين. اُن وقت لاڙڪاڻو ضلعو هو، جنهن ۾ دادو پڻ شامل هو. سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب 1937ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ لاءِ دادوءَ جي تڪ مان خانبهادر يار محمد جوٽيجي جهڙي نالي واري ۽ بااثر شخصيت جي مقابلي ۾ اليڪشن ۾ بيٺو. جنهن ۾ پير الاهي بخش اليڪشن کٽي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. فوراً ئي پاڻ سنڌ اتحاد پارٽيءَ جو ميمبر ٿيو.

پير الاهي بخش صاحب الله بخش سومري جي وزارت ۾ روينيو کاتي جو وزير مقرر ٿيو ۽ سال 1940ع تائين وزير رهيو. وري 1941ع ۾ الله بخش سومري صاحب جي وزارت ۾ ٻيهر وزيرمقرر ٿيو ۽ 1942ع ۾ سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت ۾ وزير ٿي رهيو.

1946ع جي چونڊن ۾ پير الاهي بخش مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ ساڳئي سال ۾ جي. ايم. سيد جي مقابلي ۾ قاضي محمد اڪبر جي حمايت ڪيائين. پاڪستان نهڻ کان پوءِ محمد ايوب کهڙي جو ڪراچيءَ جي مسئلي تي مرڪزي حڪومت سان اختلاف ٿي پيو. کهڙي صاحب ڪراچيءَ کي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. مرڪزي حڪومت کهڙي صاحب جي وزارت کي ختم ڪري پير الاهي بخش کي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو.

سال1949ع ۾ جي.ايم.سيد جي اليڪشن پٽيشن جي فيصلي جي نتيجي ۾ پير صاحب کي وزارت ۽ ميمبريءَ تان هٿ ڌوئڻو پيو ۽ قاضي فضل الله وزير اعليٰ مقرر ٿيو.

1952ع ۾ پير صاحب متحده محاذ پاران سنڌ اسيمبليءَ جي سيٽ تي چونڊجي آيو ۽ متحده محاذ جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو.

1954ع تي سنڌ اسيمبلي ۾ "ون يونٽ" خلاف ووٽ ڪندڙن ۾ پير صاحب پڻ شامل هو. پاڻ وري بہ مغربي پاڪستان اسيمبلي 1956ع ۾ اسيمبلي ميمبر چونڊجي آيو، پر 1958ع واري مارشل لا ۾ پير صاحب بہ ٻين سياستدانن وانگر سياست کان خارج ٿي ويو. ان کان پوءِ پير صاحب پنهنجي زمينداري سنڀالڻ ۽ وڪالت ڪرڻ لڳو.

پير الاهي بخش پنهنجي وزارت جي دور ۾ سنڌ ۾ زوري تعليم ڏيارڻ ۽ تعليم بالغان وارا قانون پاس ڪرايائين ۽ انهن قانونن تي عمل درآمد ڪرڻ لاءِ سخت قانون پڻ جوڙيائين. ان کان علاوه سنڌ مسلم ڪاليج، اين.جي.وي هاءِ اسڪول ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جهڙا تعليمي ادارا قائم ڪرايائين.

پير الاهي بخش صاحب محمد پريل پنهور جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو، ڇاڪاڻ تہ جڏهن پير صاحب خيرپور ميرس ۾ پڙهندو هو، تنهن وقت خيرپور ميرس جو وزير محمد پريل پنهور هو، جيڪو تعلقي دادوءَ جي ڳوٺ 'عبدالرحيم جو ڪوهہ' جو رهاڪو هو. جنهن صاحب رياست خيرپور جي طرفان دادوءَ وارن ڇوڪرن کي فري بورڊنگ (مفت رهائش) ۽ هر هڪ شاگرد کي بہ رپيا اسڪالر شپ ماهوار ڏياريندو هو. جن ۾ پير صاحب ۽ قادر بخش مگسي پڻ شامل هئا. جن کي محمد

پريل پنهور تمام گهڻو پائيندو ٻه هو. چاڪاڻ تہ اهي ٻئي شاگرد (پيرالاهي بخش ۽ قادربخش مگسي) تمام ذهين هئا، تہ ساڳئي وقت اهي شاگرد سندس ڳوٺ جي ويجهڙائي وارا هئا.

ان کان علاوه پير الاهي بخش سان جيڪي دوست خيرپور ميرس ۾ گڏ پڙهندا هئا، تن کي ياد ڪندي ڪجهہ نالا ذهن تي ياد اچي رهيا آهن:

**مرحوم سيد مدد علي شاهہ**

سابق ڊپٽي ڪمشنر دادو اصل وينل ڳوٺ نوشهرو فيروز، نوابشاهہ.

**نور محمد پٽي**

سابق ڊپٽي ڪمشنر دادو وينل ڳوٺ موريو پٽي لڳ چڪ، ضلع دادو.

**قادر بخش مگسي** آفيس سپرٽينڊنٽ

پي.ڊبليو.ڊي بلڊنگس دادو، ڳوٺ گل محمد مگسي تعلقو ضلعو دادو.

**الله بخش انصاري**، ڊپٽي ڪمشنر دادو وينل ٺٽو.

**علي محمد گاڏهي**

سپرٽينڊنٽ آف پوليس حيدرآباد وينل خيرپور ناٿن شاهہ ضلعو دادو.

**علي محمد سيال** عرف ٻوڪ صاحب، ڊائريڪٽر ايجوڪيشن.

**آغا عبدالنبي پناڻ**، ڊپٽي ڪمشنر وينل شڪارپور ضلعو شڪارپور.

**نور نبي ڇهواڻ**، سپرٽينڊنٽ آف پوليس ٺٽو وينل خيرپور ميرس.

**علي خان ابڙو صاحب**، انسپيڪٽر صاحب آف اسڪولس حيدرآباد ڊويزن وينل ضلعو لاڙڪاڻو

**عبدالقادر ڪنير**، ڊپٽي ڪمشنر دادو وينل خيرپور ميرس ٻيا وغيره.

پير الاهي بخش کي ٽي نياڻيون ۽ پنج پٽ ٿيا. هر هڪ: نالي پير محمد نواز، پير شاهنواز، پير عبدالمجيد، پير حاجي عبدالحميد، پير عبدالرشيد.

پير الاهي بخش قداور، بدن جو هلڪو ۽ مٿي تي ڳاڙهي ترڪي ٽوپي پائيندو هو. اڇي قميص سلوار ۽ بوٽ پائيندو هو. ڪلهي تي اڇو ٽوال ۽ هٿ ۾ ڏونگڙو لڪڻ کڻندو هو. وزارت واري دور کان وٺي پڄاڻيءَ تائين امير غريب سان هڪ جهڙو هلندو هو، سادو کائيندو ۽ هنڊائيندو هو.

پير صاحب صورت ۽ سيرت جو من موهيندڙ ۽ صوم صلوات جو پابند هوندو هو.

دادوءَ جي هن جهوني سياستدان 1975ع ۾ وفات ڪئي. سندس وصيت مطابق کيس پير الاهي بخش ڪالوني ڪراچيءَ جي جامع مسجد شريف جي پير ۾ دفن ڪيو ويو، جيڪا مسجد سندس ٺهرايل آهي ۽ پير الاهي بخش ڪالوني پڻ سندس نالي پنيان آهي.

[ڪتاب "دادو منهنجون يادون" از: ڏٽي بخش مگسي ڇپائيندڙ: ڪاڇو پبليڪيشن ڪراچي، سال 2005ع]

*

اقبال احمد خان

# سنڌ جو وڏو وزير- الحاج پير الاهي بخش

8- آڪٽوبر 1975ع تي، جناب پيرالاهي بخش جي وفات سببان سنڌ صوبو هڪ معروف ۽ هردلعزيز شخصيت کان محروم ٿي ويو! پير صاحب جي وفات جو اطلاع جتي ۽ جنهن به حلقي ۾ پهتو، ان کي نهايت ئي ڏک ۽ غم سان ٻڌو ويو. سياسي ليڊرن جي مرتئي تي تعزيتي بيانن ۽ پيغامن جو اخبارن ۾ ڇپجڻ ڪا به غيرمعمولي ڳالهه نه آهي. پير الاهي بخش مرحوم لاءِ به رسمي طور تعزيت جو اظهار ڪيو ويو آهي، پر پير صاحب مرحوم اُنهيءَ اعتبار کان بنهه خوشنصيب ۽ منفرد ماڻهو هو جو هن 85 ورهين جي چڱي خاصي عمر ماڻي ۽ جڏهن هن خالقِ حقيقي جي دعوت تي لبيڪ چيو ته سندس دائمي جدائيءَ تي واقف ڪارن، ممنونِ ڪرم عزيزن ۽ دوستن محض رسمي افسوس جو اظهار نه ڪيو پر هر نقطئہ نظر سان سندس وفات کي نه صرف سموري صوبي پر ساري ملڪ جو نقصان تصور ڪيو. گهرو وڳوڙ ۽ صوبائي عصبيت جي ماحول ۾ پير صاحب جهڙي محب وطن پاڪستانيءَ جو وجود يقيناً غنيمت هو. صوبي سنڌ کي اڄ به پير صاحب جي ايتري ئي ضرورت هئي جو شايد ايتري ضرورت اڄ کان ڪجهه سال اڳ نه رهي هئي. هو اتحاد تي يقين رکندڙ هڪ بزرگ سياسي اڳواڻ هو.

پير الاهي بخش مرحوم برصغير جي هڪ مخصوص تاريخي دور جي نمائندگي ڪندو هو. سندس تعلق عملاً اُنهيءَ نسل سان هو،جنهن مسلمانن ۽ هندن کي به الڳ قومون سمجهيو ۽ مسلمانن لاءِ تحريڪ پاڪستان ۾ سر ڌڙ جي بازي لڳائي، چو ته مسلمانن جي فلاح جو اهوئي واحد رستو هو، ته هو رنگ، نسل، علائقائي ۽ لساني فرق کان مٿانهون رهي هڪ متحد ۽ منظم قوم بڻجن، ۽ سندن مخالفت ۾ مختلف دلفريب نعرن ۽ حيلن بهانن سان وڳوڙ پيدا ڪندڙ عناصرن جي مڪارين ۽ چالبازين کي ناڪام بڻائن.

جناب پيرالاهي بخش تحريڪ پاڪستان ۾ رهي سرشاهنواز ڀٽي مرحوم سان گڏجي سنڌ کي بمبئيءَ کان آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ قائداعظم محمد علي جناح جا هٿ مضبوط ڪيا. ان جو بنيادي سبب

سنڌ جي مسلمانن کي بمبئيءَ جي هندو سياستدانن ۽ شاهوڪارن جي سرپرستيءَ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ هو. ڇو ته ان طرح سان مسلمان، تعليم، واپار ۽ سرڪاري ملازمت ۽ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ هندن ۽ انگريزن جي هٿ هيٺ پئي رهيا. آل انڊيا مسلم ليگ باقاعده هڪ ٺهراءُ ذريعي سنڌ کي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ جو پهريون ئي مطالبو ڪري چڪي هئي.

پيرالاهي بخش هند جي ورهاست بعد مهاجر ۽ انصار کي بنا فرق جي سمورن رهواسين کي هڪجهڙي نظر سان ڏٺو. ان مان صاف ظاهر آهي ته موصوف کي متحده پاڪستان ۽ پاڪستاني عوام جو گڏيل مفاد ڪيترو عزيز هو. هو سنڌ ۾ پيدا ٿيو ۽ سنڌ لاءِ سندس دل ۾ قدرتي طور تي وڏي محبت پريل هئي، پر هن هڪ ڪشادي دل، ڊگهي نظر ۽ قومي اڳواڻ جي حيثيت سان اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته هو پهرين مسلمان ۽ پوءِ پاڪستاني شهري هو. هو پاڪستان کي اسلام جو مضبوط قلعو سمجهندو هو. "ون يونٽ" جي مخالفت جي سلسلي ۾ پير صاحب جو موقف واضح هو ته انهيءَ عمل سان صوبائي عوام جو احساس محرومي تمام شدت سان وڌي ويندو.

پير ڳوٺ (ضلع دادو) پير صاحب مرحوم جو اباڻو وطن ۽ جنم ڀومي هو. جتي هو 1895ع ۾ پيدا ٿيو هو. عليڳڙهه جي قيام دوران انهيءَ نسل ساز اداري ۾ هن کي تعليم حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو، اُتي ئي سندس دل ۾ مسلم قوميت جي سربلنديءَ جو احساس پيدا ٿيو. بي.اي اتان پاس ڪيائين، پوءِ مسلم يونيورسٽي عليڳڙهه مان قانون جو امتحان (ايل.ايل.بي) پاس ڪيو. تحريڪِ خلافت جي تاريخي جدوجهد کي پير صاحب تمام ويجهي کان ڏٺو ۽ مولانا محمد علي جوهر جي سرپرستيءَ ۾ جيڪا تحريڪ هلي رهي هئي، ان ۾ هو وڏي جوش ۽ ولولي سان گڏ شامل ٿيو، جتي سندس سياسي تربيت ٿيءَ ۽ مسلم قوميت جو ذوق اجاگر ٿيو.

جڏهن آل انڊيا مسلم ليگ جي لڳاتار مطالبي تي سنڌ کي بمبئيءَ کان الڳ ڪيو ويو، ته پير الاهي بخش صوبائي وزارت ۾ وزيرتعليم طور شامل ٿيو. گڏوگڏ وزارت خزانه جو قلمدان به کيس سونپيو ويو. تعليم جو قلمدان سنڀالڻ کان پوءِ پير صاحب سنڌجي پنهنجي پيل تعليم کي



سنڌ جا اڳوڻا ٻہ وڏا وزير:جناب پير الاهي بخش هڪ تقريب ۾
ان وقت جي وڏي وزير جناب غلام مصطفيٰ جتوئي کي بيج لڳائي رهيو آهي
(پي. آءِ بي هال ۾ آفيس واري تقريب 1975ع)



جناب پير الاهي بخش صاحب، جناب غلام مصطفيٰ جتوئي ۽ ٻيا پير الاهي بخش
ڪالونيءَ ۾ ڪميونٽي هال ۽ آفيس جي افتتاحي تقريب دوران



جناب پير الاهي بخش صاحب ۽ جناب غلام مصطفيٰ جتوئي پير الاهي بخش ڪالونيءَ ۾ هال ۽ آفيس جي افتتاحي تقريب دوران اسٽيج تي ويٺل آهن. مائيڪ تي هڪ ٻارڙو نعت پڙهي رهيو آهي



پير الاهي بخش ڪالوني ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل افتتاحي تقريب ۾
جناب پير الاهي بخش صاحب ۽ ٻيا شامل آهن



ڪراچي: جناب پير الاهي بخش صاحب، مير غلام علي ٽالپر ۽ ٻيا
ايئرپورٽ تي گروپ فوٽو ڪيرائيندي



ڪراچي: وزيراعليٰ سنڌ جناب پير الاهي بخش صاحب جن اولمپڪ گيمز جو افتتاح
ڪري رهيا آهن (1948ع)



ڪراچي: جناب پير الاهي بخش صاحب وزيراعليٰ سنڌ،
سنڌ اولمپڪ گيمز جي افتتاحي تقريب دوران (1948ع)



جناب پير الاهي بخش صاحب اسڪولي شاگردن ۽ استادن سان گڏ



ڪراچي: جناب پير الاهي بخش صاحب هڪ رانديگر کي ميڊل انعام طور ڏيئي رهيو آهي.



ڪراچي: وزيراعليٰ سنڌ جناب پير الاهي بخش صاحب، سنڌ اولمپڪ گيمز دوران عملدارن سان گڏ



ڏکڻ: جناب پير الاهي بخش صاحب هڪ تقريب ۾ حاضرين سان مخاطب آهن (1938ع)




ڊکڻ: جناب پير الاهي بخش صاحب 1938ع ۾ کوٽايل هڪ ڪارنر تقريب
کي خطاب ڪري رهيا آهن



(29 آڪٽوبر 1939ع) پهرين ايجوڪيشنل ڪانفرنس پونا ۾ پير الاهي بخش جي مختلف شخصيتن سان گروپ تصوير. پير صاحب ڪرسيءَ تي ڪابي پاسي کان پنجين نمبر تي ويٺل آهن



جناب پير الاهي بخش صاحب جن بندوق سان شڪار ڪري رهيا آهن



جناب پير الاهي بخش صاحب ۽ ٻين عملدارن جو شڪار ٽيل هرڻين سان گڏ ورتل فوٽو

عام ڪرڻ لاءِ نهايت ئي تن دهي ۽ لگن سان ڪم ڪيو، اڄ سندس وفات تي رڳو سندس خاندان ئي نه پر سنڌ جا سمورا طبقا سوڳوار آهن.

1937ع ۾ سنڌ جون جيڪي تعليمي حالتون هيون، ان جو موازنو اڄ جي تعليمي ترقيءَ سان ته نه ٿو ڪري سگهجي، پر ان وقت پوري صوبي ۾ ڪُل چار ثانوي اسڪول هئا. ڪاليج جو نانءُ نشان به نه هو، يونيورسٽيءَ جو تصور به نه هو. صوبائي وزيرتعليم جي حيثيت ۾ پيرالاهي بخش تعليمي ادارا کولرايا، سنڌ مدرسي کان علاوه صوبي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو قيام به سندس ئي ڪوشش جي نتيجي ۾ عمل ۾ آيو. ۽ اڄ اها سنڌ يونيورسٽي پوري ملڪ جو هڪ عظيم الشان تعليمي اداري جي حيثيت ۾ موجوده نسل جي ذهني تربيت ڪري رهي آهي. پروفيسر اي.بي حليم کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر، جناب پيرالاهي بخش مقرر ڪيو هو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1948ع ۾ پيرالاهي بخش سنڌ جو وڏو وزير بڻيو. سنڌ جي صوبائي سياست جو اهو نهايت اهم دور هو. پاڪستان جي وزيراعظم جناب لياقت علي خان ۽ خود پاڪستان جي باني قائداعظم محمد علي جناح کي انهيءَ وقت وڏا وڏا مسئلا درپيش هئا. هڪ طرف جمون ڪشمير ۾ ڀارت پنهنجي جارحاڻي ارادن سان گڏ ڪشميري عوام ۽ پاڪستاني مفادن خلاف جنگ جي شروعات ڪري ڇڏي هئي. ٻي طرف لکن جي تعداد ۾ مسلمان مهاجر هندستان کي ڇڏي پاڪستان اچي رهيا هئا. هر صوبي ۾ مهاجر ڪيمپ موجود هئي. پر سڀ کان وڌيڪ پنجاب ۽ سنڌ ۾ ڪيمپون هيون. جتي حڪومت کي مهاجرن جي معاشي، سماجي بحاليءَ جو مسئلو حل ڪرڻو هو. صوبائي مسلم ليگ ۾ اڪثر اندروني گهوٽالو رهندو هو. انهن سيني ڳالهين جي باوجود پير صاحب ذاتي طور تي ساڃي ئي جذبي ۽ لگن سان ڪم ڪندو رهيو.

سنڌ جي سياست ۾ جيڪو اندروني بحران ٿوري ٿوري ساهيءَ بعد پيدا ٿيندو هو، جنهن سبب مرڪزي حڪومت ۽ صوبائي حڪومت جي رابطن تي منفي اثر پوندو هو. مسٽر محمد ايوب کهڙو، مسٽر يوسف هارون ۽ پيرالاهي بخش وڏ وزارت جي عهدن تي فائز رهيا، ته ان وقت سڀ کان وڌيڪ مسئلا پناهه گيرن جي آبادڪاريءَ جا هئا. حقيقت اها آهي ته انهيءَ مسئلي تي جنهن سنجيدگيءَ ۽ باقاعده منصوبابنديءَ سان گڏ جناب پيرالاهي بخش

مرحوم ڪم ڪيو، اهو سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه يادگار رهندو. هن مهاجر وستي ناهڻ تي خصوصي ڌيان ڏنو، جيڪي اڄ به با رونق آبادين جي صورت ۾ موجود آهن. جن کي ڏسي بي ساخته علامه اقبال جو هيءُ شعر ياد اچي ٿو:

”ڪرين گے اهل نظر تازه بستيان آباد“

ڪراچيءَ کي مرڪزي حڪومت جو صدر مقام بڻائڻ لاءِ صوبي سنڌ کي خصوصي حيثيت ڏيڻ ۽ حيدرآباد کي سنڌ جو نئون گاديءَ جو هنڌ بڻائڻ جا منصوبا انهيءَ زماني ۾ بحث هيٺ هئا، ۽ مرڪزي حڪومت، ڪراچيءَ کي مستقبل جي فيصلي ڪرڻ ۽ باقي معاملن کي حل ڪرڻ لاءِ خصوصي ڪميٽي سنڌ جي وڏي وزير جي نگرانيءَ ۾ نهي. انهيءَ موقعي تي مسٽر ايوب کهڙي ۽ مرڪزي مسلم ليگ جي وچ ۾ جيڪا ڇڪتاڻ جاري رهي، اهو هڪ الڳ داستان آهي. البته پيرالاهي بخش مرحوم جي شخصيت جو اهو پهلو خصوصي طرح قابلِ ذڪر آهي ته هن هڪ محبِ وطن پاڪستانيءَ جي حيثيت ۾ قائداعظم محمد علي جناح جو اعتماد حاصل ڪيو ۽ سنڌ جي مقامي يا پناهه گير رهواسين ۾ ڪنهن قسم جو فرق پيدا ٿيڻ نه ڏنو، پر جتي ڪڏهن اهڙي صورتحال پيدا ٿيندي هئي، ته هو خوشگوار فضا ۽ دوستاڻي ماحول جوڙڻ لاءِ دورا ڪندو هو. پير صاحب جي قول ۽ فعل جي هڪ ڪَرائي هر مڪتبهٔ فڪر جي ماڻهن جي دليون کٽي وٺندي هئي. پير صاحب سنڌين ۽ مهاجرن جي وچ ۾ يڪسان طور تي قابلِ احترام شخصيت سمجهيو ويندو هو، ان ڪري پير صاحب هميشه محبت، انساني همدردي ۽ اتحاد جي روشن علامت بڻجي زنده رهيو ۽ رهندو.

(روزانه ”جنگ“ 14-آڪٽوبر 1975ع سنڌيڪار: دين محمد ڪلهوڙو)

*

مولويٰ بخش پنهور

# سنڌ ۾ تعليم جو باني

الحاج پيرالاهي بخش سنڌ صوبي جي وزير تعليم ۽ وزير اعليٰ جي حيثيت سان ڏهه سال صوبي لاءِ بي غرض خدمتون سرانجام ڏينلو رهيو. هو صاحب دادو ضلعي جي سيوهڻ تعلقي ۾ پيان سيدآباد شهر ويجهو پير جي ڳوٺ ۾ هڪ تمام معزز خاندان ۾ جنم ورتو، سندن شجرو سنڌ ۾ حضرت مخدوم نوح سرور عليہ رحمت هالا شريف سان ملي ٿو. پير صاحب کي ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۽ مسلم يونيورسٽي عليڳڙهه جي شاگرد جي حيثيت ۾ تعليم جاري رکڻ لاءِ سخت جدوجهد ڪرڻي پئي، انهيءَ دور ۾ پير صاحب جي تعليم لاءِ دلچسپي ان وقت جي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ لاڙڪاڻي جي صدر سرشاهنواز ڀٽي جو ڌيان ڇڪايو (ان وقت دادو لاڙڪاڻي ضلعي جو حصو هو) ۽ هن پير صاحب کي عليڳڙهه يونيورسٽي ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ لوڪل بورڊ ۽ پنهنجي طرفان اسڪالرشپ ڏيئي ڏاڍو همٿايو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان اڳ ڪجهه سال پير صاحب مولانا محمد علي جوهر جي حڪم تي خلافت تحريڪ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڪم ڪيو پر پوءِ وري عليڳڙهه وڃي ايم.اي ۽ ايل.ايل.بي پاس ڪري لاڙڪاڻي ۾ وڪالت شروع ڪئي جتي کين سر شاهنواز ڀٽي جي سرپرستي حاصل رهي. جناب پير الاهي بخش پنهنجي سادگي، نيڪ نيتيءَ ۽ مهمان نوازيءَ ڪري جلد ئي لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن ۾ دوستن، اصيلن ۽ همدردن جو هڪ وڏو حلقو پيدا ڪري ورتو.

پاڻ 1937ع ۾ دادو- جوهي تڪ مان سنڌ صوبائي اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي ويو ۽ جلدئي سنڌ ڪابينا ۾ روينيو وزير ٿيو. تنهن کان پوءِ کين سنڌ جي سياست ۾ پنهنجي خاندان ۽ تعليمي پسمنظر سان لاڳيتو هڪ عوامي رهنما جي ممتاز حيثيت حاصل رهي. پير صاحب سنڌ ۾ تعليم جي بنياد وجهندڙن ۾ سڀ کان اهم حيثيت رکندڙ هو ۽ صوبي اندر وڏي پيماني تي بالغن جي تعليم شروع ڪرڻ لاءِ وزير جي حيثيت سان سخت محنت ڪيائين. هن صاحب پاڪستان تحريڪ جي جدوجهد جي شروعاتي

زماني ۾ ئي مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ قائداعظم ڪيس هڪ مخلص ۽ سچي پوئلڳ جي حيثيت سان ڏسندو هو. اهو پير الاهي بخش صاحب ئي هو جنهن ڪراچي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو بنياد وڌو. ان کان علاوه پير صاحب مهاجرن جي آبادڪاريءَ لاءِ ڪيتريون ئي ڪالونيون ٺهرايون ۽ آخر تائين پيرالاهي بخش ڪالوني جي ڪيترن ئي عوامي سهوليت جي منصوبن لاءِ ڪم ڪندو رهيو، جن مان ڪيتريون ئي رٿائون سندن اوچتي وفات سبب اڌ ۾ رهجي ويون.

جناب پير صاحب پنهنجي پويان تمام وڏو خاندان ڇڏي ويا آهن، جن ۾ پٽ، نياڻيون، پوٽا ۽ ڏوهٽا شامل آهن. صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي هڪ پوٽي پير مظهرالحق (ايم.اي، ايل.ايل.بي) کي سياسي تربيت ڏني، جيئن هو دادو ضلعي جي سماجي ۽ سياسي زندگيءَ ۾ نسبتاً صحيح جاءِ نشين ثابت ٿي سگهي. نوجوان پيرمظهر کي پنهنجي ڏاڏي جون سڀ خوبيون ورثي ۾ مليون آهن. هيءُ هڪ نوجوان ايرنڊڙ وڪيل آهي ۽ نوجوان سنڌي نسل جي تمنائن جو آئينہ دار آهي. جنهن سان گڏ منجهس اعليٰ قدرن ۽ انساني خدمت لاءِ موروثي روايتون پڻ موجود آهن، جنهن سندس لائق ڏاڏي کي معاشري ۽ ملڪ ۾ هڪ اعليٰ مقام ڏياريو.

[روزاني عبرت حيدرآباد تاريخ 21- آڪٽوبر 1975ع]

*

عبدالڪريم چشتي

# عرض حال

آنربل پير الاهي بخش هاٽوڪي وزيراعليٰ سنڌ کي قدرت ايزديءَ جي طرفان نيڪ دل ۽ نيڪ سيرت عطا ٿيل آهي. ساڻس خلافت جي تحريڪ کان وٺي، بيحد برادرانه ۽ دوستانه تعلقات پئي رهيا آهن. هن ۽ هن جي ڪن محترم رفيقن پبلڪ جي خدمت جي خيال سان ۽ هن مدنظر تي ته رعيت ۽ حڪومت جي درميان بهترين تعلقات پيدا ٿين، اعليٰ پيماني تي هڪ روزانه اخبار "مجاهد" جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ آنربل پير صاحب باهمي تعلقات جي هجڻ سببان مون کي انهيءَ اخبار جي ايڊيٽري قبول ڪرڻ جي دعوت ڏني.

پاڪستان قائم ٿي چڪو هو پر ملڪ ۽ خلق ۾ مختلف سببن هيٺ ڪافي پريشاني ڦهليل هئي. پنهنجا شڪسته دل ۽ درمانده طبع ٿي رهيا هئا، ۽ اغيار پنهنجي خباثت ۽ بدطينتي جي سبب پاڪستان کي نقصان پهچائڻ ۽ ناڪامياب ڪرڻ جون مردود سازشون سٽي رهيا هئا.

منهنجي خيال ۾ اسلام ۽ ملت اسلاميه لاءِ سڀ کان وڌيڪ نازڪ ۽ اهم آزمائش ۽ ابتداء جو وقت اهو هو ۽ اهڙن ئي وقتن ۾ بلند حوصلگي ۽ اعليٰ همتي جي ضرورت پوندي آهي.

پلا مخلص ماڻهن کي هراسان ٿيڻ جي ضرورت ڪهڙي؟

مرد بايد ڪه هراسان نه شود-
بلڪ توڪل بر خدا-

ڪمر همت ٻڌي مرد ميدان تي اڳتي وڌڻ گھرجي.

همت بلند ڪن ڪہ نزد خدا و خلق
باشد بقدر همت تو اعتبار تو.

انهيءَ اصول کي مدنظر رکي ۽ هن مقصد کي پنهنجو دستور بڻائي مان اها دعوت قبول ڪئي،تہ:

پاڪستان جي حفاظت ۽ ان جي ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ هر هڪ مسلمان ۽ پاڪستان جي رهواسيءَ جو ديني ۽ قومي فرض آهي. اگرچہ حالتون ڪيتري قدر ناهموار هجن ۽ مشڪلاتون ڪيڏيون بہ گھڻيون هجن تہ بہ:

جي آهين مسلم! اُٿ اُٿي تيار ٿيءُ
قوم ۾ ڪو روح ڦوڪج! پاڻ پيءِ هوشيار ٿيءُ.

يقين آهي تہ جيڪڏهن پوري صداقت ۽ ڪامل ۽ مضبوط ارادي سان عمل جي ميدان ۾ الله تعاليٰ جل جلاله و عم نواله جي فضل وڪرم حمايت و نصرت ۾ اميد رکي قدم رکبو تہ قدرت پنهنجي دستگيري ۽ ياوريءَ سان منزل مقصود تي پهچائيندي.

بهرڪار يڪ همت بستہ گردد
اگر خاري بود گلستہ گردد.

## فڪر مستقبل!

مان محسوس ٿو ڪريان تہ جا جوابداري منهنجي محترم آنربل پير صاحب مون تي رکي آهي ۽ جا جوابداري متين حالتن ۾ متين ارادن هيٺ ذڪر ڪيل اميدن ۽ آسرن سان آءٌ پنهنجي ڪمزورين ۽ ڪوتاهين هوندي بہ پاڻ تي رکي رهيو

آهيان، تنهن جو معاملو تمام مشڪل پيچيدو، نازڪ ۽ خطرناڪ آهي، پر:

درين دريا بي پايان درين طوفان شور افزا
دل افگنديم بسم الله مجريهار مرساها.

مگر هيءُ ياد رکڻ گهرجي ته پاڪ پروردگار جي مدد ڪان پوءِ سخت ضرورت آهي دوستن، رفيقن، اسلامي ۽ قومي درد رکندڙ بزرگن جي تعاون ۽ سهڪار جي! جنهن ڪانسواءِ آءٌ ڪامياب ٿي نٿو سگهان!

ضرورت آهي ته هر طرف کان دست اعانت دراز ڪيو وڃي ۽ هر هڪ صاحب قومي فرض ڄاڻي ميدان عمل ۾ نڪري نروار ٿئي جنهن لاءِ هرهڪ قومي خادم کي عرض آهي ته:

اُٹھ کہ ہے تیرے وطن کو آج تیرا انتظار۔
چھا اسی صحن چمن پر بن کے تو ابر بہار۔

شال الله تعاليٰ اسان سيني کي پنهنجي دين ۽ خلق جي خير خواهي ۽ ڀلائيءَ جي توفيق عطا فرمائي.

خاڪسار

محمد عبدالڪريم چشتي

(سوانح مولانا عبدالڪريم چشتي- "پيغام" ڪراچي مارچ 1980ع تان ورتل اقتباس)

# سنڌ جي معاملن بابت قاضي محمد اڪبر جو لکيل هڪ اهم خط

[مسلم ليگ سنڌ جي اڳوڻي جوائنٽ سيڪريٽري محترم قاضي محمد اڪبر 24 آگسٽ 1945ع تي محترم جي ايم سيد کي هڪ خط لکيو هو جنهن ۾ اُن وقت جي سنڌ جي ڪجهه اهم سياسي معاملن تي روشني پوي ٿي. قاضي صاحب هن خط جي هڪ ڪاپي آل انڊيا مسلم ليگ جي صدر قائد اعظم محمد علي جناح کي به موڪلي ڏني هئي. جنهن ان کي سنجيدگيءَ سان پڙهي خط جي حاشيي تي پنهنجا نوٽ به لکيا هئا. بعد ۾ جڏهن سنڌ مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ ٺاهيو ويو ته جناح صاحب انهن تجويزن کي پنهنجي سامهون رکيو هو. سنڌ مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ جا جڏهن ميمبر چُونڊيا ويا تڏهن قاضي صاحب، محترم پير الاهي بخش صاحب جو نالو به تجويز ڪيو هو. قاضي صاحب جي هن تاريخي خط مان محترم پير الاهي بخش بابت جيڪي تاثرات ڏنا آهن، اهي هتي پيش ڪجن ٿا.]

”شيخ صاحب کي ٺٽي جي Safe seat يعني پڪي سيٽ ڏيو. آزاد پارٽي ته هن کي ٽڪيٽ ئي ڪونه ڏئي ها. شيخ صاحب به انهيءَ ني شڪر ڪري ۽ پارلياماني بورڊ جي نشست جي تمنا نه ڪري، جنهن ۾ پوري مسلم آبادي جي مستقبل جا فيصلا ٿيڻا آهن. هي پلي هڪ اهم ماڻهو هجي، پر هن اهم ماڻهوءَ کي وري مسلمانن جي قسمت سان کيڏڻ جي پوزيشن يا اختيار نه ڏيڻ گهرجن. چاڪاڻ جو اگر هي وري ڦري وڃڻ جو فيصلو به ڪري، ته به مسلمانن کي ڪو نقصان نه پهچائي سگهي. پارلياماني بورڊ جي ستين ميمبر طور آءٌ پير الاهي بخش جو نالو تجويز ڪندس اهو آءٌ ذاتي تعلقات جي بنياد تي نه ، پر سنڌي مسلمانن جي ڀلي خاطر چئي رهيو آهيان. پير صاحب جي پنهنجي هڪ ننڍي سياسي پارٽي آهي، جنهن جا واسطا دادو ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ آهن ۽ ايترا مضبوط نه، پر تڏهن به لاڙڪاڻي ۽ نوابشاهه ضلعن ۾ به سندس واسطا آهن. مون کي يقين آهي ته اوهان منهنجين تجويزن تي گهربل ڌيان ڏيندا ۽ انهن کي انهي ڪري گهٽ اهميت سان نه ڏسندا، ته اهي نسبتاً هڪ نيازمندانه حلقي کان موصول ٿيون آهن. آءٌ هن خط جي هڪ ڪاپي قائد اعظم ڏانهن به موڪلي رهيو آهيان.“

**قاضي محمد اڪبر**

ڪتاب ”SINDH'S FIGHT FOR PAKISTAN“ تان ورتل

# علمي ٽاور

پير الاهي بخش صاحب 1939ع ۾ سنڌ جو وزير تعليم هو، هن صاحب "جهالت ٽوڙ" تحريڪ شروع ڪئي هئي، وزير تعليم جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ يا چئو ته سکر جي ويران ٽڪريءَ جا ياڳ ڳُليا جو مسٽر ڪوٺا والا ڪليڪٽر سکر عيد گاهه جي سامهون واري ٽڪريءَ تي ماهه مئي 1939ع ۾ پير صاحب هٿان "علمي ٽاور" جو سنگ بنياد رکايو، سيٺين ۽ زميندارن هن ڪارخير ۾ دل کولي چندا ڏنا. سال 1940ع ۾ ٽاور تيار ٿيو جو زمين جي سطح کان 110 فوٽ اوچو ۽ 66 فوٽ ويڪر ۾ آهي، چوطرف گهڙيال لڳل ۽ ٽڪريءَ تي خوبصورت پارڪ ۽ پاڻيءَ جو حوض آهي. پارڪ جي اتر ۾ ريلوي ورڪشاپ جي بالا عملدار پنهنجي اهليه جي نالي تي "ناز" پارڪ ٺهرائي منجهس ٻارن لاءِ پينگهه ۽ هڪ گِسڪڻ تعمير ڪرايا، ليڪن سنت ئي پارڪ ويران ٿي ويو ۽ گل ٻوٽا سڪي سڙي ويا، گهڙيال به خاموش ٿي ويا، البت ڪو قومي تهوار ايندوآهي ته اها رات ٽاور جي دلجوئي لاءِ ميونسپل ٽاور کي رنگا رنگي بلبن جو هار پارائيندي آهي، 1962ع ۾ ميونسپل کي علمي ٽاور تي رحم آيو جو گهڙيال مرمت ڪرايا ويا آهن. ٻڌجي ٿو ته ميونسپل ٽڪريءَ تي زنانو پارڪ تعمير ڪرائيندي- والله اعلم.

['تاريخ سکر'- از: رحيمداد خان مولائي شيدائي، ڇپيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 1992ع]



سکر ۾ قائم ڪيل علمي ٽاور جي تصوير:
مئي 1939ع ۾ جناب پير الاهي بخش صاحب ان ٽاور جو سنگِ بنياد رکيو

حافظ احمد الدين انڍڙ

# پير الاهي بخش جو سوانحي خاڪو ۽

## سرگرميون (سن وار)

| | | |
|---|---|---|
| 1. | پيدائش | 1895ع |
| 2. | پان پرائمري اسڪول ۾ داخلا | 1907ع |
| 3. | ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ داخلا | 1911ع |
| 4 | مئٽرڪ پاس ڪيائون | 1919ع |
| 5. | لاڙڪاڻي ضلعي خلافت ڪاميٽيءَ جي ميمبري | 1920ع (فيبروري) |
| 6. | عليگڑهه ڪاليج کي ڇڏڻ | 1920ع |
| 7. | جامعه مليه اسلاميه ۾ داخلا | 1920ع |
| 8. | احمد آباد ڪانگريس اجلاس ۾ شرڪت | 1921ع |
| 9. | شاگرديءَ واري زماني ۾ روزانو اخبار 'الاصلاح' جو اجراءُ | 1920ع |
| 10. | ضلع خلافت ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري | 1921ع |
| 11. | مشهور ڪراچي خلافت ڪانفرنس ۾ شرڪت | 1921ع (8-9ءِ 10 جولاءِ) |
| 12. | آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ ۽ آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جو ميمبر | 1921ع |
| 13. | سر شاهنواز ڀٽو سان تعلق | 1924-25ع |
| 14. | عليگڑهه يونيورسٽيءَ ۾ ٻيهر داخلا | 1926ع |
| 15. | عليگڑهه يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ايسوسيئيشن جا صدر ٿيا | 1926ع |
| 16. | بي. اي. ۾ ڪاميابي | 1927ع |

| | | |
|---|---|---|
| 17. | فرسٽ ايل. ايل. بي | 1928ع |
| 18. | ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي | 1929ع |
| 19. | وڪالت جي شروعات | 1929ع (سيپٽمبر) |
| 20. | سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر | 1937ع |
| 21. | سنڌ حڪومت ۾ تعليم جا وزير | 1937ع |
| 22. | قائد اعظم سامهون ڪيل معاهدي تي صحيح ڪيائون. (سندس شريڪ هئا- الله بخش سومرو، سر غلام حسين هدايت الله، مير بنده علي ٽالپر، جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي). | 1938ع (9 آڪٽوبر) |
| 23. | ميسور جي مهاراجا سان موهن جي دڙي جو دورو | 1938-39ع |
| 24. | سنڌ ۾ تحريڪ تعليم بالغان جي سلسلي ۾ دادوءَ پرسان ٻُٽڙن ۾ ماڊل وليج جو سنگ بنياد رکيائون | 1939ع |
| 25. | سکر ۾ سندس تعليمي خدمتن جي مڃتا ۾ سکر ڪليڪٽر پاران نهنڌڙ لٽريسي ٽاور جو سنگِ بنياد رکيائون | 1939ع |
| 26. | سنڌ مدرسة الاسلام جو صدر رهيو | 1939ع کان 1940ع |
| 27. | سکر ۾ سندن تعليمي خدمتن جي مڃتا ۾ سکر ڪليڪٽر طرفان اڏايل لٽريسي ٽاور جو افتتاح | 1940 |
| 28. | لياريءَ ۾ سنڌ مدرسي جي شاخ جو قيام | 1940ع (اپريل) |
| 29. | مسلم ليگ ۾ شموليت | 1942ع |
| 30. | سنڌ اسڪائوٽس ٽريننگ ڪئمپ (12 کان 21 نومبر) جي اختتامي تقريب جي صدارت | 1941ع |

| | | |
|---|---|---|
| .31 | شهيد الله بخش سومري سان گڏجي ڪراچيءَ مان 'آزاد" اخبار جاري ڪيائون | 1942ع |
| .32 | سنڌ مسلم ڪاليج قائم ڪيائون. (ڪاليج جو افتتاح قائد اعظم ڪيو) | 1943ع (21 جون) |
| .33 | سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي ناهڻ لاءِ بل پيش ڪيائون | 1944ع |
| 34 | مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر ٿيا | 1946ع. |
| .35 | سنڌ مسلم لا ڪاليج قائم ڪيائون | 1947ع |
| .36 | ڊاؤ ميڊيڪل ڪاليج قائم ڪيائون | 1947ع |
| .37 | سڪرنڊ ۾ ايگريڪلچر ڪاليج قائم ڪيائون | 1947ع |
| .38 | سنڌ ۾ آيل وڏي ٻوڏ دوران سنڌوءَ جو دورو | 1948ع |
| .39 | سنڌ جا وزيراعليٰ ٿيا | 1948ع (26 اپريل) کان 1949ع (4 فيبروري) |
| .40 | روزانہ "مجاهد" اخبار جاري ڪيائون | 1948ع (28 اپريل) |
| .41 | پاڪستان ۾ پهريون پيرو ڪراچيءَ ۾ ٿيل اولمپڪ راندين ۾ قائد اعظم، لياقت علي خان ۽ محترمہ فاطمہ جناح سان گڏ شرڪت. | 1948ع |
| .42 | سروري اسلاميہ ڪاليج هالا جو سنگ بنياد رکيائين | 1951ع |
| .43 | سن ۾ ٿيل مسلم ليگ کان ٻاهر ڪارڪنن جي ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيا | 1951ع (17 مارچ) |

| | | |
|---|---|---|
| 44. | انجمن علم و ادب هالا جي ارڙهين ساليانيءَ ميڙ ۾ شرڪت (صدارت علامه آءِ. آءِ قاضي) | 1952ع (2 نومبر) |
| 45. | متحده محاذ طرفان سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر چونڊيا ويا ۽ اسيمبليءَ ۾ پارٽيءَ جا جنرل سيڪريٽري ٿي رهيا | 1953ع |
| 46. | ون يونٽ خلاف سنڌ اسيمبليءَ (حيدرآباد) ۾ تقرير | 1954ع (11 آڪٽوبر) |
| 47. | متحده محاذ طرفان مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جا ميمبر چونڊجي آيا ۽ اسيمبليءَ ۾ پارٽي جا سيڪريٽري ٿي رهيا | 1956ع (19 جنوري) |
| 48. | اولهه پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ”ون يونٽ“ ٽوڙڻ جو ٺهراءُ پاس ڪرائڻ لاءِ ڪوشش | 1957ع (17 سيپٽمبر) |
| 49. | سياست کان ڪناره ڪشي<br>جنرل ايوب خان جي مارشل لاءِ ۾ کين ايبڊو هيٺ ٻين سينيئر سياستدانن سميت سياست کان بي دخل ڪيو ويو پر ان دوران ئي 1962ع جي چونڊن کان پوءِ سندن اپيل تي کين سياست لاءِ اهل قرار ڏنو ويو. | 1958ع (8 آڪٽوبر) |
| 50. | وفات | 1975ع (8 آڪٽوبر) |
| 51. | اولاد: 2 نياڻيون، 5 فرزند:<br>1. پير محمد نواز، 2. پير شاهنواز،<br>3. پير عبدالمجيد، 4. پير عبدالحميد،<br>5. پير عبدالرشيد | |

# پير الاهي بخش
## جي وفات جي حوالي سان سنڌي اخبارن
## جا ايڊيٽوريل، خبرون ۽ تاثرات

# سنڌ جو سابق وزيراعليٰ پيرالاهي بخش گذاري ويو

ڪراچي 9- (نمائنده) تحريڪ خلافت جو ممتاز رهنما ۽ سنڌ جو اڳوڻو وزير اعليٰ الحاج پيرالاهي بخش ڪالهه صبح جو سوا يارهين بجي سول اسپتال ۾ گذاري ويو.

اِناللہ وَاِنا اليه راجعون.

وفات وقت مرحوم جو عمر 85 سال هئي، سوڳ وارن ۾ هڪ بيوهه، پنج پٽ ۽ ٻه نياڻيون ڇڏيائون. مرحوم جي وصيت مطابق کين جامع مسجد پيرالاهي بخش ڪالوني (رهائشگاهه پرسان) ڪراچي ۾ گذريل رات دفن ڪيو ويو. سندن جنازي ۾ سوين ماڻهن شرڪت ڪئي جن ۾ صوبائي وزير، سياسي ۽ سماجي رهنما ۽ شاگرد وغيره شامل هئا. جنازي جي نماز مولانا احتشام الحق ٿانوي پڙهائي.

الحاج پيرالاهي بخش کي گذريل آگسٽ ۾ دم جي تڪليف ٿي هئي ۽ علاج ڪانپوءِ سندن طبعيت درست ٿي ويئي هئي ۽ هميشه وانگر عيد نماز ٻه ڪي.ايم.سي پارڪ واري جامعه مسجد ۾ ادا ڪيائون ۽ دوستن ۾ ملڻ سان عيد مليا. ۽ بعد ۾ عباسي اسپتال ۾ مخدوم طالب المولىٰ وٽ ويا، جتي سندن طبع برسي ڪيائون. جڏهن واپس گهر پهتا ته سندن طبعيت خراب ٿي ويئي ۽ رت جون اُلٽيون اچڻ لڳيون، جنهن سبب بدن مان رت نڪري ويو ليڪن سول اسپتال جي ڊاڪٽرن انهيءَ سنگين حالت ڏانهن توجهه نه ڏنو ۽ ابتدائي طبي امداد بر وقت رسي نه سگهي. ان وقت اسپتال ۾ خاندان جا فرد موجود هئا، تن ٻڌايو ته اسپتال جي ڊاڪٽرن کي انهيءَ نازڪ حالت جو اطلاع ڏيندا رهيا، ليڪن ڪيترن ڪلاڪن تائين طبي امداد ڪونه پهچائي وئي. بعد ۾ پروفيسر مشتاق آيو جيڪو پيرصاحب کي ذاتي طرح سڃاڻندو هو، تنهن سيون ۽ دوائون فوري طور ڏنيون، ليڪن رت وهي وڃڻ ڪري اهو سڀ ڪجهه بي سود ثابت ٿيو ۽ آخر پير صاحب پنهنجي مالڪ حقيقيءَ سان وڃي مليو.

پير صاحب پروگرام مطابق عيد ڏينهن وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀٽي سان عيد ملڻ لاءِ لاڙڪاڻي وڃڻو هو، ليڪن موت اڳي ئي سندس راهون روڪي ورتيون.

پير صاحب پنيان بيواهہ ۽ صاحب زاديون ۽ پنج فرزند پير محمد نواز، پير شاهنواز، پير عبدالحميد، پير عبدالرشيد ۽ پير عبدالمجيد ڇڏيا آهن. مرحوم جي سڀ کان ننڍي فرزند پير عبدالرشيد جي شادي هن سال ڊسمبر ۾ ٿيڻي هئي، جنهن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ وزير اعظم جناب ذوالفقار علي ڀٽي کان وقت ورتو ويو هو، مرحوم پير صاحب جن لاڙڪاڻي وڃڻ وارا هئا.

[روزاني آفتاب حيدرآباد تاريخ 10- آڪٽوبر 1975ع]

# آه! الحاج پير الاهي بخش

پوري سنڌ، بلڪ پاڪستان ۾ هيءَ خبر وحشت اثر انتهائي غم ۽ ڏک سان پڙهي ويندي تہ تحريڪ خلافت جو ممتاز رهنما، پاڪستان جو سرويچ سپاهي ۽ سنڌ جوسابق وزير اعليٰ الحاج پير الاهي بخش انتقال ڪري ويو.

الحاج پير الاهي بخش مرحوم جي وفات حسرت آيات تي هر محب وطن کي گهرو صدمو پهتو آهي ۽ هر ڪنهن جي اک اشڪبار آهي ۽ دل سخت مغموم آهي.

الحاج پير الاهي بخش مرحوم جي پوري زندگي هڪ تحريڪ ۽ هڪ نصب العين مثل هئي. هن جو شمار انتهائي مخلص، ديانتدار، سچار، بي لوث خدمت ڪندڙ سياستدانن ۾ ٿيندو هو، جن جي دامن تي هميشہ سچائي، شرافت ۽ انسانيت جا ستارا چمڪندا رهندا هئا ۽ جيڪي غريب عوام جي ڏکن ۽ سورن کي پنهنجو ڏک ۽ سور ڪري سمجهندا هئا، جن قدرت طرفان عطا ڪيل مانَ مرتبي ۽ عزت کي پنهنجي وڏائي ۽ فخر جو ڪارڻ بنجڻ نہ ڏنو بلڪ انهيءَ کي خدا جي هڪ نعمت ۽ عوام جي خدمت ڪرڻ جو موقعو ليکيو ۽ انهيءَ اصول کي پوري زندگي پنهنجي لاءِ مشعل راهہ بڻايو.

مرحوم کي شروع کان وٺي سياست سان دلچسپي هئي، ليڪن انهيءَ ۾ قوم جي ڀلائي ۽ خدمت جو جذبو بدرجہ اتم موجود هو. مرحوم 1921ع ۾ عليڳڙهہ يونيورسٽي مان ايل. ايل. بي ڪئي ۽ بعد ۾ مولانا محمد علي جوهر سان گڏ تحريڪ خلافت ۾ شامل ٿي ويو ۽ عليڳڙهہ يونيورسٽي مان پڙهڻ ڇڏي ڏنو. خلافت تحريڪ ۾ مرحوم جنهن خلوص، جوش وجذبي ديانتداري سان بهرو ورتو، تنهن جي تعريف خود مولانا محمد علي جوهر ڪئي. مرحوم 1942ع کان وٺي 1937ع تائين سر شاهنوز ڀٽي سان گڏ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرائڻ جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ سر شاهنواز ڀٽي جي سربراهيءَ ۾ سنڌ يونائيٽيڊ فرنٽ ۾ جوش ۽ خروش سان ڪم ڪيو. مرحوم ڪجهہ عرصو خاڪسار تحريڪ ۾ رهيو، بعد ۾ مسلم ليگ جي

جهندي هيٺ تحريڪ پاڪستان ۾ بي بها خدمتون سر انجام ڏنيون. هن جي قومي خدمتن جو اعتراف خود قائد اعظم طرفان ڪيو ويو.

مرحوم ڪي سنڌ جي مسلمانن جي تعليمي پسماندگي هميشه ڏکوئيندي ۽ ستائيندي رهندي هئي. هن صاحب مسلمانن ۾ تعليم کي وڌائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي. هن سنڌ جي وزير تعليم جي حيثيت سان سنڌ ۾ تعليم بالغان جو انقلابي قدم کڻي سنڌ ۾ تعليم جي ڦهلاءُ کي وڌيڪ ڪري چڏيو. سندن اهو ڪارنامو سنڌ جي تاريخ جو هڪ يادگار باب رهندو. مرحوم پنهنجي آرام ۽ سڪون جي ڪا به پرواهه نه ڪري، دور دراز علائقن جا دورا ڪندو هو ۽ اهو ڏسندو هو ته تعليم بالغان جي پروگرام تي ڪيتريقدر عمل ڪيو پيو وڃي. انهيءَ کان علاوه مرحوم سنڌ ۾ پرائمري تعليم کي فروغ ڏيڻ تي وڌو ڌيان ڏنو ۽ مسلمانن ۾ پنهنجا ٻار پڙهائڻ جو پرچار ڪندو رهندو هو. سنڌ ۾ تعليمي بيداري پيدا ڪرڻ ۾ هن جي ڪوششن کي وڏو دخل هو. 1937ع ۾ جڏهن سنڌ ۾ صرف چار ثانوي اسڪول هئا ۽ ڪو به ڪاليج نه هو، مرحوم پنهنجين ڪوششن سان اسڪول قائم ڪيا، جن ۾ سنڌ مدرسو به شامل آهي. مرحوم جي ڪوششن سان سنڌ يونيورسٽيءَ جو بنياد پيو.

مرحوم پهريون وزير هو. جنهن پوريءَ سنڌ جو دورو ڪري آفيسرن کي اها ڳالهه ذهن نشين ڪرائي ته هو عوام جا حاڪم نه بلڪ خادم آهن. هو پٽ تي ويهي ماڻهن کان درخواستون وٺندو هو ۽ ڪامورن کي پٽ تي ويهڻ سيڪاريائين. هن جي هميشه اها ڪوشش رهي ته ٻهراڙين جي پوئتي پيل عوام جو معيار زندگي بلند ٿئي، هنن جو حوصلو وڌي ۽ هنن مان احساس ڪمتري ختم ٿئي. مرحوم غريبن جو دوست ۽ مددگار هو. غريبن سان هن کي خاص لڳاءُ هو.

مرحوم پنهنجي سچائي، ديانتداري ۽ محنت جي خصوصيتن سبب سنڌ جو وڏو وزير ٿيو ۽ انهيءَ عهدي تي فائز رهڻ دوران سنڌ ۽ پاڪستان جون نمايان خدمتون سر انجام ڏنيون ۽ هندستان مان لڏي آيلن جي آبادڪاريءَ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو.

'ون يونٽ' جي قيام کان پوءِ، مرحوم انهيءَ جي خلاف تحريڪ هلائي، جنهن ۾ هو جون 1953ع ۾ ٻين اڳواڻن سان گڏ گرفتار ڪيو ويو

۾ بعد ۾ آزاد ٿيو. ايوب خان جي مارشل لا ڪان پوءِ مرحوم عملي سياست ۾ حصو وٺڻ ڇڏي ڏنو هو، ليڪن 1969ع ۾ پنهنجن ساٿين جي اصرار تي ٻيهر سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو.

مرحوم آخري گهڙيءَ تائين بنا ڪنهن لالچ ۽ غرض جي ماڻهن جي پنهنجي حيثيت آهر خدمت ڪندو رهيو. پير الاهي بخش ڪالوني، جنهن جو بنياد مرحوم وڌو هو، تنهن لاءِ به گرلز ڪاليج جي قيام جي منظوري حاصل ڪري ورتي هئي.

غرض ته مرحوم جي پوري زندگي بي لوث خدمت، سچائي ۽ صداقت جو هڪ اهڙو مثال رهي، جنهن مان ٻيا سبق پرائي سگهن ٿا.

[ايڊيٽوريل روزاني 'عبرت' حيدرآباد تاريخ 10- آڪٽوبر 1975ع]

# پيرالاهي بخش جو ٽيجهو اڄ ٿيندو

مرحوم پاڪستان لاءِ نمايان خدمتون انجام ڏنيون هيون. وزيراعظم ۽ ٻين جا تعزيتي پيغام.

تحريڪ پاڪستان جي ممتاز اڳواڻ ۽ سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير پيرالاهي بخش کي سندس وصيت مطابق ڪالهه رات اٽڪل 10 بجي ڏاري جامع مسجد پير الاهي بخش ڪالوني جي احاطي ۾ سپردِ خاڪ ڪيو ويو. جنازي نماز ۾ مرحوم جي مائٽن ڪانسواءِ وفاقي ۽ صوبائي وزيرن، قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن ۽ معزز شهرين وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي، مرحوم جو ٽيجهو سياڻي جمع نماز ڪان پوءِ جامع مسجد پيرالاهي بخش ڪالوني (ڪراچي) ۾ ٿيندو. ان موقعي تي مرحوم جي روح کي ثواب پهچائڻ خاطر قرآن خواني پڻ ٿيندي.

اڄ پڻ ڪيترن ئي معززين مرحوم جي رهائش گاهه (ڪراچي) تي وڃي سندس پوين سان تعزيت ڪئي. انهن ۾ وفاقي وزيرمملڪت مسٽر ستار گبول، صوبائي وزيرن بشير احمد شاهه، پيار علي الانا، عبدالله بلوچ، سنڌ جي چيف سيڪريٽري سعيد قريشي، جسٽس غلام رسول شيخ، جناب قاضي محمد اڪبر، قاضي عبدالمجيد عابد، مسٽر سعيد هارون، بيگم اختر سلمان، علي نواز وفائي، مسٽر نثار آفندي ۽ ٻيا ڪيترائي معززين، سنڌ پنجاب بهاولپور، ملتان ڪان آيل مرحوم جي دوستن، معتقدين وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

مرحوم پيرالاهي بخش جي مائٽن جي چوڻ مطابق کين دم جي شڪايت هئي. هن پيرالاهي بخش ڪالوني (ڪراچيءَ) ۾ عيد نماز پڙهي ۽ طبيعت جي ڪمزوريءَ جي باوجود عباسي شهيد اسپتال وڃي مخدوم جناب طالب المولیٰ سان ملاقات ڪئي ۽ کين عيد جي مبارڪ ڏني. شام جو کين پيٽ ۾ تڪليف محسوس ٿي، جنهن ڪري کين سول اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو، مرحوم جي

ملتن مطابق اسپتال جي ڊاڪٽرن جي غفلت، عدم توجهي ۽ غير ذميداريءَ سبب پير صاحب جو موت واقع ٿيو.

## حالات زندگي:

پير الاهي بخش 1895ع ۾ دادو ضلع جي پير ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. سندس سياسي زندگيءَ جو آغاز خلافت تحريڪ سان ٿيو. 1931ع ۾ پير صاحب سنڌ يونائيٽيڊ فرنٽ قائم ڪيو ۽ ان ذريعي سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ جي تحريڪ جي شروعات ڪئي ۽ 1937ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرايو.

سنڌ جي پهرين ڪابينا ۾ کين وزيرتعليم ۽ ماليات مقرر ڪيو ويو، سنڌ جي پهرين ڪابينا ۾ وزير تعليم جي حيثيت سان مرحوم سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌ مسلم ڪاليج جو بنياد وڌو. پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ کين 1948ع ۾ سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. 1952ع ۾ مرحوم سنڌ اسيمبلي جي ميمبر جي حيثيت ۾ ”ون يونٽ“ جي زبردست مخالفت ڪئي. 1958ع ۾ مرحوم سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ هڪ ميمبر جي حيثيت سان ”ون يونٽ“ جي زبردست مخالفت ڪئي. 1958ع جي مارشل لا ڪانپوءِ مرحوم عملي سياست کان ڪناره ڪشي اختيار ڪئي پر موجوده عوامي حڪومت جي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ پيپلزپارٽي جي حمايت ڪندو رهيو.

## تعزيتي پيغام:

وزيراعظم مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي، مرحوم جي وڏي پٽ پير محمد نواز ڏانهن هڪ تعزيتي پيغام موڪلي مرحوم جي وفات تي سخت ڏک ظاهر ڪيو آهي. هن چيو تہ توهان جي والد سنڌ جي وڏي وزير جي حيثيت سان پاڪستان لاءِ نمايان خدمتون انجام ڏنيون هيون. آءٌ ۽ منهنجي اهليہ هن ڏک واري موقعي تي توهان جي غم ۾ شريڪ آهيون.

انهيءَ ڪان سواءِ صدر پاڪستان چوڌري فضل الاهي، گورنر سنڌ بيگم رعنا لياقت علي خان، وڏي وزير مسٽر غلام مصطفيٰ جتوئي، وفاقي وزير تعليم مسٽر حفيظ پيرزاده، صوبائي وزير اطلاعات مير هزار خان بجاراڻي، صوبائي وزير ٽرانسپورٽ سيد بديع الحسن زيدي، صوبائي وزير مواصلات مير عطاحسين ٽالپر، صوبائي وزير خوراڪ سيد بشير احمد شاهه، صوبائي وزير تعليم پيارعلي الاناءَ بين هزارين ماڻهن مرحوم جي پوين ڌانهن تارون ڪري پير الاهي بخش جي وفات تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو آهي.

[روزاني ’عبرت‘ حيدرآباد 10- آڪٽوبر 1975ع]

*



جناب پير الاهي بخش جي لاڏاڻي تي سندن فرزند پير عبدالرشيد (ساڄي کان 5 نمبر)
تي پنهنجي دوستن سان گڏ غمزده نظر اچي رهيو آهي.




جناب پير الاهي بخش صاحب جي تصوير
سان جاري ڪيل پوسٽ جي ٽڪلي جو عڪس

# حصہ اردو

# مضامین، اخباری خبریں، ادارئے،

# تاثرات

# تشکر نامہ

بخدمت گرامی عالیجناب صداقت نقش محترم پیر الٰہی بخش صاحب وزیر اعظم صوبہ سندھ پاکستان

---

جناب محترم - ہم ساکنانِ پاکستان کالونی آپ کے نہایت ممنون ہیں کہ آپ نے غیر معمولی مصروفیت کے دوران میں ہماری استدعا قبول فرماکر ہمیں اظہار تشکر کا موقع بخشا۔

جیسا کہ آپ پر روشن ہے اس نو آبادی میں مقامی اور غیر مقامی، ملازم اور تاجر امیر اور غریب ہر طبقے کے لوگ بستے ہیں۔ آج کا اجتماع قریب قریب ان سب کی نمایندگی کرتا ہے لیکن ہم نہ کسی سیاسی غرض سے جمع ہوئے ہیں اور نہ ہمیں کسی سیاسی جماعت کے عروج و زوال سے دلچسپی کا اظہار مقصود ہے حقیقت یہ ہے کہ حسنِ اتفاق سے ہمکو آپکی ہمسائگی کا شرف حاصل ہوا اور ہم نے آپکو ہر لحاظ سے اچھا ہمسایہ پایا۔ آپنے نہ صرف ہماری مذہبی و معاشرتی سرگرمیوں میں حصہ لیا بلکہ سب سے بڑھکر یہ کہ گذشتہ جنوری کے طوفانِ بے تمیزی میں اس نو آبادی کو بیجا تکلیف اور ممکن بے حرمتی سے بچالیا۔ ہم آپکے اس احسان کو کبھی فراموش نہیں کرسکتے۔ یہی جذبۂ امتنان و تشکر آجکی اس تقریب کا موجب ہوا ہے۔

محترم پیر صاحب۔ آپکے حسن اخلاق نے ہمکو آپکا مُرید نہیں تو کم از کم ارادتمند ضرور بنا دیا ہے۔ یہی وجہ ہے کہ آپکی ترقیٔ مرتبہ ہمارے لئے باعثِ مسرت ہوئی ہے۔

اگرچہ آپکے وزارت عظمٰے کے عہدہ جلیلہ پر فائز ہوجانے سے ہم آپکی ہمسائگی سے محروم ہوگئے ہیں لیکن ہمیں یقین ہے کہ جو تعلق آپکو اس نو آبادی سے رہا ہے وہ زمان و مکاں کی قیود سے بے نیاز رہے گا۔ بالخصوص انہی ایام میں لارنس روڈ کا آپ کے اسم گرامی سے موسوم ہوجانا اس نسبت کو اور بھی قوی اور پاکستان کالونی سے آپکے تعلق کو اور بھی استوار کرتا ہے۔

اس نو آبادی سے آپکی مہاجرت کا ہمیں افسوس ضرور ہے مگر اس پر وہ جذبۂ مسرت غالب ہے جو آپکی ترقی و سربلندی کیساتھ ساتھ آپکے نیک ارادوں کو دیکھکر پیدا ہوتا ہے۔ ہم دست بہ دُعا ہیں کہ خداوند تعالیٰ آپکو ان مبارک عزائم کو عملی جامہ پہنانے کی توفیق بخشے۔

آخر میں ہم آپکو تھوڑی سی زحمت دینا چاہتے ہیں وہ یہ کہ پاکستان کالونی کی طرف سے مبلغ 2739/8 روپے کا حقیر ہدیہ آپکی خدمت میں اس استدعا کے ساتھ پیش کرتے ہیں۔ کہ آپ اسے مجاہدین فلسطین کے امدادی فنڈ میں جس طرح مناسب سمجھیں ارسال فرمادیں۔

ہم ہیں آپ کے مخلص نیاز مند

**ساکنان پاکستان کالونی۔ پیر الٰہی بخش روڈ۔ کراچی**

مورخہ ۲۸ مئی ۱۹۴۸ء

کراچي: ساڪنانِ پاڪستان ڪالوني جي طرفان
جناب پير الاهي بخش صاحب کي مليل ”تشڪر نامہ“ جو عڪس



بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

دُعا

ماہ رمضان المبارک

برائے ہمدرد و مخلص قوم عالیجناب پیر الٰہی بخش صاحب زاد اللہ عُمرہٗ

سر پہ تیرے ہو ہمیشہ سایۂ پروردگار

رحمتیں اللہ کی نازل رہیں لیل و نہار

صدق دل سے ہے یہ کاتب کی دُعا اللہ سے

پیر الٰہی کا دو عالم میں رہے اعلیٰ وقار

(آمین)

(پیش کردہ)

دُعاگو قدیم کاتب محمود ڈرگ کالونی کراچی

کراچي: محمود نالي هک کاتب جي کتابت کیل دُعا جو عکس



کراچی: قائداعظم محمد علی جناح، جناب پیر الٰہی بخش کراچی کارپوریشن استقبالیہ
کی دعوت میں، آپ کے ساتھ کراچی کے میئر حکیم محمد احسن بھی موجود ہیں

ظفر جاوید ہاشمانی

# پیر الٰہی بخش مرحوم

## (۱۸۹۵ع - ۱۹۷۵ع)

## قیام پاکستان سے قبل سندھ کے وزیر تعلیم

## قیام پاکستان کے بعد سندھ کے دوسرے وزیر اعلیٰ

## اور

## بانی پاکستان قائد اعظم محمد علی جناحؒ کے معتمد ترین رفیقِ کار

پچھلی دو صدیوں میں برصغیر میں جنم لینے والی نامور، قدآور، اور عہد ساز شخصیات کی تاریخ مرتب کرتے ہوئے اگر پیر الٰہی بخش مرحوم کا تذکرہ نہ کیا جائے تو یہ علم تاریخ سے ناواقفیت اور کم علمی کی دلیل ہوگا۔ پیر الٰہی بخش مرحوم کی شخصیت کسی تعارف کی محتاج نہیں۔ تقسیمِ پاک و ہند سے فوری پیشتر کے عشرے میں سندھ کی پہلی قانون ساز اسمبلی کے رکن اور وزیرِ تعلیم، قیام پاکستان کے بعد سندھ کے دوسرے وزیر اعلیٰ اور ان سب سے بڑھ کر قایدِ اعظم محمد علی جناحؒ کے انتہائی معتمد رفیق کار ہونے کا اعزاز ان کی بلند قامتی کا ناقابلِ تردید ثبوت ہے۔ اہلیانِ کراچی ان کے نام سے موسوم پیر الٰہی بخش کالونی کے حوالے سے بھی انہیں ہردم یاد رکھتے ہیں۔ آج انہیں ہم سے جدا ہوئے ۳۴ برس گزر چکے ہیں۔ ان کی برسی کے موقع پر یہ خصوصی تحریر ان کی نذر ہے۔

پیر الٰہی بخش مرحوم ۱۸۹۵ء میں موجودہ ضلع دادو کی تحصیل بھان سعید آباد میں واقع پیر جو گوٹھ میں ایک ایسے خاندان میں پیدا ہوئے جس کو دینی اور روحانی حوالے سے انتہائی معتبر اور اعلیٰ شہرت حاصل تھی۔ صرف ۹ سال کی عمر میں اُن کے والد پیر نواز علی اس دنیا سے رخصت ہو گئے، جس کے بعد انہوں نے اپنے ماموں پیر لعل محمد کے زیر سایہ ہوش سنبھالا۔ اُن کے خاندان

کا تعلق حضرت مخدوم سرور نوحؒ کے پانچویں صاحبزادے مخدوم موسیٰ سے بتایا جاتا ہے۔

پیر صاحب نے اپنی ابتدائی تعلیم بھان سعید آباد میں حاصل کی جس کے بعد وہ خیر پور میرس چلے گئے جہاں انہوں نے ناز ہائی اسکول خیر پور میں زانوئے تلمذ تہہ کیا۔ دریائے علم کا یہ پیاسا ناز ہائی اسکول خیر پور میرس سے میٹرک کا امتحان پاس کرنے کے بعد علی گڑھ یونیورسٹی چلا گیا جہاں انہوں نے اپنی مزید تعلیم کا آغاز کیا۔ وہ اپنے خاندان کے پہلے فرد تھے جنہوں نے اعلیٰ تعلیم حاصل کی۔ 'من در چہ خیالیم وفلک در چہ خیال' کے مصداق، چونکہ قدرت کو اُن سے کچھ اور بڑے کام لینے تھے اس لئے گردشِ دوراں نے اُن کی زندگی کو آنے والے وقتوں کے لئے ایک نیا رخ دیا جو آگے جا کر اُن کی شخصیت کے ایک عظیم سیاسی رخ اور بلند مقام کا باعث بنا۔ اگر علی گڑھ مسلم یونیورسٹی سے ایک عام طالب علم کی طرح اعلیٰ اسناد لے کر واپس چلے جاتے اور اپنے آپ کو کسی سرکاری منصب میں کھپا دیتے تو شاید آج اُن کا یہ روپ ہمارے سامنے نہ ہوتا۔ حالات نے اُنہیں مولانا محمد علی جوہر کی زیر قیادت چلنے والی خلافت تحریک سے بہت متاثر کیا جس کے نتیجے میں انہوں نے علی گڑھ مسلم یونیورسٹی کو خیر باد کہا اور دہلی میں واقع مولانا محمد علی جوہر کی زیر سرپرستی چلنے والی جامعہ ملیہ میں بطور طالب علم شرکت اختیار کی اور وہاں سے انہوں نے بی۔ اے کی سند حاصل کی۔ اس پر مزید تازیانہ یہ لگا کہ اتنی ساری محنت کے بعد بھی حاصل کی ہوئی بی۔ اَے کی سند اُس وقت اُن کے کسی کام نہ آ سکی کیونکہ اس زمانے میں موجود برطانوی حکومت جامعہ ملیہ کی اسناد کو تسلیم نہیں کرتی تھی۔ ان تمام باتوں کو خاطر میں لائے بغیر خلافت تحریک کے نشے میں سرشار اور مسلمانوں کی آزادی کی جدوجہد کے جذبے سے لبریز پیر الٰہی بخش نے اپنی تعلیم ترک کر دی اور لاڑکانہ آ گئے جہاں انہوں نے مقامی طور پر تحریکِ خلافت کی قیادت سنبھال لی۔۔ بدقسمتی سے یہ تحریک زیادہ عرصہ زور نہ پکڑ سکی اور بالآخر برطانوی حکومت کے جبر و استبداد اور بے رحم ہاتھ نے اسے دبا دیا۔ بہر حال وقت تب تک ایک سیاستدان کو جنم دے چکا تھا۔ حالات نے کروٹ لی اور اُس وقت کے ڈسٹرکٹ لوکل بورڈ لاڑکانہ کے صدر مرحوم سر شاہنواز بھٹو نے پیر صاحب کو مشورہ دیا کہ وہ واپس علی گڑھ جائیں اور اپنی منقطع تعلیم کا سلسلہ از سر نو جوڑیں اور اُس کی تکمیل کریں۔ سر شاہنواز بھٹو مرحوم نے اس مقصد کے لئے ڈسٹرکٹ لوکل بورڈ کی جانب سے انہیں وظیفہ عطا کیا اور اس طرح پیر الٰہی بخش مرحوم ایک مرتبہ پھر حصولِ علم کی جانب راغب ہوئے۔ انہوں نے اس دوسرے دور

میں علی گڑھ مسلم یونیورسٹی سے تاریخ میں ایم۔اے کی سند حاصل کی اور بعدازاں وہاں سے ایل۔ ایل۔ بی کیا۔ اپنے آبائی ضلع کو لوٹنے کے بعد جو کہ اُس وقت ضلع لاڑکانہ تھا، انہوں نے لاڑکانہ میں اپنی قانونی پریکٹس کا آغاز کیا۔

اس مقام پر تاریخ نے اُن سے ایک بڑا کام لیا۔ ہم سب کے علم میں ہے کہ قیامِ پاکستان کی جدوجہد کا یوں تو آغاز ایک زمانے سے ہو چکا تھا لیکن اس کا پہلا واضح اور بنیادی سنگ میل جو مطلوبہ پاکستان کے خدوخال کو نمایاں کرتا تھا وہ ۲۳ مارچ ۱۹۴۰ء کی قرارداد پاکستان ہے جو آل انڈیا مسلم لیگ کے جنرل اجلاس منعقدہ لاہور میں شیر بنگال مولوی فضل الحق نے پیش کی تھی۔ جن خدوخال کا اس قرارداد میں ذکر کیا گیا تھا وہ برصغیر میں موجود مسلم اکثریتی علاقوں پر مبنی ریاستوں اور صوبوں کی پاکستان میں شمولیت کی شکل میں تھا۔ واضح رہے کہ اس قرارداد کے محض تین سال پہلے تک یعنی ۱۹۳۷ء تک سندھ کو ایک علیحدہ صوبے کی حیثیت حاصل نہ تھی اور اگر وہ ۱۹۳۷ء میں بمبئی ریزیڈنسی سے الگ کر کے ایک خودمختار اور علیحدہ صوبے کی حیثیت حاصل نہ کرتا تو قرارداد پاکستان میں اُسے ایک مسلم اکثریتی صوبے کا درجہ نہ دیا جا سکتا۔ اسی طرح قیامِ پاکستان سے فوراً پہلے سارے برصغیر کی پہلی صوبائی اسمبلی سندھ کی صوبائی اسمبلی تھی جس نے باقاعدہ قیامِ پاکستان کے حق میں قرارداد منظور کی اور یہ اعزاز بھی سندھ اسمبلی کو صرف اس لئے حاصل ہو سکا کہ اس وقت تک سندھ کو ایک علیحدہ صوبے کی حیثیت مل چکی تھی۔ اس پورے تناظر میں، ۱۹۳۷ء میں سندھ کی بمبئی سے علیحدگی ایک اتنی بڑی خدمت اور ایسا عظیم کارنامہ تھا جس کی باریکی کو قیامِ پاکستان کے تناظر میں ہر آدمی نہیں جان سکتا۔ اس عظیم کارنامے کے پیچھے پیر الٰہی بخش مرحوم کی شخصیت کارفرما تھی۔ انہیں اپنے زمانہ طالب علمی سے ہی یہ بات پریشان کیا کرتی تھی کہ لاڑکانہ میں پڑھنے والے طالب علم کو میٹرک کا امتحان دینے کے لئے جو یونیورسٹی لیا کرتی تھی، بمبئی جانا پڑتا تھا اور اسی طرح سندھ کی ایک تاریخی، جغرافیائی اور ثقافتی آزاد حیثیت انہیں اس بات پر مجبور کیا کرتی تھی کہ وہ ایسا کچھ کریں جس سے سندھ کو برصغیر کے جغرافیہ میں اپنا صحیح، آزاد اور علیحدہ مقام حاصل ہو سکے۔ اگرچہ یہ ایک تاریخی حقیقت ہے کہ ایک طویل عرصے سے سندھ کو اُس کی ایک جداگانہ حیثیت کی تحریک نہ صرف کام کر رہی تھی بلکہ راؤنڈ ٹیبل کانفرنس اور سائمن کمیشن تک یہ بات جا پہنچی تھی لیکن گرتی ہوئی دیوار کو آخری دھکا دینا باقی تھا جس کے لئے کوئی انتہائی مؤثر اور فعال تحریک درکار تھی۔ انہوں نے اس

آخری، موثر اور فعال تحریک کے طور پر سندھ یونائیٹڈ فرنٹ کی بنیاد ڈالی اور نہایت تھوڑے ہی عرصے میں اُن کی یہ کوشش رنگ لائی اور تاجِ برطانیہ کو مجبوراً سندھ کو ۱۹۳۷ء میں بمبئی سے الگ کر کے ایک علیحدہ اور آزاد صوبے کی حیثیت دینا پڑی۔ تاریخ کا کوئی بھی باریک بین طالب علم پیر الٰہی بخش مرحوم کو اس فقید المثال کامیابی پر ان کو خراجِ تحسین پیش کرنے سے نہیں روک سکتا۔

سیاستدان وجود میں آ چکا تھا اور برسوں کے سیاسی مد و جزر میں تربیت پانے کے ساتھ ساتھ ایک زیرک قانون داں بھی بن چکا تھا۔ ۱۹۳۷ء میں سندھ کے علیحدہ صوبے کے قیام کے بعد جب سندھ کی پہلی قانون ساز اسمبلی کے الیکشن ہوئے تو پیر الٰہی بخش مرحوم نے اس میں حصہ لیا اور اُس وقت کے بڑے بڑے سیاسی بتوں کو چکنا چور کر کے سندھ کی پہلی قانون ساز اسمبلی کا رکن منتخب ہونے کا اعزاز حاصل کیا۔ یہ وہ دور تھا جب ہندوستان میں عملاً دو بڑی سیاسی قوتیں کانگریس اور مسلم لیگ کی شکل میں موجود تھیں۔ دونوں جماعتوں نے اپنے اپنے منشور عوام کے سامنے پیش کئے جن میں بہت زیادہ مماثلت کے باوجود دو بڑے اختلافات تھے۔ اولاً یہ کہ کانگریس مخلوط انتخابات کی حامی تھی جبکہ مسلم لیگ جداگانہ انتخابات کی علمبردار اور دوئم یہ کہ کانگریس ہندی کو متحدہ ہندوستان کی سرکاری زبان قرار دینے اور دیوناگری رسم الخط اختیار کرنے پر اصرار کرتی تھی جبکہ مسلم لیگ اردو کو اس کے فارسی رسم الخط میں جاری کرنے کی حامی تھی۔ ایسا لگتا ہے کہ اس وقت سندھی رائے دہندگان کو ان دونوں بڑی جماعتوں کے یکساں منشور اور اُن کے متنازعہ مندرجہ بالا پہلو متاثر نہیں کر سکے اور اس طرح سندھ کے عوام نے صرف ان لوگوں کو منتخب کیا جو آنے والے دنوں میں سندھ کی تاریخی جغرافیائی اور ثقافتی بقا کے ضامن نظر آئے۔

گورنمنٹ آف انڈیا ایکٹ ۱۹۳۵ء کے تحت منتخب ہونے والی سندھ کی پہلی قانون ساز اسمبلی کا دورانیہ تقریباً ۹ سال رہا، کیونکہ اسمبلی کی معینہ میعاد کے خاتمے سے قبل ہی دوسری عالمی جنگ کا آغاز ہو گیا جس کے نتیجے میں نئے انتخابات کا انعقاد نہیں ہو سکا اور اس طرح ۱۹۳۷ء میں منتخب ہونے والی یہ اسمبلی ۱۹۴۵ء کے آخر تک کام کرتی رہی۔ ۶۰ ارکان پر مشتمل اس اسمبلی میں ۳۴ نشستیں مسلمانوں کے لئے بالعموم اور ایک نشست مسلمان خواتین کے لئے مخصوص تھی جبکہ ۱۸ عام نشستیں اُن کے علاوہ تھیں۔ نو منتخب سندھ اسمبلی کا پہلا اجلاس جو ۲۷ اپریل ۱۹۳۷ء کو موجودہ سندھ ہائی کورٹ کی عمارت میں واقع اسمبلی ہال میں منعقد کیا گیا تھا اور جس کی صدارت دیوان بہادر ہیرانند کھیم چند نے کی،

